# گوهر شاهہ جو گيان

(ياڳو ڀاڱو پهريون)



سيد علي گوهر شاهہ

# گوهر شاهہ جو گيان

(شاعري ۽ ڳوڙهو پهريون)

ڪوڪو سالڪ سُرتيو سمجهي،
گوهر شاهہ جو گيان.


## سيد علي گوهر شاهہ

سهيڙيندڙ ۽ ڇپائيندڙ سٿ

حافظ محمد بخش خاصخيلي
ادريس جتوئي
ڊاڪٽر غلام قاسم چانڊيو
انور الدين جتوئي
امير بخش عمراڻي
حاجن جانوري





## سنڌي ادبي سنگت

نوان جتوئي 2004ع

ڪتاب جو نالو: گوهر شاهہ جو گيان
موضوع: شاعري
شاعر: سيد علي گوهر شاهہ
ڇاپو: پهريون، آگسٽ 2004ع
تعداد: 500
ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي سنگت، نوان جتوئي
سهڪار: سيد علي گوهر شاهہ جا راڳي، فقير ۽ عقيدتمند
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرآباد
موبائل: 0333-2607541
پيسٽنگ: عبدالسلام پٽو
ٽائيٽل ڊزائين: موهن لال مکواڻا
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: هوت ميگهواڙ
ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، 9- ربي چيمبر، حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ.
قيمت: -/250 روپيا

**GOHAR SHAH JO GIYAN**
**(Poetry)**

***By Syed Ali Gohar Shah***

Edition: First, August 2004
Quantity: 500
Published by: Sindhi Adbi Sangat, Nawan Jatoi
Printed by: Intel Communications, Hyderabad
Mob: 0333-2607541
Composed by: Hot Meghwar
Composing: Intel Communications, Hyderabad.
Price: Rs. 250/=

صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو،
تهـــان پوءِ تـــيـــو، پسڻ پرينءَ جو.
(شاهه لطيف رح)



# سنڌ جي سيني
# حق پرست صوفين
# جي نالي

# ڪتاب بابت ڪجهه ڳالهيون

سنڌ جي سرزمين تي ڪيترن ئي صوفي شاعرن جنم ورتو آهي. انهن منجهان ويهين صديءَ جو صوفي بزرگ سيد علي گوهر شاهه به هڪ آهي. جنهن سنڌ جي ساهتي واري علائقي ۾ جنم ورتو پر سندس فڪر، خيال ۽ شاعري جي خشبو سڄي سنڌ کي واسي ڇڏيو آهي. هڪ سال اڳ جڏهن مون نمائي سنڌيءَ جو ڪتاب "ستارن رمجهول" سنڌي ادبي سنگت نوان جتوئي پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ته منهنجو ماروٽ انورالدين جتوئي ۽ ڊاڪٽر قاسم چانڊيو مليا چيائون: "سائين علي گوهر شاهه جو ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪرڻو آهي." مون چيو: "تمام سٺو ڪم آهي، گهڻو وقت اڳ ٿيڻ کپي ها، هاڻي به دير ناهي ٿي." ڪتاب سهيڙڻ شروع ڪجي، مهيني جي اندر نوان جتوئيءَ ۾ سائين امير بخش عمراڻي جي دوڪان جي صندل تي ويهي حافظ محمد بخش، سائين انور جتوئي، امير بخش عمراڻي ۽ ٻين فقيرن سان گڏجي ڇپائيءَ جو مسودو تيار ڪري ورتوسين، ڪتاب ڪمپوزنگ جي مرحلي ۾ ويو ته ڪافي پروف ڏسڻا پئجي ويا ۽ ترتيب ۾ به وقت لڳي ويو ڇاڪاڻ ته اسان وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪئي ڪتاب ۾ پروف جون چُڪون نه هجن ائين ڪمپوزنگ ۾ ڪافي وقت لڳي ويو، ڪتاب جي ڇپائي جي لاءِ بٽر ڪيرائڻ جي تياري ڪئي ته ڪمپوزنگ سينٽر واري ٻڌايو ڪمپيوٽر مان ڪتاب جو سڄو مواد Delete ٿي ويو. وري ٻيهر ڪتاب جي ڪمپوزنگ ۽ ان جي درستين ۾ وقت لڳي ويو، جڏهن به حيدرآباد مان ڳوٺ وڃڻ ٿئي ته ڊاڪٽر قاسم چانڊيو ۽ ٻي سنگت ڪتاب جي يادگيري ڪرائيندا رهيا.

هن کان اڳ اسان جي مٺيائيءَ جي نوجوان دوستن 1998 ڌاري سوينر ڇپايو ۽ ان ۾ سائين علي گوهر شاهه جي شاعري به ڇاپي، جيڪا پڻ سٺي ڪوشش هئي. پر ڪتاب جي صورت ۾ سيد علي گوهر شاهه جو شاعري جو

هيءَ پهريون مجموعو آهي، جيڪو ڇپايو ويو آهي پوءِ بہ اجا سائينءَ جي گهڻي شاعري رهيل آهي جيڪا ٻئي ڀاڱي ۾ ضرور ايندي.

ڪتاب ۾ سيد علي گوهر شاهہ جي شاعري جنهن ۾ ڪافيون ۽ وايون ۽ بيت شامل آهن، اهي ڏنا ويا آهن، سائين جي زندگي ۽ شاعري متعلق مواد ڏيڻ ڪانسواءِ "تصوف" بابت تاج پور جي صوفي بهاول فقير جي فرزند نواب امداد علي لغاريءَ جو مضمون ڏنو ويو آهي، جيڪو پڻ سائين علي گوهر شاهہ ۽ ٻين صوفي شاعرن جي فڪر کي سمجهڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو.

هيءَ ڪتاب جو پهريون ڀاڱو آهي، جنهن تي اسان جي سهيڙيندڙ سٺ ياران نالو "گوهر شاهہ جو گيان" رکيو ويو آهي. ڪتاب جي ڇپائيءَ جو سڄو خرچ ڊاڪٽر محمد قاسم چانڊيي پاڻ ڪيو آهي. الله کيس اُن جو اُجورو ضرور ڏيندو.

اميد تہ ڪتاب پڙهندڙن کي پسند ايندو، ڪتاب ۾ جيڪڏهن ڪي غلطيون رهجي ويون آهن تہ ان لاءِ اسان معذرت خواهہ آهيون، اسان کي خوشي ٿيندي جيڪڏهن ڪو پڙهندڙ دوست اسان کي انهن غلطين کان آگاهہ ڪندو ۽ اسين ٻئي ڇاپي ۾ اهي سڌارا آڻينداسين.

**ادريس جتوئي**
سنڌي ادبي سنگت
نوان جتوئي

# پنهنجي پارن ٻه لفظ

هي دنيا فاني ۽ چل پل جو مڪان آهي. ڄمڻ ۽ مرڻ جو چرچو ابد کان شروع ٿيل آهي جيڪو انتها تائين هلندو رهندو. ڪن جي آئي خطي ۾ خوشبوءِ پکڙجي خطي کي معطر بنائي ڇڏيندي آهي. اهڙن ئي انسانن جي وڃڻ کان پوءِ انهيءَ خطي ۾ اهڙو خال ٿي پوندو آهي جيڪو هزارين سالن تائين پرجڻ مشڪل پر ناممڪن هوندو آهي. اهڙن ئي انسانن مان سائين علي گوهر شاهه جي صورت هئي اسان جي لاءِ هڪ بي تاج بادشاهه هو. جنهن سيلاني ٿي هند سنڌ جو سلطاني سير ڪيو. الله تبارڪ و تعاليٰ جل شانه جي ڪرم ۽ مهرباني سان اسان جو هي ساهتي خطو صوفين جو ڳڙهه رهيو جن جو اثر اڃا تائين اسان جي خطي ۾ ڪنهن نه ڪنهن وسيلي موجود انهن صوفين ۾ محمد فقير ڪنياڻ، مهدي سائين، پيرل فقير، محمد فقير هيسباڻي، سيد نبن شاهه، سيد علي گوهر شاهه، حافظ علي مراد زرداري، حافظ محمد هارون، سيد فضن شاهه ۽ ٻيا ڪيترائي بزرگ رهيا. 1990 ۾ سائين علي گوهر شاهه جي وفات کان پوءِ اسان جي اها خواهش پراڻي ٿي چڪي هئي ۽ سائين جن ڪافين بيتن کي سهيڙي رسالي جي شڪل ڏجي پر ڇاڪاڻ ته اسان سائينءَ جون ڪافيون پنهنجن پراڻن راڳين جهڙوڪ برڪت فقير عالماڻي، تراب فقير عالماڻي، فقير رمز علي خاصخيلي، بيسر فقير ڏهر، مٺل فقير ڪوريجو ۽ ٻين فقيرن کان ٻڌي متاثر ٿيندا هئاسون. هاڻي ته اهي راڳي به هن دنيا مان وڃي چڪا هئا. درگاهه تي فقيرن ۽ سيدن جي نه هجڻ جي ڪري سائين جا لکيل رسالا ۽ ڏرين وٽ وارثي جي جي ڪري اسان کي نه ملي سگهيا. گذريل ڇهن سالن کان ڊاڪٽر قاسم چانڊيو (جيڪو سائين جن جو وڏڙن کان نسل به نسل طالب رهيو) جي اسرار اسان کي ڪافين سهيڙڻ جي

مجبور ڪيو آخرڪار نور محمد شاهہ (سائين جو هڪ طالب) هڪ رسالو ڏنو. ان بعد اسان سيني دوستن اطلاع ڪيو تہ جن وٽ سائين جن جي جيڪا شي هجي اسان کي ڏيو تہ اسان رسالي ۾ شامل ڪيون. ميول فقير ملاح فاروق فقير عمراڻي امين فقير مشوري پنهل فقير ڪوسہ "ويراڳي" ڪوششون وٺي ڪجهہ لکيل پنا ۽ نوٽ بوڪ اسان جي حوالي ڪيا. ڪن بوڪن کي اڌوهي ايترو تہ تباهہ ڪيو هو ۽ پڙهڻ لائق بہ ڪونہ هئا. پر حافظ محمد بخش خاصخلي (جيڪو شاهہ جي رسالي جو مجيل پارکو آهي) جي رهبري هيٺ استاد امير بخش عمراڻي ۽ حاجن جانوري ۽ مون روزانو اٺ ڏهہ ڪلاڪ لاڳيتا ويهي بيتن ۽ ڪافين کي سهيڙيو جنهن ۾ صورتخطي کي صحيح ڪرڻ، ٻين شاعرن جي ڪافين کي سائين جي ڪافين کان جدا ڪرڻ، مضمون صحيح ڪرڻ جو ڪم ڪيو. ميلي جو وقت ۾ اچڻ وارو هو تنهن ڪري هڪ مهيني اندر اسان ڪافيون ۽ بيت اتاري محمد ادريس جتوئيءَ جي حوالي ڪيا جنهن سڄو ڇاپائي جو بار پاڻ تي کنيو. اسان هن رسالي کي پهريون ڇاپو نالو ڏيئي رسالو ڇاپرايون ٿا انشاءَ الله ٻئي ڇاپي ۾ سائين جو رهيل ڪافيون بيت جيڪي ٻين ڪتابن ملڻ کان پوءِ يا رسالي اچڻ کان پوءِ دوستن جي هٿان ڪجهہ مليل شين کي سهيڙي ٻئي ڇاپي ۾ ڏيئي مڪمل رسالو ڇاپرائيندا سون الله اسان کي هن ڪم کي مڪمل ڪرڻ جي سگهہ ڏيندو.

استاد ۽ راڳي

**انورالدين جتوئي**

ڳوٺ نوڙها

# منڍ

سيد علي گوهر شاھ جي وصال کي ڪجھ تورو وقت گذريو، تہ درگاھ جي مالڪيءَ تان ساداتن ۾ اختلاف پيدا ٿي پيو. انهيءَ اختلاف جي وهڪري ۾ سيد سائينءَ جا فقير بہ وراهجي ويا ۽ ڳالهيون ڪورٽ تائين پهتيون. عدالت سگهوري، اجا فيصلو نہ ڏنو آهي. البت درگاھ شريف جو انتظام اوقاف کاتي حوالي ٿيو.

جيئن تہ هن فقير صفت سيد جي پوري حياتي گوتم ٻڌ وانگر حق جي تلاش ۾ گذري. گوتم شهزادي راتو رات محل ۽ ماڙيون ڇڏي جهنگ منهن ڪيو. تيئن هِن سيد بہ پنهنجي ابائي گادي، مال، ملڪيت، گهر گهاٽ ڇڏي جهنگ مُنهن ڪيو. انهيءَ تياڳ ۾ سائس جيجل ماءُ ۽ ڀيڻ بہ ساٿ نباهيو. ماءُ جي مامتا ۽ ڀيڻ جي محبت هِن سگهوري اِنسان کي مجبور ڪري پنهنجي پاءُ وٽ آندو. اهو سيد هيو خوش محمد شاھ، جيڪو سائين علي گوهر شاھ جو سڳو مامو هيو. جيڪو وڏي بخت، پچندي وارو ۽ زميندار هيو. جنهن پنهنجي ڀيڻ ۽ ڀاڻجن کي وڏي محبت سان پنهنجو اڏيل محل ڏنو ۽ پاڻ جدا گهر اڏرائي وينو. هيءَ خوشنما علائقو سنڌونديءَ جي پرسان ڪاهي پاسي تي هيو. ڪاريجا ڊنڊ جو منظر، دل موهيندڙ، چوڌاري وڻراھ ۽ ٻيلو، ساوا سَرَ، ڪَمڪَ ڪانھ، ٻيٽ تي ٻوڙي، شام ۽ صبح مِينهَن، ڳئُن ۽ ٻڪرين جا ڌڻ ۽ مال ۾ ٻڌل ڇڙن جون چونگارون، انهي قطري نشو نما، سائين علي گوهر شاھ جي دل کي راحت بخشي.

هوڏانهن سيد جي ابائي درگاھ سيد نانگي شاھ جو بيحد شانُ ۽ مان وارو ۽ وڏو پلو انسان نالي سيد محمد جعفر شاھ هيو. جيڪو سيد علي گوهر شاھ جو سوٽ هيو. انهيءَ زماني شناس اِنسان جي دل نٿي چاهيو، تہ سائين علي گوهر شاھ، درگاھ کان جدا رهي. پر – سيد علي گوهر شاھ، پنهنجي

سؤٽ کي محبت سان ڇيو تہ- اُدا، اميري ۽ پيري توهان سنڀاليو- ۽ مون کي فقيري حال ۾ رهڻ ڏيو. جيڪا مالڪ جي مرضي آ.

ان ڪان پوءِ ٻنهي طرفين محبت جو ناتو قائم رهيو- ۽ سيد علي گوهر شاهہ ڪاريجا اول ۾ رهيو- بعد ۾ درياهي ٻوڏ ڪري ڪاريجا نمبر ٻيو ٺهيو- ان ڪان پوءِ ڪاريجا نمبر ٽيون ٺهيو- جيڪو سيد جو آخري آرامگاهہ ٿيو. سيد جو جنم 1916 ۾ ٿيو ۽ اٽڪل مني صدي هِن دنيا جا مشاهدا ماڻيائون. ڦوه جوانيءَ ۾ جڏهن سندن عمر ارڙنهن سال هُئي تہ سال 1934ع ڌاري سنڌ ڪان پنجاب – اتان امرتسر، دهلي، آگرو، بنارس، بمبئي، گجرات، اجمير، ڀُڄ، ڪاٺياواڙ ڪان مارواڙ پهچي ٿر ڪان سير ڪندو ميرپورخاص ۽ پوءِ ڳوٺ آيا. ٻيو سِير سال 1944ع ڌاري پنهنجي ڳوٺ ڪان لاڙڪاڻو دادو ڪان ٺٽينگ شريف، اتان شاهہ بلاول نوراني، لاهوت ڪان سسئي پنهون جون مزارون پيئي، اُتلِ ڪان هنگلاج ويا. بعد ۾ لس ٻيلو، خضدار ۽ قلات پهتا. ڪوئيٽا ڪان سرحد علائقي جو مشاهدو ڪري ديري غازيخان آيا ۽ سائين فريدڻ جي دربار ۾ پهتا- ۽ بعد ۾ سنڌ ۾ پهتا.

هندستان جي ورهاڱي ڪان پوءِ وري سير تي نڪتا- مگر ڪين اڳيون لطف نہ آيو- ۽ موٽي آيا- پاڻ اِنسان دوست ۽ صوفي مسلڪ رکندا هئا، ڪين انتقال آبادي يعني پاڪستان ٺهڻ ڪري، هِتان سنڌ مان هندو سنڌين جي لڏ پلاڻ ڏاڍو صدمون رسايو. ان ڪان پوءِ فڪر ۾ گذاريندا هُئا. اِنهي مشاهداتي سير بابت ڪيترن مَاڳن جو ذڪر شعر ۾ ڪيو اٿن. جيڪو سندن شعر ۾ نمايان آهي.

سيد علي گوهر شاهہ جي زندگيءَ ۾ مون پاڻ اڌ صديءَ تائين گاهے گاهے سندن شعرءِ محبت ۽ صحبت جو واس ورتو، ۽ سندن ڪلام ڳايو ۽ ڳوٺن ۾ وجي رهاڻيون رچايون، مون ڪان ڪجهہ وڏي عمر جا ڳائيندڙ فقير 1- باريچو فقير 2- رنگ علي فقير 3- بيسر فقير ڏهر 4- تراب علي فقير 5- رمز علي فقير 6- برڪت علي فقير ۽ 7- منهنجو ساٿي صيف علي فقير اهي سائينءَ جي ڪلام جا ياد حافظ هئا. جيڪي اڄ ناهن، ۽ اٿين ڪلام بہ ضايع ٿي ويو.

هونءَ بہ فقيرن جو فرمان آهي، تہ ”جيڪو آهي اڄ، صبحاڻي نہ هوندو صديق چوي.“ اِها ڳالهہ پروڙي، سائين علي گوهر شاهہ جي فِڪر ۽ محبت

واري عاشق ۽ فقير صفت اِنسان محترم ڊاڪٽر غلام قاسم چانڊيو ٻن سالن کان سنگت کي چوندو رهيو تہ سائينءَ جو ڪلام گڏ ڪري ڇاپرايو وڃي- پر ڳالھہ اڳتي نہ وڌي – نيٺ سائين انورالدين جتوئي ۽ سائين امير بخش عمراڻي حامي ڀري، امين فقير مشوري، سگهڙ حاجن جانوري پورهيت ميول فقير ملاح ۽ جام بجر عالماڻي ۽ ٻيا بہ انهيءَ راءِ ۾ شامل ٿيا.

تاريخ 11- جُون 2003 شام جو 1- سائين انور 2- حاجن جانوري ۽ آءٌ حافظ محمد بخش دادو اسپتال ۾ سگهڙ هادي بخش سينار کي پڇڻ ۽ ملڻ وياسون. جنهن جي غدودن جو آپريشن محترم ڊاڪٽر غلام قاسم ڪيو هيو- سائين ڊاڪٽر صاحب اسان جي پَرَ سان ڳوٺ هوت خان چانڊيو لڳ ڏيپارجا جو وينل آهي. هي ڊاڪٽر صاحب اِنسان دوست ۽ غريب نواز همدرد نوجوان آهي. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي مِرشد سيد علي گوهر شاھہ جي محبت ۾ ايترو تہ واڳيل آهي، جوھَر آچر تي درگاھہ تي اچي عقيدت جا گل نڇاور ڪندو آهي.

انهيءَ ڏينهن دادوءَ ۾ محترم ڊاڪٽر صاحب اسان کان وچن ورتو تہ سائينءَ جو ڪلام جيترو بہ هٿ اچي ان کي گڏ ڪري ڇاپرايو، ۽ سڀ خرچ آءٌ ادا ڪندس- ٻئي پاسي حالت هي هئي، تہ، سيد علي گوهر شاھہ جو ڪوبہ مُستند ڪلام گڏ ڪيل ڪونہ هو، سندس حياتي ۾ ڪن فقيرن جيڪو ڪلام گڏ ڪيو سو بہ اسان کي نہ ملي سگهيو. ڪجھہ ڪجھہ ڪچا بوڪ ڪِن فقيرن وٽ سانديل هئا. اهڙا بوڪ سنگت هٿ ڪيا- سيد نور محمد شاھہ، جام بجر عالماڻي، ميول فقير ملاح ۽ اُستاد امير بخش عمراڻي، فاروق فقير ۽ سائين انورالدين جتوئي ڪوشش ڪري ڇڱو مواد هٿ ڪري ورتو- ۽ ڪجھہ اميد جاڳي پئي- ۽ ڪلامُ کي سموهڻ ۾ ۽ ترتيب ڏيڻ ۾ لڳي وياسون. اهو ڪم ڏاڍو ڏکيو هو- پر نيٺ ڇاليهو ڇپائي پريس ڪاپي تيار ڪئي سون. اسان گويا پيڙهہ ٻڌي آ، ۽ ايندڙ وقت ۾ عمارت تيار ڪرڻ ۾ ايڏي ڏکيائي ڪانہ ٿيندي. جيئن تہ سائين سيد علي گوهر شاھہ هيئين صوفي فقيرن کان گهڻو متاثر هيو.

حضرت ڀٽائي، سچل، بيدل فقير، مصري شاھہ، خير محمد هيسباڻي، صابر فقير جتوئي ۽ محمد فقير کٽياڻ، انکري وائي ۽ بيت ۾ لطيفي رنگ نظر

ايندو تہ ڪلام ۽ ڪافيءَ ۾ محمد فقير ڪتياڻ ۽ خير محمد فقير ۽ مصري امام، تہ وري آزاد خياليءَ ۾ سچل سائين ۽ بيدل فقير جي رمز سمايل آهي. اصل ۾ سنڌ جي صوفي فقيرن جي ڪلام جو پنهنجو ”خاصو“ هو. سنڌ جي صوفين وٽ سنڌ جي تهذيب، تمدن ۽ ثقافت جو تشخص هو ۽ منهنجي اڀياس ۽ مطالعي ۾ اِها ڳالهہ چٽي آهي، تہ سنڌ جي صوفين، ڌڻيءَ جي ياد سان گڏوگڏ ”پاڻ“ سڃاڻڻ جو درس ڏنو. پاڻ سڃاڻڻ جو سبق اِنسان کي اِنسان سان محبت سيکاري ٿو– ۽ پوءِ ئي هندو مسلم جا ويڇا ختم ٿين ٿا– ۽ پوءِ ئي ماڻهوءَ کي اهو ماڻهپو ملي ٿو – تہ،

وسري نام نٿو، سونجھ نام آهيان،
آهيان عشق سچو، ڪسو ڪوڙ ناهيان.

انهيءَ هڪ ئي ڪلام ۾ ”تخلقوا باخلاق الله جو راز سمجھہ ۾ اچي ٿو.

بيو، تہ پنهنجي ڌرتي جي ٻوليءَ جا محافظ بہ اهي ئي صوفي آهن. جن شاعريءَ ۾ لفظ کي آئي ٻولي زندهہ ڪري ڇڏي. سيد علي گوهر شاهہ بہ انهيءَ عشق جي مدرسي کي آباد ڪيو. سندس شاعريءَ ۾ اهڙا سَوَهَا لفظ آهن. جيڪي اڄ سمجھہ ۾ نٿا اچن.

اسان اِنهيءَ ضرورت کي محسوس ڪندي، جيسين رتو راس ٿِئي، تيسين ٻيلي سان ئي ٻير، اسان ٻيلي سان پيريو آ– ان ڪري هِن گڏ ڪيل ڪلام کي پاڳو پهريون نالو ڏنو آ. خبر ناهي تہ ڪيترا ڪامياب ويا آهيون ۽ ڪلام کي سموهڻ ۾ پنهنجي پاران ڪيتري گهٽ، واڌ ڪجي ها– سا نہ ڪئي ويئي آهي جو تہ پوءِ اصليت نہ رهي ها.

سيد علي گوهر شاهہ جو وصال تاريخ 2-3 فيبروري 1990ع ۾ ٿيو. اُن وقت سيد سائين جا عزيز ۽ قريب ٻنهي طرفين، يعني ڏاڏنگ توڙي نانگ ۾ وڏي سگهہ، شان ۽ مَانَ وارا هئا ۽ آهن. ۽ انهن سيدن جو هٿ بہ ساڃو هو. پر ڪا ادب جي حد هئي. جو انهن سيدن، سائينءَ جي اڪيلي پيڻ جي احترام ۾ دخل نہ ڏنو.

اسان جي اکين جي آڏو پنج مهينا ۽ پنج ڏينهن گذريا تہ اسان کي تاريخ 7- جولاءِ 1990ع تي درگاهہ تي گهرائي چيو ويو تہ اڄ کان حڪم (خيال) ٿيو آ تہ سائينءَ جو روضو تيار ڪرڻو آ. اهو روضو سوا سال ۾ جڙي راس ٿيو

۽ اجا ڪم ٿيٺو هو، ته سائينءَ جي همشيره 1992ع ۾ وصال ڪيو. جيجان جي وصال کان پوءِ ڪم بند ٿيو، ۽ هڪ سِر به نه لڳي- اڄ به اهو روضو اڇي ڏسو- ته ايتري ٿوري وقت ۾ اهو ڪم ڪيئن ٿيو- پئسا ڪيئن آيا، سا عجب ۾ وجهندڙ ڳالهه آ- جڏهن ته مزورن، رازن ۽ روضي تيَ ڪم ڪندڙ پورهيت کي پگهر سُڪڻ کان اڳ ۾ اجرت ملندي رهندي هئي.

ضرور ڪم ماڻهن ڪيو، رتابندي ماڻهوءَ ڪئي، پئسا ماڻهوءَ ڏنا، کي فرشتا ڪونه هئا، ۽ ڪي جِنُ ڪونه هئا، هيءَ سڄو ڪم ماڻهن ڪيو، ان ڪري ڪِن ماڻهن جي.عظمت اعليٰ ٿيو وڃي. منهنجي مشاهدي موجب اُها عظمت، سائينءَ جي همشيره کي عطا ٿيل هئي. جنهن کي اِدب ۽ احترام وِچان سڀ ماڻهو جيجان سائنڻ سڏيندا هئا ۽ آهن. خيال، ادراڪ، اطوار، عِبادات ۽ ياءُ لاءِ محبت، ماڻهن لاءِ ماءُ وارو پيار جيڪو ڏنوسين، ۽ ڀُڏوسين، اُن آڏار هيءَ جيجان سائنڻ به سنڌ ۾ ويهين صديءَ جي بيبي رابع بصري هئي. انهيءَ جيجان جي وصال کان پوءِ، في الحال سڀ ڪم بَند پيل آ. جڏهن ته 11 سال گذري ويا آهن. اڳتي ڇا ٿيندو؟ سو راز خدا پاڪ ڄاڻي.

سائينءَ جي وصال کان پوءِ، ٻئي سال مِنيائين جي اديبن، ڪارڪن اِدبي وِڪ وڏائي ۽ ادبي ڪانفرنس جو اهتمام ڪيو. جنهن ۾ محترم ڪامريڊ مسرور چانديو، سهتا برادري، محترم آصف منياڻوي ۽ محترم امين چانڊئي ڏاڍي ڀِلي ڪوشش ڪئي. ۽ ڪتاب ڇاپرائڻ جي اپيلَ ڪئي ويئي. ٿوري وقت کان پوءِ محترم امين چانڊئي نوشهري ڪاليج ۾ سيد علي گوهر شاهه جي ياد ۾ ڪانفرنس سڏائي، جنهن ۾ ٻين عالمن سان گڏ اسان جيَ سنڌي ادبي سنگت جو مرڪزي سيڪريٽري جنرل محترم اياز گل صاحب سان گڏ محترم راشد مورائي ۽ ٻي سنگت شريڪ هئا. انهن سڄڻن به اهو سوال اٿاريو ته ڪتاب ڇاپرايو وڃي.

. تهان پوءِ منيائي شهر ۾ وڏي پيماني تي هڪ ڪانفرنس سيد علي گوهر شاهه يادگار ڪاميٽي پاران سڏائي ويئي. جنهن ۾ ان وقت ۾ نوشهريَ فيروز جي ڊي – سي صاحب محترم الهڏتي شر صاحب ۽ ضلعي جي ٻين اعليٰ آفيسرن بشمول خزاني جي آفيسر محترم تاج بلوچ صاحب ۽ تر جا وڏا زميندار به شامل ٿيا. انهيءَ ڪانفرنس ۾ صدارتي خطاب ڪندي محترم

الهڏتي شر صاحب به ڪتاب ڇاپرائڻ لاءِ رايو پاس ڪيو ۽ اڌ خرچ جو اعلان ڪيو ۽ ڪاميٽي وارن کي چيو ته ڪتاب تي خرچ جو حساب لڳائي ان جو اڌ خرچ مون کان اچي وٺو. انهيءَ اجلاس ۾ هڪ امير صاحب باقي خرچ ڏيڻ جو اعلان ڪيو. ان جو نتيجو ڪهڙو نڪتو، سا خبر ڪانهي. مان اهو عرض ڪريان ته اهي سڀ ڪوششون ۽ ارادا نيڪ هئا- پر ڪتاب نه اچي سگهيو. پوءِ ته قصوئي بيو تي ويو- ۽ اهڙيءَ طرح اڄ تيرنهن سال گذرڻ تي آهن. اهي تيرنهن ئي سال، هر سال عرس تي ڏينهن ملهايو ويجي ٿو، جنهن ۾ هزارين ماڻهو اچن ٿا، ۽ شاهپور جهانيان ۽ جمن پير جي قديمي ميلن وانگر هي ميلو به ايترو ئي لڳي ٿو- ڏک اهو آ ته انهيءَ ميلي ۾ بي سڀ رسم ٿيندي آ- پر سيد علي گوهر شاهه جيڪو سوچ ۽ لوچ جو امن ۽ محبت جو، سچ ۽ عدل جو فڪر ۽ ذڪر جو پيغام ڏنو، انهيءَ پيغام جي سلسلي ۾ ادبي ڪانفرنس نه ٿيندي هئي. پر سال - يعني 2002ع تي وري اديبن وڏي محبت سان ڪوشش ڪري ڪانفرنس جي اجازت پهريون پيرو سيد جي روضي واري ڪشادي اڱڻ تي ملهائڻ لاءِ ورتي- ۽ ڪانفرنس ۾ تمام سٺا اديب آيا- ۽ سيني اديبن وري به ساڳي اپيل ڪئي، ته ڪتاب اچڻ کپي. انهيءَ ڪانفرنس ۾ ڪجهه اُجالو نظر آيو جو سادات بنهي ترين شرڪت ڪئي. جنهن کي سيني احسن سٺوڻ سمجهيو، ۽ اهڙو مون اظهار صدارتي تقرير ۾ ڪيو. ڪتاب پڙهندڙن کي اها ڳالهه سمجهڻ کپي، ته انهن سيني اجلاسن ۾ سنگت مون کي به گهرائيندي هئي. ۽ سيني اجلاسن ۾ ڪتاب ڇاپرائڻ لاءِ اپيلون ڪيو سون، مگر خرچ ڏيڻ يا ڪرڻ لاءِ ڪو به اڳتي نه آيو.

ڪوڪو سالڪ سُرتيو سمجهي،
گوهر شاهه جو گيان.

هيءَ گيان ۽ علم جون ڳالهيون سمجهي ڪير!

سنڌ ۾ پئسن وارا ماڻهو پئسي ڪلچر ۾ گم آهن- سرڪار سڳوري کي سنڌ جي ٻولي ۽ ادب لاءِ ڪا به دلچسپي نه آهي.

مون جهڙا ۽ دردمند اديب مُفلس، رڳو اسان سيد علي گوهر شاهه جي ڏنل پيغام کي پُهچائڻ لاءِ؛

**ڳوهر شاهه ڳودڙي ليڙون، مَٿو منهنجو اگھاڙو آ.**
**وٺي فوجون فقيرن جون، ننگر نڪري نچايون مون.**

انهيءَ فرمان کي وتون عام تائين پهچائيندا: مون هِن سٽن لکڻ ۾ عام مهاڳ لِکڻ وانگر سيد جي ڪلام کي نه آندو آ. جيتوڻيڪ منهنجي سيني ۾ گهٽ ۾ گهٽ سَوَ جي اندر ٻول سمايل آهن. اهي ٻول ڪتاب ۾ آهن. اصل مقصد هيو ڪتاب ڇپجڻ جو، جنهن جو وستار ڪري چڪو آهيان.

هيءَ ڪتاب محترم ڊاڪٽر غلام قاسم چانڊيئي جي اشتياق جو مظهر ته آهي، پَر جيڪڏهن محترم انور جتوئي، محترم اَمير بخش عمراڻي ۽ محترم حاجن جانوري ساٿ نه ڏين ها، ته ڪتاب جو تيار ٿيڻ ناممڪن ٿي پوي ها- وڏي سگهه بخشي محترم ادريس جتوئي جنهن ميلي تي ڪتاب ڇپائڻ جو بار کنيو، محترم فقراء منجهان، فاروق فقير عمراڻي، ميول فقير ملاح، چام ٻجر عالماڻي، امين سائين مشوري، پنهل فقير ڪوسو ۽ حاجي محمد يوسف خاصخيلي ۽ محترم عزيز الله پنهور سيڪريٽري شاخ جتوئي نوان جو شڪر گذار آهيان. جن مواد ۽ صلاحون ڏنيون. جناب غلام مصطفيٰ فقير جو به شڪر گذار آهيان. جنهن ڪجهه ڳالهيون نوٽ ڪرايون. سيد نور محمد شاهه ڪيترو مواد ڏيئي مشڪور ڪيو. وڏو مشڪور آهيان تنيڙي افضل جو جنهن وڏي خدمت ڪئي.

**ڳَنڍجي ڳوهر شاهه، ڪيچ جي ڪنڪ ۾،**
**پنهنجي خاوند ساڻ خوش ٿي، ڪولي ڳمونگهٽ ڪلبو.**

**حافظ محمد بخش خاصخيلي**
نوان جتوئي

# گوهر شاهہ جو درس

• سنڌ سونهاريءَ جي سون ورني سرزمين مان ڪيترائي علم جا اڪابر، عالمہ، فقير، درويش، صوفي بزرگ ۽ شاعر پيدا ٿيا آهن. انهن مان هڪ صوفي بزرگ، شاعر سيد علي گوهر شاهہ بہ هو. سيد، پنهنجي فقيريءَ فهم سان خطي ۾ ماڻهن کي موهي وڌو ۽ صوفياڻي اسلوب هيٺ شاعري ڪندو رهيو. هن جي شاعري جي رمزڪي رند ئي پروڙي سگهن ٿا. سندس شاعريءَ ۾ وحدانيت، رسالت، امامت ۽ انسانيت جو درست سمايل آهي. سيد علي گوهر شاهہ جي شاعريءَ تي شاهہ لطيف، سچل سرمست، محمد فقير کٽياڻ، خوش خير محمد فقير، مهدي شاهہ ۽ ٻين صوفين جي شاعري جو اثر نظر اچي ٿو.

استاد امير بخش عمراڻي
(ٺوڙها)

# سالڪ جي خبر

• سنڌ ڌرتي، انيڪ املهہ موتي ۽ هيرا پيدا ڪا آهن وچولو يا ساهتي پرڳڻو تہ صوفين ۽ ڪامل درويشن سان پريو پيو آهي، سائين علي گوهر شاهہ بہ انهن منجهان هڪ آهي. منهنجو بابا گهنور خان رات جو بنا ساز جي سائين علي گوهر شاهہ جو بول ”بنا رحمت ربانيءَ جي، مُئن وٺ مال ڇا هوندو.“ ڳائيندو هو، جنهن جو هڪڙو بند مون کي ڏاڍو متاثر ڪندو هو.

”مٽي کان پوءِ وجي ڏس انهيءَ جسمات جو نقشو،
قبر تي ڏيہ ڪڪا جميل، هڏن جو حال ڇا هوندو.

اڳتي هلي فقير حاجي محمد يوسف خاصخيلي ۽ ميوو ملاح مون کي سائين جي ڪچهري ۾ وني ويا ۽ سالڪي جي خبر پوڻ لڳي.

سُگهڙ حاجن جانوري
(نوان جتوئي)

# فيض فهم جو ڏنو فقير

## (سيد علي گوهر شاهہ جي زندگيءَ ۽ شاعري جو مختصر اڀياس)

سنڌ ۾ ”ميلي“ جي روايت پراڻي آهي جتي هزارين ماڻهو اچي گڏ ٿيندا آهن. ”ميلو“ يا ”ميڙي“ جو مطلب آهي. هڪ ٻئي سان ملڻ جلڻ، سنڌ جا ميلا ۽ ملاکڙائي اسان جي ٻهراڙي جي ماڻهن اکيلي تفريح گاهہ آهن. جتي ڏينهن جا ٿڪل ٽٽل پورهيت ماڻهو راڳ، ساز ۽ ٻين تفريحي ڳالهين جي ذريعي پنهنجي دل ونڊرائيندا آهن.

ميلو، سنڌ جي ثقافت جو اهم حصو اهي. توڙي جو هاڻوڪا ميلا، تفريح ۽ وندر کان وڌيڪ ڪاروبار جو مرڪز بڻجي ويا آهن. انهن جي اها پراڻي اصليت برقرار نہ رهي آهي. هاڻي اڪثر ميلن تي شاهہ لطيف، سچل سرمست ۽ روحل فقير جي ٻولي جي بدران ٽئيٽرن جو بي مقصد گوڙ ۽ ٻيون ٻي سڙيون ٻوليون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون. ڪجهہ وقت اڳي امن ۽ سکون جي جڳهہ تي، بدامني، تشدد ۽ بربريت جي لهر سنڌ کي وڪوڙيو هو. سنڌ جي پرامن فضا دونهين سان ڀرجي وئي هئي ۽ سنڌ جي فضائن ۾ يڪتاري، تنبوري ۽ سنگيت جي سرن بدران ڪلاشنڪوف جا ٺڪاءَ گونجندا هئا. شاهہ لطيف، سچل ۽ ٻين صوفين جي سرزمين کي امن جي سرزمين جي بدران جيئرو دوزخ بنايو ويو هو. اهڙي صورتحال سبب سنڌ جي اندر صوفين جي صدين کان قائم ڪيل اعليٰ اخلاقي روايتن کي تمام گهڻو نقصان رسيو. اها سنڌ، جنهن ۾ هندو توڙي مسلمان، شيعا توڙي سني، هڪ ٻئي جي عبادتگاهن ڏانهن عزت ۽ احترام سان ويندا هئا. اها سنڌ، جتي ڪنور ڀڳت ۽ ماسٽر چندر جي آوازن تي ماڻهو جهومندا، نچندا هئا. انهيءَ سنڌ ۾ ”مستقل مفاد ٽولي“ پاران اهڙي سازش سٽي وئي، جو مسجدن ۽ امام بارگاهن تي حملا ڪيا ويا. نماز پڙهندڙ ماڻهو شهيد ڪيا ويا ۽ شهرن توڙي ٻهراڙين ۾ بيگناهہ

۽ معصوم انسانن جو رت وهايو ويو. اهڙين حالتن ۾ سنڌ جي صوفين جون درگاهون جتي مريدن، خادمن کي روحاني فيض ۽ انسانيت جو درس ملندو هو، اتي ڪوڙ سارين درگاهن تي انسان زنجيرن ۾ قيد ۽ وڻن سان ٻڌل نظر آيا. اخباري رپورٽن موجب: ڪجهه وقت اڳ اهڙي ظلم جو مثال درگاهه فاضل شاهه، شاهه يقيق ۽ عبدالله شاهه اصحابي تي نظر آيا. سکر جي پاسي ڏانهن ته سنڌ هاءِ ڪورٽ جي اڳوڻي چيف جسٽس جناب ناصر اسلم زاهد جي حڪم تي هڪ درگاهه تان زنجيرن ۾ ٻڌل ماڻهو ڇڏيا ويا. افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته هن وقت اسان جي صوفين ۽ درويشن جي اڪثر درگاهن تان تصوف واري فلسفي کي نيڪالي ڏني وئي آهي ۽ ان جي جاءِ ۽ ٻين اجاين ڳالهين والاري آهي. تصوف ڇا آهي؟ ان جون ته صوفين ۽ عالمن ڪيئي تشريحون ڪيون آهن. صوفي رڳو "تارڪ الدنيا" نه آهي نه ئي مونن ۾ منهن هڻڻ وارو صوفي آهي. سنڌ ڌرتي جي صوفين شاهه عنايت شهيد کان وٺي مخدوم بلاول تائين، سچل کان وٺي بيدل تائين سيني جبر ۽ ڏاڍ جي خلاف مزاحمت ڪئي آهي. تنڌي ڪنڌ جي پوري تاريخ تي نگاهه وجهبي ته ڏسڻ ۾ ايندو ته صوفين ملائيت، بنياد پرستي، جاگيرداري ڏاڍ ۽ جبر جي سخت مخالفت ڪئي آهي ۽ وڏي واڪي "اناالحق" جو نعرو بلند ڪيو آهي. هن وقت به اسان کي تشدد پسندي، فرقي پرستي، نسل پرستي، ڪرپشن، جهالت، محاذ آرائي ۽ غربت واري ماحول ۾ ايڪيهين صدي ۾ داخل ٿيڻ بدران صوفين جي امن، پيار، محبت، مذهبي رواداري، انساني ڀائپي ۽ ترقي واري پيغام کي ڪٺي اڳتي وڌجي. سنڌ کي روحاني ۽ فڪري طرح مالا مال ڪجي. سنڌ، جنهن کي علاما آءِ آءِ قاضي جي چوڻ موجب: سڄي دنيا جي فڪري رهنمائي ڪرڻي آهي. دنيا کي اتحاد انساني، گڏيل سهڪار، امن عالم ۽ ترقي جو پيغام ڏيڻو آهي. علاما صاحب جي ڳالهه پنهنجي جڳهه تي اهميت واري آهي. پر تصوف جي سيني پاسن ڏانهن نگاهه رکڻ گهرجي. تصوف جي مثبت پاسن کي اُجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اسان وٽ تصوف کي يا ته ماڻهو جيئن جو تيئن قبول ڪن ٿا يا وري مڪمل رد ڪن ٿا. ٻنهي ڌرين وٽ پنهنجا پنهنجا دليل آهن. منهنجي نظر ۾ اهي ٻه ئي ڳالهيون درست نه آهن. ها ان ڳالهه تي به تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي ته سنڌ جو "تصوف"، دنيا جي

ٻين اهڙين وحدانيت وارين تحريڪن کان ڪهڙين ڳالهين ۾ مختلف آهي. ڇا انهن ”تصوف“ جي مڙني تحريڪن ۾ بنيادي قدر ساڳيا نہ آهن؟ ڇا سنڌ جو ”تصوف“ خالص سنڌ جي پيداوار آهي؟ يا ان تي بہ دنيا جي ڪن ٻين اهڙين تحريڪن ۽ هلچلن جو اثر آهي اهي ۽ اهڙن ٻين سوالن تي وڌيڪ گهرائيءَ سان غور ۽ فڪر ڪرڻ جي ضرورت آهي.

اڄ اسين سنڌ جي هڪ صوفي درويش شاعر ”علي گوهر شاهہ“ جي ميلي جي موقعي هن ادبي ڪانفرنس ۾ گڏ ٿيا آهيون. سيد علي گوهر شاهہ جي ٽين روسي آهي. ”سيد علي گوهر شاهہ“ بہ انهن صوفيائن روايتن جو تسلسل آهي. جن جديد دور ۾ صوفين وارو پيغام ڏنو ۽ شاعري کي پنهنجي فڪر جي پرچار جو ذريعو بنايائون، پاڻ شاعري کي پنهنجي اندر جي اُڌمن جو اظهار سمجهيائون ۽ ٻي خوديءَ ۾ اچي ڪيترا شعر لکيائون.

سيد علي گوهر شاهہ جو جنم ڳوٺ ”نانگي شاهہ“ سال 1916ع ۾ ٿيو. سندس والد جو نالو سيد امير علي شاهہ هو. والد جي وفات کان پوءِ ڪڇي ۾ ڪاريجا اول ۾ رهڻ لڳا. درياهہ جڏهن ڪڇي کي پاڻي ويو تہ پاڻ مٺيائي ويجهو ”ڳوٺ“ ڪاريجا ۾ اچي رهيا ۽ پنهنجو فيض شروع ڪيائون. زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين اُتي رهيا ۽ ڪجهہ سال اڳ سال 1990ع ۾ وفات ڪيائون. پاڻ لکڻ ۽ پڙهڻ ڄاڻندا هئا. سندس هٽ اکر ڪافي فقيرن وٽ موجود آهن. جديد علمن مان جاگرافي ۽ تاريخ ۾ دلچسپي وٺندا هئا. ديني مسئلن جي ڄاڻ رکندا هئا ۽ طب مان بہ ڄاڻندا هئا پاڻ شروع ۽ آخر ۾ صوفي مت سان لاڳاپيل رهيا. ڳوٺ لوڙها جي ڪافي بزرگن جي ڏنل ڄاڻ موجب سيد علي گوهر شاهہ پاڻ ڳائيندا بہ هئا. هڪ فقير ٻڌايو تہ سائين، صوفي خيال جو هوندو هو، ڪيس گيڙو ڪپڙا، سوني دُرڪن ۾، پير اگهاڙا هوندا هئا ۽ هو برڪت فقير، سيف علي فقير ۽ تراب فقير سان لوڙهن ۾ گڏجي ڳائيندو هو.“ سندس زندگي ۾ فڪري لاها، چاڙها ايندا رهيا، ڪجهہ وقت پاڻ ”اهل تشيعت“ جي خيال جا رهيا. ان کان پوءِ ڪجهہ وقت لاڙڪاڻي واري سائين ”پير ”غفاري“ وٽ هر ماهہ جي پهرين جمعي تي نماز پڙهڻ ويندا هئا. ان کان پوءِ وري طريقت جي رستي تي هليا، سندس مکيہ مقصد سدائين ساڳيو رهيو. اهو هو خدا جي هيڪڙائي ۾ يقين رکڻ ۽ انسانن جي خدمت سان رَب کي

راضي رکڻ. پاڻ سنڌ جي عام پيرن وانگر ”ڏن“ ڏوکڙ وٺڻ جا قائل نہ هئا. جڏهن ڪير نذرانو ڪٺي وٽن ويندو هو تہ پاڻ اُن کي چوندا هئا. ”هيءَ ڪٺي وڃي ڳوٺ جي غريب کي ڏي تہ خدا توتي راضي ٿيندو“ پر جي ڪو مريد ضد ڪري نذرانو رکي ويندو هو تہ پاڻ ضرورتمند مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. پاڻ هڪ شعر ۾ دان پنڻ کي عيب قرار ڏين ٿا:

## ”شاهي شان منهنجو، ڪيئن دان پنان“

جيڪو بہ مال، وٽن هوندو هو، ان مان اڪثر غريبن کي ڏيندا هئا تہ جيئن اهي کير پين، انهن کي چوندا هئا تہ ”جيستائين جانور جيئرو آهي. اهو تنهنجو آهي، باقي ڪاسائي جي حوالي نہ ڪجانءِ“

جهنگلي جيوت سان کين بيحد پيار هوندو هو. اُن کي خدا جي مخلوق سمجهي پيش ايندو هو. ڪيترن ئي پکين وڪڻڻ وارن کان پئسن تي رنگ برنگي پکي وٺي اڏاري ڇڏيندا هئا. انساني عزت ۽ وقار جو تمام گهڻو خيال ڪندا هئا. آخري عمر ۾ جڏهن کين فالج ٿيو تہ بہ وَس ڪندي پاڻي پيئڻ لاءِ ٻئي ڪنهن کان نہ گهرندا هئا ۽ ماڻهن کي پيرين پوڻ نہ ڏيندا هئا. ڇاڪاڻ تہ ان کي انسان جي تذليل سمجهندا هئا.

هڪ ڀيري ڳوٺ نوان جتوئي ۾ قاضي غلام نبي ۽ ٻين گڏجي اسٽيج ڊراما تيار ڪيو. ان ڊرامي جي وچ ۾ کين شاعري جي ضرورت پيش آئي تہ انهن فقير غلام حسين ڪنير نوڙهن واري کي چيو تہ فقير تون وڃ ۽ سائين علي گوهر شاهہ کان ڊرامي جي موضوع جي مناسبت سان ڪجهہ شعر لکرائي اچ. فقير غلام حسين جيئن سائين کي شعر لکڻ لاءِ عرض ڪيو تہ سائين کيس چيو تہ ”بابا! مان تڪبندي وارو شاعر ناهيان، نہ ئي مان ناهي ۽ رٽي شاعري ڪندو آهيان، پر منهنجي اندر ۾ جنهن بہ وقت جذبن جو اڀار پيدا ٿيندو آهي، تہ مان شعر چوندو آهيان“ معلومات موجب سيد علي گوهر شاهہ خودي ۾ اچي شعر چوندو هو جنهن ۾ پوءِ سڏارا ۽ واڌارا ڪيا ويندا هئا. شعر ناهڻ کان پوءِ اهي فقيرن کي ملندا هئا. جيڪي انهن کي ڳائيندا هئا. علي گوهر شاهہ جي اها شاعري چشم علي فقير، برڪت فقير (نوڙهن وارو) رمز علي فقير، تراب فقير ۽ ٻين ڳائي، جيڪا پوءِ ڦهلجي وئي ۽

سنڌ جي ناميارن راڳين ڳائڻ شروع ڪئي. هن وقت بہ اها شاعري جلال چانڊيو، عثمان فقير، استاد انور الدين جتوئي، فقير قلندر بخش خاصخيلي، سوڍل لغاري، غلام رباني چانڊيئي، پنهل فقير ۽ ٻيا صوفي راڳي ڳائي رهيا آهن.

هڪ ڀيري مان ٻلهڙيجي، موهن جي دڙي جي ويجهو فقير يار محمد پيرزادي جي مئخاني تي فيض پيرزادي سان گڏجي ويس. اُتي فقير جي واتان سيد علي گوهر شاهہ جون هيٺيون مشهور شعر ٻڌم:

وسري نام نہ ٿو، نج نام آهيان،
آهيان عشق سچو، ڪسو ڪوڙو ناهيان.

فقيرن ٻڌايو تہ اسان کي اها خبر ڪانهي تہ شاعر ڪٿان جو آهي. باقي صوفيءَ جي ٻولي آهي. اها اسان سيني جي آهي، پوءِ مون کين ٻڌايو تہ هن شعر جو تخيلقڪار اسان جو ڳوٺائي آهي ۽ اڃان حال حيات آهي. فقير صوفي درويش آهي. تہ سائين جي شاعري اهڙي طرح سڄي سنڌ ۾ ڦهلجڻ لڳي.

سيد علي گوهر شاهہ جي محمد فقير کٽياڻ، محمد فقير هيسباڻي، جهانيان وارا سائين، مهدي سائين جن سان کين محبت هوندي هئي. شاعري جو شوق کين ننڍي وهي کان هوندو هو. سائين جي اڪثر صحبتي فقيرن جو چوڻ آهي تہ اسان جڏهن سائين کي ڏٺو تہ اهو شاعري ڪندي نظر آيو.

مرحوم رمز علي فقير نوان جتوئي واري کان ”تحت اللفظ“ دريا خان فقير جو هيٺين شعر ٻڌائڻ جي فرمائش ڪندا هئا.

اٿي جاڳ جائي، پوئي ڪل ڪائي،
جاڳڻ ريءَ جاليندين، سورن ۾ سدائين
(دريا خان فقير)

ان ڪانسواءِ ٻُلا شاهہ، سچل سرمست خوش خير محمد فقير هيسباڻي، مصري فقير ۽ ٻين صوفي شاعرن جي شاعري وڏي دلچسپيءَسان ٻڌندو هو. انهن صوفي شاعرن جي شاعري جو اثر سندن شاعري تي پڻ آهي.

محمد فقير کٽياڻ سان ايتري تہ محبت هوندي هين جو هڪ ڀيري ڊاڪٽر قاسم چانڊيئي کي ٻڌاياءون تہ ”آنءَ جڏهن ننڍو هوندو هوس تڏهن

پيسو، پيسو گڏ ڪري رکندو هوس ۽ پوءِ سيوهڻ شريف مائٽن سان گڏجي، محمد فقير کٽياڻ سان ڪچهري ڪرڻ ويندو هوس" ڪنهن سيد علي گوهر شاهہ کان پڇيو تہ اوهين طالب ڪنهن جا آهيو؟ تہ پاڻ چيائون تہ اهو سوال وڃي، پنهنجن وڏڙن کان پڇ، اهي توکي ٻڌائيندا."

سيد علي گوهر شاهہ جي شاعري ۾ ڪافيون ۽ بيت شامل آهن. پاڻ وچ ۾ ڪنهن خيال ۾ اچي شاعري درياهہ ۾ اُڇلاياڻون، پر پوءِ فقيرن گڏجي سائين جن جي حياتي ۾ ئي شاعري ڪي ڪٺي ڪيو. ڪجهہ وقت اهي شاعري جا مختلف صنفن وارا بوڪ فقير عبدالڪريم سومري ٺوڙهن واري وٽ مون ڏٺا هئا. ان کان پوءِ سائين جي فقيرن شايد اُن کان ورتا.

مون ننڍپڻ ۾ پنهنجي علائقي جي جن ٻن شاعرن جا شعر پنهنجي ڳوٺ جي صوفين واتان اڪثر عيدن ۽ شادين جي موقعي تي ٻڌا، انهن مان هڪ شاعر محترم حاجي امام بخش خان جتوئي صابر هئا ۽ ٻيو سيد علي گوهر شاهہ هو. انهن جا ڀريان ٻول منهنجي ڪن تي پيا.

محترم حاجي امام بخش خان صابر جو شعر:

**حبيب خدا هر داغمخوار هي،**
**محمد نبيان دا سردار هئي،**
**جنهان داجهان وچ، ڪوئي ملهہ نهين،**
**اي صابر تنهان دا طلبگار هئي.**

۽ سيد علي گوهر شاهہ جو اهول ٻول:

**آيا محمد مور، مور، اسان ويسون تنهن توں گهور،**
**ڪالي پؤنروَسيهر وانگي، زلفان چلي چلي،**
**حوران پريان حيران هويان، رخ دي ويک تجلي،**
**تاب عشق دا ڪون جهلي، قائم حسن ڪمال هي، لال هي.**

سيد علي گوهر جي شاعري سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري جو تسلسل آهي هن جي شاعري فڪري طور وحدة الوجود واري لاڙي جو مڪمل اظهار آهي. اهڙو اظهار پاڻ هيئين ريت ڪيو اٿن.

**ڪري لوڪ پيو، نالو ياد منهنجو،**
**سواءِ من جي هتي آهي ڪير پيو،**
**هي، هو هڪ ٿيو، وچان غير ويو،**
**ڪعبو پاڻ ٿيس، ڪعبي ڪيئن ڪاهيان،**
**وسري نام نتو نج نام آهيان،**
**آهيان عشق سچو، ڪسو ڪوڙو ناهيان.**

صوفي مت جي مذهبي رواداري واري جذبي جو اظهار هن ريت ڪيو اٿس، سيني مقدس ڪتابن جي تعليم کي بهتر سمجهندي چيو اٿن تہ:

**ڪاٿي پوٿيون يار پڙهون، ڪاٿي پڙهون قرآن،**
**ساڌو دَم دَم ڪن سلام.**
**ڪاٿي گر گوهر شاهہ آهيون، گنگا جمنا وچ سنان،**
**ساڌو دَم دَم ڪن سلام.**

سيد علي گوهر شاهہ وٽ محبوب سان ملڻ منزل نہ آهي، پرين جي وڇوڙي ۾ ئي غم ۾ گلزار ٿيڻ ئي سڀ ڪجهہ آهي.

شاهہ لطيف چيو تہ:

**ڳوليان، ڳوليان مَ لهان، شال مَ ملان هوت (شاهہ)**

سيد علي گوهر شاهہ چوي ٿو تہ:

**محبوب جو ميلاپو منظور ناهي مون کي،**
**گياني گدا گوهر شاهہ، غم ۾ گلزار آهيان.**

سنڌ جي لوڪ داستانن کي تمثيل بڻائي سيد علي گوهر شاهہ شاعري تخليق ڪئي آهي. مارئي جي علامت کي وطن دوستي جو اُهڃاڻ بنائي قيد ۾ مارئي جي جذبن جو اظهار هن ريت ڪيو اٿس.

**ڏيهہ اباڻو، ڏيهہ ڏاڏاڻو، ويندي مِلڪ مليرِ،**
**ڏسندس ڏيهہ اباڻو.**
**پٽسي ملڪ مارن جو، ٽيڙم ۾ ساهہ سڌير،**
**ڏسندس ڏيهہ آباڻو.**

سيد علي گوهر شاھ جي شاعري ۾ عشق، پيار ۽ محبت جو جذبو ڀرپور نموني سان موجود آھي. ڇاڪاڻ تہ ھن عقل کي سڀ ڪجھہ نہ سمجھيو پر عشق کي اوليت ڏني. عشق ۾ نيڻن جي نينھن جو نظارو بيان ڪندي ٻڌائي ٿو تہ نيڻن جو نينھن جڏھن سھڻي کي لڳو تہ سھڻي آڌي رات جو ٻيلي ۾ گجندڙ شينھن کان بہ نہ ڊني، مجنون جي مٿان بہ محبت جا مينھن وسيا. اھا خبر انھنکي ھوندي جن جي دل تي چوٽ لڳل ھوندي.

اھڙو نيڻن جو نينھن، جن کي لڳو آ خبر انھن کي،
عشق مجنون کي بر ۾ بيماريو، مٿي تي محبت مينھن.
جن کي لڳو آ خبر انھن کي.
اٿي آڌي آئي ٿي سھڻي، توڙي گجن ٻيلي شينھن،
جن کي لڳو آ خبر انھي کي.

يا وري عشق ۾ رانجھن تخت ۽ وزارتون ڇڏي ڪيئن جوڳي بڻجي ٿو.

عشق اصل ڪئون آھي امير، جن وٽ آيو خبر انھي کي،
رانجھن بڻجي جوڳي آيو، ڇڏيائين تہ پنھنجا تخت وزير.

سيد علي گوھر شاھہ محبوب جي بي رُخي کي بيان ڪندي ڪيس اھو پڻ احساس ڏياري ٿو تہ تنھنجي اکڙين ۾ ڪنھن امر خمار جو جلوو آھي، جنھن جي ڪري تو وٽ وڏا سلطان بہ اچي قيد ٿين ٿا.

نھارين ڇو نٿو مون ڏي، منھنجا محبوب مستانا،
اوھان جي ڪاڻ مون ڪيڙا، پنھنجا ھيءَ حال بيگانا،
اوھان جي ٿي اکين ۾ آ، امر خمار جو جلوو،
پسي خود ناز نيڻن جا، اچي ٿيا قيد سلطانان.

۽ جڏھن اھڙو عشق ۾ ويڇوڙي جي واءُ گھلي ٿو، تہ ماڻھو ڪيئن گلين ۾ ديوانو بڻجي ٿو. ان ڪيفيت کي سيد علي گوھر شاھہ پنھنجي مشھور ڪافي ۾ ھيئن بيان ڪيو آھي.

توڙيو يار وڃين ٿو، ھزارين دليون،
ڳالھيون سورن جون، سڄڻ ڪنھن سان سليون.

**جنهن ويل اچي، موڪلايو يار مون ڪان،**
**تنهن وَيل ويو، سنسار مون ڪان،**
**پڇي. ڪو نہ ٿو، پيو ڪم ڪار مون ڪان،**
**ٿي ديوانو ڳوليم ڳوٺ ڳليون.**

انهي مجازي عشق ۾ پڇي جڏهن راس ٿئي ٿو تہ حقيقت جي منزل ڏي ڪاهي ٿو ۽ پوءِ ”فهم“ جو فيض ملندي ئي گوهر شاهہ جا سڀ غم لهي وڃن ٿا.

**غازي گوهر شاهہ غم لهي ويا، فيض ”فهم“ جو ڏنو فقير.**

اهو ساڳيو ”فهمؔ“ آهي. جنهن سان لطيف پڻ پرين کي پسڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پوءِ!

**تنهنجي عشق ڪئي اظهاري، ناياب سنگ نرواري**

يا وري:

**چهرو سچن جو گل گوهر شاهہ،**
**ڪوڙن جو رُخ پيلو آ،**
**سوا گهڙيءَ جو ميلو آ،**
**پوءِ هر ڪو يار اڪيلو آ.**

ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سيد علي گوهر شاهہ سان محبت ڪندڙ سڀ دوست اڳتي وڌي ان جي شاعري جي ڪتاب جي ڇپائي جو بندوبست ڪن تہ جيئن سندس شاعري جي سرهاڻ سان سڄي سنڌ واسجي وڃي.

(20-11-1996 علي گوهر شاهہ ادبي سنگت پاران منيائي ۾ ٽين ساليانی عرس جي موقعي تي رَڇايل رهاڻ ۾ پڙهيل مقالو)

**ادريس جتوئي**
**(نوان جتوئي)**

••

بسم الله الرحمان الرحيم

# تصوف ڇا آهي؟

**نڪا اِبتدا عبد جي نڪا اِنتها**
**سي وڃڻ ڪي ويا، جن سڃاتو سپرين**

تصوف ڇا آهي؟ تصوف ڪڏهن شروع ٿيو يا سندس ابتدا ڪڏهن ٿي؟ هن مضمون ۾ اسين مختصر طور مٿي ذڪر ڪيل سوالن جي جواب کي تلاش ڪري، سامعين و ناظرين جي سامهون پيش ڪنداسين. باقي هن نحربي ڪنار جي سير ۾ ٽُبي هڻي، اونهي عميق مان اَمُلهه ماڻڪ چونڊي هٿ ڪري ڏيکارڻ ڪن ڪاملن جو ڪم آهي.

**ايءُ ڪَتِ غواصن جيئن سموند سوجهيائون**
**پيهي ويا پاتار ۾، ماڻڪ ميڙيائون**
**آٽي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سين**

تصوف ڇا آهي؟

منهنجي خيال مطابق تصوف قلب جي صفائي جو علم آهي، جنهن سان انسان کي خود شناسي ۽ خدا شناسي حاصل ٿئي ٿي. هِن ۾ حڪمت ۽ فلسفو به آهي ته دينيات ۽ اعليٰ اخلاقي قدرن جي پاسداري به آهي. هي علم صرف تصوراتي يا ديومالائي نه آهي بلڪ مطالعي سان گڏ مجاهدي ۽ مشاهدي جو علم آهي. هن تصوف جي ٿيوري کي سمجهڻ لاءِ پريڪٽيڪل نهايت لازمي آهي. جيئن ذڪر سان گڏ فڪر، عبادت سان گڏ رياضت، گوشهٔ نشيني سان گڏ خدمت خلق وغيره عرف عام ۾ تصوف کي عِلم لُدني به چئجي ٿو يعني باطن جو علم.

تصوف عمل جي دعوت ٿو ڏئي، هِن راه جو پانڌيئڙو، ڪامل يقين،

گوهر مقصود کي ماڻڻ جي اَٽل خواهش ۽ عشق جي اعليٰ صفات سان آراستہ ۽ سينگاريل هجي، ڇاڪاڻ تہ طَلَب سالڪ جي لاءِ پهريون قدم آهي. طَلَب اُن کان مجاهدو ڪرائيندي مجاهدو اُن جي باطن کي صاف ڪندو. هُو نفس جي اجاين خواهشن کان آزاد ٿي پوندو ۽ ان جي دِل آئيني وانگر صاف ۽ روشن ٿي پوندي جنهن ۾ هو ديدارِ جمال دوست جو جلوو پَسي پنهنجي مراد حاصل ڪندو، جيڪا هر طالب جي مُدَعا ۽ مقصد آهي.

**ڪَنڌِيءَ اُڀيون ڪيترين سَاهڙ سَاهڙ ڪَن**
**ڪِنين سانگو ساھہ جو، ڪي گهوريس ڇيو گهڙن**
**ساهڙ سندو تَن، گهَا گهائي گهڙِن جي.**

تصوف روايتي دين، مذهب کان نيارو هوندي بہ دين کان جُدا ناهي بلڪ دِين جي بنيادي اصولن کي پاڻ ۾ سموهيندڙ آهي ۽ انهن سيني چڱاين ۽ سچاين جي حفاظت ڪري ٿو جيڪي دين جي بنياد آهن. جهڙوڪ الله جي وحدانيت کي تسليم ڪرڻ، مخلوقات سان محبت، اونچ نيچ ۽ ذات پات جو فرق ختم ڪرڻ، وعده وفائي ۽ صلح ڪُل جو عملي طور نمونو پيش ڪرڻ وغيره.

آدم عليه السلام کان وٺي پيغمبر آخر زمان ﷺ تائين، دين ساڳيو رهيو آهي الله خالق ڪائنات، هر علائقائي قومن ۽ گروهن ڏي سندن قوم مان هڪ هدايت جو رستو ٻڌائيندڙ هادي موڪليو آهي. دين اهو ئي ساڳيو آهي. بنيادي اُصول ساڳيا آهن. سونهن ۽ سچائي جا معيار پڻ ساڳيا آهن. صرف ظاهر ۾ صفا تي صورتن ۾ تبديلي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. مصور اُهوئي ساڳيو آهي تصوير ۾ رنگ نوان نوان پريل آهن.

**ڪوڙين ڪاياڻون تنهنجيون، لکين لک هزار**
**جي سڀ ڪنهن جيءَ سين، درسن ڌارو ڌار**
**پرنيئم تنهنجا پار، ڪمڙا ڇنئي ڪمڙا چوان**

تصوف اُهو علم آهي جنهن جي حاصل ٿيڻ سان انسان کي هن ڪائنات جي اسرار و رموز جي ڄاڻ ملي ٿي. هن سنسار جي خالق اڪبر جي قدرت ۽ ڪاريگري، حڪمت ۽ حسن جو ادراڪ ٿئيٰ ٿو. انسان کي سندس

اصل حقيقت ۽ اهميت پڻ معلوم ٿئي ٿي. عبد ۽ معبود جي وچ ۾ جيڪو لطيف ۽ نازڪ رشتو آهي ان جي پَروڙ پئي ٿي. انسان اَزَل ۽ ابد جي ڳاڻيٽي ۽ شمار کان ڇُٽي ٿو، زمان و مڪان جي قيد کان آزاد ٿي الانسان سِري وانا سره جي راز کي ڄاڻي ٿو. قطرو قلزم سان ملي خود قلزم بنجي ٿو روحل سائين فرمائي ٿو:

جي تون پاڻ سڃاڻ تہ آهين قيمت سندو قطرو
ڪيڏي ڇڏ قلب مان مدائي جو ماڻ
پري نهارڻ پرينءَ کي آهي ڇتّن سندو ڄاڻ
نِت سائين تو سان ساڻ. آهي راتو ڏينهان روحل چوي.

ڀِٽائي صاحب فرمايو:

پاڻي پسڻ هيڪڙو. لهرين لک لِباس
اونهي ٿنهن عميق جا واري ڇڏ وماس
جيت نِهايت نينهن جي. اتِ ڪو پهچي خاص
ترڻ جي تلاش. لاهہ تہ لالن لڳ ٿئي

بيدل بادشاهہ هيئن ٿو سمجهائي:

ايڪائي ۾ ايڪ ٿي سيائي صفات
دين ڪفر نابود ٿيو طئي ٿي طلسمات
دُور ڪري درجات. مڙيائي محيط ٿيو

تصوف ٻڌائي ٿو تہ انسانيت ڇا آهي. انسان جو اصل مقام ڇا آهي ۽ تخليق آدم جو مقصد ڇا آهي. هي دارالفنا جي زندگي عارضي آهي، جيئن مشهور آهي ڪُل شيءِ يَرجع اِلا اَصله. هِن مانجهاندي جي ماڳ کي پنهنجو اصل وطن نہ سمجهڻ کپي. تصوف فڪر جي دعوت ٿو ڏئي تہ ڪٿان آيو آهين ۽ وري موٽي ڪاڏي ويندين، تصوف تزڪيہ نفس جو ڏَس ڏئي ٿو.

نفس اماره، نفس لوامه، نفس مُطمئن ڇا آهن. وحدت الوجود ڇا آهي وحدت الشهود ڇا آهي. همه اوست ۽ همه از اوست ۾ ڪهڙو فرق آهي هي سڀ حقيقتون اسان کي تصوف ذريعي معلوم ٿين ٿيون.

هِن فاني جهان، جنهن ۾ اسين رهون ٿا ان کي ناسوت سڏيو ويو آهي ان کانسواءِ علاوه جيڪي جهان آهن مثلاً ملڪوت، جبروت، لاهوت وغيره انهن جي پهچان ڪهڙي آهي. خود حضرت عشق جنهن لاءِ اِهو يقين سان نٿو چئي سگهجي ته مخلوق آهي يا غير مخلوق آهي. بظاهر نظر نه ايندي به سڀ ۾ موجود آهي لوهه ۾ چقمق جي طاقت آهي، گل ۾ خوشبوءِ آهي، حُسن ۾ ڪشش آهي، شمع کي پرواني سان ڪهڙي نسبت آهي. چنڊ کي چڪور سان ڪهڙو تعلق آهي. بلبل ڇو گل لاءِ ديواني آهي.هي سڀ راز بظاهر عقل ۽ خرد، حڪمت ۽ دانائي، فهم و فراست کان ڳجها آهن مگر انهن رازن کي تصوف ئي سمجهائي ٿو.

تصوف کي سمجهڻ لاءِ به ڪامل هادي جي ضرورت آهي. جڏهن ته هر هنر ۽ علم، فن ۽ سائنس کي سمجهڻ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ڪامل اُستاد جي ضرورت هوندي آهي، ته تصوف به صوفي کي سمجهه ۾ ايندو ۽ صوفي سالڪ ئي اُن کي سمجهائي به سگهندو. مگر صوفين ان لاءِ هڪ شرط رکيو آهي ته:

هي ڪَن ڳاڙها وڪٽي، پياڪَن ڳنهيج
ٿنين ساڻ سٽيج، سپيريان جي ڳالهڙي

تصوف ڪڏهن شروع ٿيو؟

تصوف جي شروعات به هِن ڪائنات جي شروعات سان گڏ آهي. اُها عظيم هستي جنهن کي حق سڏجي ٿو سا مطلق حُسن و جمال به آهي ۽ مطلق خير به آهي هِن زمان و مڪان کان اڳ جڏهن ڪائنات ۾ ڪابه شي نه هئي، عدم وجود هئو تڏهن اُن پاڪ هستي وحدانيت جي حالت ۾ پاڻ ئي پنهنجي نُور جو تجلو پئي ڪيو پوءِ اُن ڪامل حُسنِ اِلاهي کي پاڻ ظاهر ڪرڻ جي جنبش پيدا ٿي.

ڪُنتُ ڪَنزً مَخفِياً، فَاَحَبتُ اَن اُعرَف، فَخَلقتُ اِلخَلقَ لِاعَرِف

مطلب ٿيو "مان هڪ لڪل خزانو هئس، خواهش پيدا ٿي ته پاڻ سڃاڻايان، تنهن ڪري مون خلق کي پيدا ڪيو ته آئون سڃاڻڻ ۾ اچان" پوءِ اُن پاڪ هستي فرمايو "ڪُن" يعني ٿي پؤ "فيڪون" ۽ ٿي پيو. سڀ کان پهريائين نور احمد مجتبيٰ جو ظهورو ٿيو "اَول مَاخَلَقَ الله نُوري" حديث مان

ظاهر آهي. پوءِ قدسي ارواح پيدا ٿيا. عرش، ڪرسي، لوح و قلم، آسمان ۽ ان ۾ ڪيترين ڪهڪشائون، سج، چنڊ، زمين ۽ ٻيا گره وجود ۾ آيا. سڀ پنهنجي خالق جي اَمُر ۽ حڪمت مطابق روان دوان ٿيا.

جڏهن روح پيدا ٿيا تہ خالق اڪبر انهن کان واعدو ورتو "اَلستَ بِرَبّڪُم" سيني روحن يڪ آواز تي چيو "قالو بليٰ".

لطيف سائين اها ڳالهہ نهايت لطيف انداز ۾ سمجهائي ٿو:

**الست بہ ربڪم جڏهن ڪَنَ پيوم**
**قالو بليٰ قلب سين، تڏهن تِت چيوم**
**تنهين ويل ڪيوم، وَچَنَ ويڙهيچن سين**

**الست ارواحن کي جڏهن جاڳايو جليل**
**تڏهن سنئين راه سيد چئي سڻا نئين سبيل**
**وحدت جي وادي ۾ قدر هئا قليل**
**درياه جي دليل، لوڙهي لهوارا ڪيا.**

ڪائنات جي سونهن ۽ سينگار ۾ اضافو ٿيندو رهيو، ملائڪ، جِن، پَريون ۽ ٻي مخلوقات پنهنجي قادر جي قدرت سان وجود ۾ ايندا ويا سڀ مخلوق، رَبِّ ڪائنات جي اَمُر کي تسليم ڪندي، تسبيح حمد و ثنا ۽ رڪوع و سجود ۾ مشغول ٿيا. جنهن کي جيڪو فرض سونپيو ويو ان جي ادائيگي ۾ ڪوشان ٿيو.

هاڻي هڪ اهڙي مخلوق جي وجود ۾ اچڻ جو اعلان ٿيو جنهن کي ڪُرَه ارض تي خالق ڪائنات پنهنجو نائب يا خليفو ڪري موڪلڻ جو ارادو ڪيو حڪم ٿيو "اِني جا عِل في الارض خليفہ" ملائڪ جيڪي نهايت معصوم، پاڪيزه فرمانبردار ۽ سڀئين صفتن واري مخلوق هئا، حيران ٿيا، اندر جي لوچ نيٺ سوال جي صورت ۾ ظاهر ٿي تہ "اي حسن ازل، اي رَبِ ڪائنات، تنهنجي ثنا، صفت، ڪبريائي ۽ پاڪيزگي بيان ڪرڻ لاءِ اسين ناڪافي آهيون ڇا، جو هاڻي اڃان بہ نئين مخلوق وجود ۾ آندي پئي وڃي. جواب ۾ خالق اڪبر جو اِهيو فرمان ٿيو "اِني اَعلَم مالا تعلمُون" "جيڪي آئون رب ڄاڻان ٿو، سو اوهين نٿا ڄاڻو" پوءِ تخليق آدم مرحليوار طئي ٿي.

تصوف جي روشني ۾ آدم جي تخليق هڪ وڏو ۽ اهم واقعو آهي، آدم جي تخليق سان خالق ڪائنات جي ارادي جي عملي صورت ظاهر ٿي. مشهور قول آهي تہ آدم جي صورت ٺاهڻ لاءِ ملائڪن کي صورت جو ديدار ٿيو ۽ حڪم ٿيو هِن صورت جي هم شڪل صورت هِن مٽي جي بوتي جي بنايو "خلق آلادم عليٰ صورته".

آخر آدم ۾ روح داخل ٿيو. خالق اڪبر فرمايو وَنَفَختُ فِيهِ مِن الرُوحي مون مِن ۾ پنهنجو روح داخل ڪيو. اسان جي فقير خير محمد هيسباڻي ان مناسبت سان هڪ ڪافي چئي آهي. ان جو ٽل پيش ڪجي ٿو.

**جوڙ مُصَوّر صوُرت ڪوُن، مُٺ خاڪ وچون ڪيتا موَجود**
**آدم انهين دانام ذريوني، خالِق ويک ٿِيا خوُشنود**

جڏهن آدم ۾ روح داخل ٿيو تہ ربِّ ذوالجلال سندس پاڪيزه صفت ۽ فرمانبردار مخلوق ملائڪن کي حڪم ڪيو تہ آدم کي سجدو ڪيو، سيني حڪم مڃيو سوائے ابليس جي، جيڪو اصل ۾ جِن هئو. مگر عبادت ۽ بندگي جي صفتن سان آراستہ هئڻ سبب مقرب دربار ِالاهي هئو. هِن حسد جي ڪري يا غور سببان سجدو نہ ڪيو. چيائين تہ اي رب تو مون کي باهہ مان پيدا ڪيو آہ ۽ هِن کي خاڪ مان، مطلب تہ تڪبر ڪيائين ۽ قرب ِالاهي کان دُور ٿيو. ڪي تصوف جو علم رکندڙ عارف، ابليس يا عزازيل جي هِن عمل کي عشق جي مستي سان تعبير ڪن ٿا ۽ عزازيل لاءِ اهو گُمان ڪن ٿا تہ هو اهڙو عاشق هئو جيڪو پنهنجي محبوب وٽ ٻئي ڪنهن کي قريب ٿيندو نہ ٿي ڏسي سگهيو. والله اعلم بالصواب.

مطلب تہ مذڪوره سجده آدم واري واقعي کانپوءِ ابليس جي اُها اڳين حيثيت نہ رهي ۽ هُو پنهنجي اعليٰ مقام کان هيٺ ڪري پيو. ان سڄي معاملي جو قصور وار هن آدم کي سمجهيو، جنهن جي ڪري هُو قرب ِالاهي کان محروم ٿيو هاڻي ابليس، آدم جو عَدُومبين يعني پڌرو دشمن ٿي پيو. پر آدم ۾ جيڪو راز سمايل هئو ان جي ڄاڻ ابليس کي نہ پئي.

رَبِّ ڪائنات کان سواءِ ٻئي کي سجدو ڪرڻ روا ناهي، مگر ملائڪن کي حڪم ٿيو تہ آدم کي سجدو ڪيو، جنهن مان آدم جي عظمت ۽ بزرگي پڌري ٿئي ٿي.

رومي فرمايو آهي:

گَر نہ بُودي ذاتِ حق اندر وجود
آب وَ گِل را کئي کند ملکِ سُجود

جامي ان حقيقت کي هيئن تو سمجهائي

چو مسجودِ ملائِڪ بُود آدم
ڪہ نُور پاڪ دَروي بوُد مُدغم
اگر اين نڪتہ دانستي عزازيل
هزاران سجده آوردي بہ آدم

فقير ولي محمد سائين سندن ڪلام ۾ اظهار ڪيو آهي

جوڙي قلب بيت رَبي، انسان ۾ سمايو
ڏِسي ذات کي صِفت ۾ ملڪن تي سِر نمايو.

هن سجي تعظيم ۽ تڪريم جو راز منهنجي عقل مطابق شايد اِهيو هجي تہ آدم کي عِلم معرفت اِلاهي عطا ڪيو ويو. هو رَب جو رازدان ٿيو. هو اَلاِنسان سري وانا سِره جو مظهر بڻيو. انهيءَ علم جي ڪري مڙني مخلوقات ۾ ممتاز ۽ اشرف ٿيو.

جڏهن تخليق ڪائنات جو مقصد رَبِ ذوالجلال وٽ اِهيو آهي تہ هُو پنهنجي پاڻ کي سڃاڻائي تہ پوءِ ان مقصد لاءِ هڪ سُڃاڻڻ وارو بہ ضروري آهي ۽ اُهو سڃاڻڻ وارو انسان آهي. پوءِ انسان کي خالق ڪائنات صرف پنهنجي لاءِ بنايو، تہ اُهو ان هستي کي سيني نالن، صفتن، سندس ڪامل قدرت ۽ ڪبريائي سان سڃاڻي، نہ صرف سڃاڻي بلڪہ اُهو پنهنجي خدا کي اهڙي طرح سڃاڻي جو جڻ تہ هن کي ڏسي پيو.

انسان خدا جي راز جو محرم ۽ خاص طرح نوازيل مخلوق آهي.
وَلقَد ڪَرمنا بَنـَي آدم ان جو مثال آهي.

هُو پڻ ڪونهي هِن ري، هِي نہ هنهان ڌار

انسان کي، خالق ڪائنات، هي باقي دنيا تابع ڪري ڏني. ڪيس پنهنجو نائب، عام مختيار ڪري، جَهان جون ڪُنجيون سندس حوالي

ڪيائين. انهن نعمتن جو ذڪر ڪندي الله سبحانه و تعاليٰ بار بار انسان کان پڇي ٿو فَبِاَيِ آلاءِ رَبِكُمَا تُكَذِّبٰنِ.

پوءِ آدم کي سَير ڪرايو ويو. هن ڪائنات جا عجائبات ڏيکاريا ويا، آخر ڪُرہ ارض تي ان جو نزول ٿيو. مگر ڪِن شرطن جي تعميل ڪرڻ، ڪن واعدن کي وفا ڪرڻ، ۽ ڪِن قائدن کي نظر ۾ رکي ان جي حد جي اندر رهڻ جو حڪم مليو جنهن کي دِين سڏيو ويو. مِن الدِّينَ عِندالله الاِسلام. جيتوڻيڪ آدم کي ڪُل اختيار ۽ حق ڏيئي زمين تي موڪليو ويو مگر شريعت جو قانون ۽ حدون پڻ مقرر ڪيون ويون. هِن زمين تيٰ رهندڙ مخلوق تي اختيار وارو بہ آهي پر ان ديگر مخلوق جي حفاظت ۽ نگهداشت بہ سندس ذميداري آهي. حق سبحانه و تعاليٰ، آدم کي خاص صفتن سان نوازيو، کيس حڪمت، علم، عقل ۽ شعور عطا ڪيو ويو. هن ڌرتيءَ تي پهرئين انسان حضرت اَبوالبشر عليه السلام کي نبوت جو اعليٰ منصب مليو. پوءِ هَر دؤر ۾ جَڏهن جَڏهن انسان يعني آدم جي اولاد اُن قانون فطرت جون حَدُون ٽوڙيون تي، تڏهن تڏهن وري اُنهن منجهان پاڪ انسان پيدا ڪيا ٿي ويا جن احڪامات اِلاهي جي ٿئين سِر تعميل ڪرائي ٿي. انسان کي سندس اصل مقصد ياد ڏياريو ٿي. پوءِ جيئن جيئن زماني جا دؤر گذرندا ويا، تيئن تيئن تاريخ انسانيٰ ۾ نوان نوان واقعات ۽ حادثات جنم وٺندا ويا. تجربن ۽ مشاهدن جا نوان باب کلندا ويا. انسان پنهنجي عقل، خِرد، ڄاڻ ۽ دانائي سان مختلف علوم و فنون ۾ مهارت حاصل ڪئي. اهڙي طرح تصوف بہ اُهي ساڳيا مرحلا طئي ڪيا.

تصوف دنيا جي هر ڪنهن قوم ۽ مُلڪ ۾ جاري آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس بنيادي اُصول هر مذهب ۽ مسلڪ جي پوئلڳن ۾ چڱي طرح ڄاتا سڃاتا وڃن ٿا. مغرب جي ٻولين لئٽن، جرمن، فرينچ، انگريزي وغيره يا مشرق جي زبانن عربي فارسي، سنڌي، اردو، هندي، سنسڪرت وغيره ڏانهن نظر ڪبي تہ انهن ۾ معرفت جا بي بَها راز معلوم ٿيندا. جيڪڏهين جدا جدا دؤر جي مختلف مذهبن جو مطالعو ڪبو تہ سڀئي ساڳي لات لنون ٿا. ڇاڪاڻ تہ تصوف کي عملي طرح اختيار ڪندڙ يعني صوفين جي منزل مقصود آهي خدا سان وصال، عربي مقولو آهي لامقصود في الدارين اِلاهُو- ۽ اِهو مَقام قلب جي صفائي، صلح ڪُل ۽ عشق حقيقي سان حاصل ٿئي ٿو.

ويدانت موجب آتما کي پرماتما ۾ لئي لين ڪرڻ، اسلام جي تصوف موجب فنافي الله تي بقا باالله حاصل ڪرڻ يا ٻُڌ مذهب وارن جو نِرواڻ پَد پرائڻ سيني جي معنيٰ ۽ مقصد ساڳيوئي آهي، فقط نالا مختلف آهن.

تصوف جو مرڪز ۽ محور عشق آهي، عشق ته نعمت الاهي آهي. عشق زمان، مڪان، ذات پات، دين ڌرم ۽ ٻين سيني بندشن ۽ قيدين کان آزاد هڪ عالمگير چيز آهي. عشق اُهو آهي جنهن جي بار کڻڻ کان، آسمانن، زمين، جبلن به عاجزي ڏيکاري ۽ ڊڄي ويا. اُهو انسان ئي هئو جنهن قصد اهيو امانت جو بار پاڻ تي هموار ڪيو.

ولي محمد سائين فرمائي ٿو:

**ٻنان عشق پوندي ڪانم ڪان، حق جي لقاء جي ڪا خبر**
**ڏي تهدلئون ڏوئي کي ترڪ. اتئي رام رَب هڪڙو ڏٺي**

اشرف شاهه ڪاماري وارو فرمائي ٿو:

**مذهب ملت عشق اِلاهي**
**مُحبت ري ٻي سڀ گمراهي**

جلال الدين رومي به مثنوي ۾ ٻڌائي ٿو:

**ملتِ عشق از همَه ملتها جُدا آست**
**عاشقان را مذهب و ملت خُدا آست**

**فقير نواب امداد علي خان لغاري**
تاج پور، ضلعو حيدرآباد

●●

تلهہ: سير مؤن سمجهي صحيح، الله گُهر الله گُهر،
وحدت جي ويڙهي منجهہ ويهي، الله گهر الله گهر،

هڪ دن هلي چلتو دنيا جوء پوءِ آهي فاني در فناءُ
رمز رنديءَ ۾ رهيء الله گهر الله گهر،

لانگوٽ لاهوتي پڌيء سر لاطمع لاثان تيء
لنگهہ لاحد ۾ لهيء الله گهر الله گهر،

پي پيالو پريم جوء پوشاڪ پهري پرت مانء
پس پسڻ پُرجهي پَهيء الله گهر الله گهر،

ڪين چاڻج ڪين ڪيء تي گم گوهر شاهہ ڪين ۾ء
ڪاپڙي ڪابل ڪهيء الله گهر الله گهر،



تلهہ: پنهنجو ياد ڪر تون خداوند خدا
آهين نام جنهن جو گيانى گدا

پهريائين ورق دوئي جاء وسارج وري - دل جي ڏس ڪولي دلاور دريء
توسان گڏ آهيء نہ جانب جدا،

خواريون سيپ ڪڻ تون مٽي تي مچيء محبت جي مٿخاني نسنگ آءَ نچي
پلي عام ڪن پيا نشانبر ندا،

پسي پاڻ سچاڻج تو ۾ سير آ - ونحن وِير ويجهو پسڻ پير آ
پنهنجو من ڪري چڻءُ فڪر ۾ فدا،

گوهر شاهہ جوڳين جو غريبي گذر - سچي سڪ ۾ آهن سناسي سڌر
ٿيا طالب حق جا ڳڻن جي ڳدا،



ٽلھ: ڇڏي چوڪا چارہ ويھ ڪيڏاري خان ڪٽ ٽي،

موريون، هربوء ميها توريون ـ ڪائي ڦلڪاء پاپڙ پوريون
ڪيئي ڪونہ ويچارہ وڃهي ڄُوهہ ويئين ڇو گهٽ ٽي،

رامہ پڇن ڪيء اٽي مٽي ڪر ـ سُرت ساميئڙاء صاف سيني سان ڏر
وڪر وهائج ٽي وٺجار ـ عمر ساري وڃايئي سٽ ٽي،

ڏڙوائي ايندئي، ڪين ڇڏيندئي ـ ڪنڊاء ڪُتي ڪمہ ڪيندئي
ڇا ڪندين تون اهڙي دربار ـ وڃي پوچاريء پورب پٽ ٽي،

آيا گوهر شاهہء گر لاثاني ـ جوڳي گرناريء برهہ گياني
پريم ننگر جي ڪن پچار ـ معنيٰ جي مٺخاني مٽ ٽي،



ٽلھ: صورت جو سبحان، احد منجهؤن ٽي احمد آيو،

انجيل، توريت، زبور ذاتيء نامہ سندس جي ٽي اثباتي،
شان ۾ آيو قول قرآن، جنهن ڪلمو اچي پاڪ پڙهايو،

موسيٰ ڪليمہ الله ڪريمي، وڃي ڪيو معراج مدامي،
چمڪي ساڻ چوگان، تاب حُسن جي طور جلايو،

يوسف هو ڪنعان ۾ پاڪيء عشق زندان ۾ ڪيو اوطاقي،
نينهن ڪري نيشان، وڃي مصر ۾ ملهہ چڪايو،

نينهن ٽيو نروار نظاري، نوبت واري ناز نغاري،
صوبن جو سلطان، عشق وڃي ڪربل ڪُهايو،

گوهر شاهہ جو گفتو غلامي، پاڪ پنجن جا لکين سلامي،
پريون، ملائڪ ۽ انسان، سيني در جو چاڪر چوايو،



تلھ: ڪعبو قلبي قرب قرآن آ .
عشق اسان جو دين ايمان آ.

انا الحق عشق الائي، حال حَلاجي حڪم ھلائي.
حيرت انھيءَ ۾ جڳ حيران آ.

نماز نٽڙت آ نينھن وارن جي، تن تسبيح منصور پارن جي
راضي انھن تي رب رحمٰن آ.

ڪوڙ ڪفر ڪٺون منھن موڙي، وھم وجھ جاتڳا ٽوڙي
صوفين جو جمنا سنان آ.

گگھن گوھر شاھہ مينگھ ملاري، باغ بندر تي برہ بھاري
برسر برابر بُلند بُستان آ.



تلھ: جن وٽ آيو خبر انھن کي، عشق اصل ڪؤن آھي امير،
رانجھن بنجي جوڳي آيو، چڙي تہ پنھنجا تخت وزير.

سڪ منجھان صنعان سچارو، چاري روزانو خنزير،
حُسن ڪيو حيران سياڻو، چڙيائين نماز جي تڪبير.

مجنی جو ويراڳ وٽن ۾، ثابت ٽيئڙو سرھو سير،
برہ ليليٰ جي ڪيو بيراڳي، چڙي ڏنائين جايون جاگير.

سيفل ڪاھي سمنڊ ۾ پيئڙو، ڏسي بديعل جي تصوير،
عشق اجاري ارم رسايو، وجي پيتائين پٽ اڪسير.

گياني گوھر شاہ غم لھي وياہ فيض فھم جو ڏنو فقير،
برہ واري بستان بيراڳي، وجي ماٺيائون موج ملير.



ٿلهہ: تنهن جي ديد مون کي بنايو ديوانو،
مثل جيئن مجنو محبت ۾ مستانو.

تنهنجي حسن منهنجو نيو هوش هڪدم،
ٿيو حال حاضر حاتم جيئن حيرانو.

تنهن جو ناز نرگس نظارو نوراني،
نچائي نظر سان ڪيو آ نشانو.

تنهن جو بره آهي بحري باز بالا،
وفادار نہ ڪنهن سان ظالم زمانو.

گذران غازي گياني گندم سان،
غذا گُن وارن جي گوهر شاه چئي گانو.



ٿلهہ: مثل مُرغ جيان ماڳ هن ۾ آئين ڪرڻ واهيرو

پکي پرديسي سير سانگ عشق ۾،
جوڙي ويهن بن ۾ چئن ڏينهن جو آکيرو.

پکي اُڏامن پنهنجي ديس تي پرتئون،
ڪري وڏڪار ۾ ڪانگن جيئن ڪانگيرو.

سمجهي صحيح ڪر صفت نامو سارو،
دنيا ترڪڻ بازي پُرجهي ڪڻ پيرو.

غازين گوهر شاه وحدت واديءَ ۾،
وڏو ساڻ سچائيءَ من ڏوئي ميرو.



تلهہ: بادل بيهہِ اتي، توکي نياپو ڏيان، وڃي مارن سان پُسيون جال پيان،
منهنجو مارن وٽ، ڪچانءِ عرض اداءِ آهي بادل توتي فرض اداءِ
آهي مارن ڏسڻ جو غرض اداءِ وڃي حب مان انهن سان هيڪ ٿيان،
اتهہ اباڻن جي اُکير اداءِ رکندو ڪيت منهنجو ثابت سِيراداءِ
وينٺي پر ۾ پوڇيان پيير اداءِ وٺي ڪيت جو نالو ملير نيان،
گاهہ گوهر شاهہ منگھا موهر جاءِ ساوا ساٿيهہ ۾ تُهہ توهر جاءِ
مَنَهہ مارن جاءِ ڍڪيل ڍنگهرن جاءِ ڏسي ڏوتيئڙاءِ جشن منجهہ جيان،



تلهہ: لکين عاشق ماري آزارياتو، اهڙا نيڻ زوراور چو ڏاريا تو،
ليليٰ صورت ۾ مثل عشق آهي، نہ تہ نالي ۾ مصر شهر چا آهي،
ڏي ديدار انهن کي نقاب لاهي، جيکي بر ۾ بنائي بُنب بيهاريا تو،
تنهنجا نيڻ زوراور يار ظالم، ڪن قيد دارا جهڙا باڪا بالم،
فرهاد صنعان جهڙا عجب عالم، ڪيءِ دين ڌرم مؤن ڌڪاريا تو،
اول عاشقن ڏي ڏِس تون نيڻ ڪٽي، توکي حسن ڏنو آ رب پاڪ ڏٽي،
تنهنجي رمز صنم مون کي وئي آ وٽي، ڪيءِ ڪان ديدن مان اُلاريا تو،
سهٽا سخت نہ ٿيءِ اتئي ڏاڍو خداءِ منهنجي دل ٿي چوي ٿي تون کين جداءِ
گهرڙو گوهر شاهہ ڪيان توتان فداءِ ڏئي سوز عشاق اجاريا تو،



تلهہ: دل جي سدا دربار ۾ الله آءِ الله آءِ
وحدت واري وڏڪار ۾ الله آءِ الله آ.

سيڪنڊ سيڪنڊ ۾ ڪيون ياد پياءِ مُرڪي منت منت ۾ تا پايون ليام
پلپل پڌر پچار ۾ الله آءِ الله آ.

انا احمد بلا ميم تيوءِ بڻجي رازق پاڻ رحيم تيوءِ
اِنسان جي اسرار ۾ الله آءِ الله آ.

سليمان ڪٿي آ سڪندر سخيءِ ڪٿي راءَ فدا ڪٿي لال لکيءِ
مورت واري ملهار ۾ الله آءِ الله آ.

غازي گوهر شاهہ گفتار ڪريءِ منوهيو من اسان جو آ ذوق ذريءِ
منڊل مٿهہ ستار ۾ الله آءِ الله آ.

•

## نعت

تلهہ: آهيان مان شوق جو شائقءِ چوان محمد کي مولا تو
ڪري آيو لُطف لائقءِ چوان محمد کي مولا تو.

محمد منجهہ مکي جائوءِ محمد ملڪ معنيٰ جوءِ
ساري مظهر سنڌو مالڪءِ چوان محمد کي مولا تو.

انا احمد بلا ميميءِ فکر في الحال فرقانيءِ
سنڌو فرمان آ فائقءِ چوان محمد کي مولا تو.

گوهر شاهہ چئي گلابي گل پهرايو گهوٽ کي گهراءِ
آيو سردار تي سالڪءِ چوان محمد کي مولا تو.

•

# رسالت

ٽلہ: آيا محمد مورُ مورُ اسان ويسون تنهن تون گهور لاکون دالجپال هي، لال هي

وحي جبرائيل مديني دے وچ بن کي خادم قردا، نوبت والا نوح پيغمبر نوکر آکان دردا
اعليٰ شان هے ميڏي منور دا، پٽي دے کوڻ مجال هي لال هي.

کالي پؤنر وسيهر وانگي، زلفان چلي چلي، حوريان پريان حيرانا مويان رخ دي ويک تجلي
تاب حسن داکون چهلي، اهو قائم حسن کمال هي.

احدو چون بن احمد آيا چاک داپاتس چولا، عشق جنهين کون اتي آندا، پولي ناغ ممولا
پن سٽو چا ميم دا پولا، مولا والا مثال هي.

محمد والي ميلي هوسن مومن محبت والي، گدا گوهر شاه گولي دردي ساڌو صحبت والي
ناچونچدي نوبت والي، سا رڏانيندهن نهال هي.



ٽلہ: شهر مديني دا شهزورہ ويکڻ وچ عمارت اوره محمد دامٺخان هي شان هي

شهر مديني والي بازره برسي هوئي برحالي، هر مک موٹل حسن والي جو ڏيندا هي ڏيکالي
کو جو هووي مست موالي، کاوي پٽرا پان هي شان هي

روضہ وچ شهر دي رنگي، چنهندا ناز نظارا، جرکي کڙا جو جلوه کرکي محبت والا منارا
سون دا مخمور مُهارا، کريندا حيران هي شان هي.

ساوا جو غلاف جڙاتا روضي پاس رنگينہ نيلي نال نظاري نُوري مَرکي شهر مدينہ
قنديل کرن چمکار چينا، عطر دا مُگهسان هے شان هي.

گوهر شاه دي غمڙي ميٺي مرسل ڪتي معافي، شهر بحر دي گلي گلي وچ گاٺون تنهن دي کافي
صوفي هون ست سائل صافي، سير کهون سبحان هي شان هي



تلھہ: شاہِ مردان ِشير يزدان، قوتِ پروردگاري هي،
اسان درويشان تي دم دم، سھڻي دي ستاري هي.

مِھر مشڪل ڪُشا ڪيتي، اُنهي برسات برسون ڪي،
بدن وچ باغ هي ڪلياں اسانون بيحد بھاري هي.

بنايا کھيل هي خيالي، جڳت سي جوڙ جادو ڪا،
مرتضيٰ ملڪ برسايا محبت والي ملھاري هي.

اُپر ابرو وچون اوليٰ، دونون سورج ٿئي ظاهر،
هادي دي رُخ والا روشن، حسن ڪليا هزاري هي.

گوهر شاهہ غير سي نيتا پيتا پيالا پريمي ڪا،
ويراڳي وات ڪا واقف، وحدت والا وڻجاري هي.



تلھہ: مولا جي مظھر ۾ علي آ علي آ، بندو خود بشر ۾ علي آ علي آ

پشاور خراسان، قندار ڪابل، شام جي شھر ۾ علي آ علي آ

ارڙ نانگ ماريو مانجھي هڪ مُڪ سان، پٽو بند بربر ۾ علي آ علي آ

جبرائيل ڪي مُهر ڪئي مرتضيٰ تي، بيچوني بندر ۾ علي آ علي آ

گدائي گوهر شاهہ سپاهي ثناگر، وظيفو اندر ۾ علي آ علي آ



ٽلھہ: حسنؑ مير حسينؑ وي ميان، حامي اسانجا هر حال ۾ هر دمہ.

ٻينظير ڏيوءِ ٻيان انهن جوءِ
برهہ بندر بحرينءِ وي ميان، ناڻاني شان ۾ رستمہ.

ڪربلا ڏيو ڪاڄ ۽ ڪيچين جوءِ
ڪيڏو قرب ڪونين، وي ميان لکيو انهن لاءِ باغ ارمہ.

گھوٽ حُسيني هيڪر رڻ ۾
رَهائي ڏِن رين وي ميان، ديدار ڏناڻون عشق جو دمہ دمہ.

روز ازل ڪان مستي صوفين کيءِ
ناهي سُک ۽ چينءُ وي ميان، گوهر شاهہ دل غمہ غمہ.

●

ٽلھہ: حسن حُسين اميرءِ وي ميان، حاڪم ٿيا حرمين حضُوري.

نانو نبي جن جوءِ بابو علي شاهہ
شاهن شاهہ شبيرءِ وي ميان، پاڪ پنجن جي سِڪ صبوري.

مڪي مرڪن ٻئي شهزاده
مثل ماهہ منيرءِ وي ميان، نينهن نشي ۾ نازڪ نوري.

حسن حسين ٻئي عشق جا باني
واحد جا تہ وزيرءِ وي ميان، پرت انهن جي پڙ ۾ پوري.

گوهر شاهہ گلزار آءُ پيانيانءِ
ملڪ مدينو مليرءِ وي ميان، ذوق لڳو آمون کي ضروري.

●

تلهہ: سنجهہ صبوحان سرُ صحيح، چئو يا علي، چئو يا علي،
قرب مٿون قدمين کهي، چئو يا علي، چئو يا علي.

خيبر واري جنگ ۾، حڪم حضرت جن ڪيو،
عرش کان آيو وَحي، چئو يا علي، چئو يا علي.

ميمہ جائي مهر سان، مسرور بنجي ميل ۾،
مست ٿي، پيءُ مٺي مَهي، چئو يا علي چئو يا علي.

روپ رياضت جو رنگي، رنگ راڳ ۾ روحي رَچي،
رمز رندي ۾ رهي، چئو يا علي، چئو يا علي.

ملت محمد ذوق سان، اسلام واري شوق سان،
اِيءُ گوهر شاهہ پارس گهي، چئو يا علي، چئو يا علي.



تلهہ: مُحمدي مٿخان ۾، ٿيو مرتضيٰ مشڪل ڪشا،
سِهرا پڏي ميدان ۾، ٿيو مرتضيٰ مشڪل ڪشا.

وَر وسيلو وِير آ، واهر ولهين جي واهرو،
وَسِهن ۾ ويران ۾ ٿيوو مرتضيٰ مشڪل ڪشا.

انجيل، توريت ۾ زبور ۾ آهي ذڪر،
جا بجا قرآن ۾ ٿيوو مرتضيٰ مشڪل ڪشا.

دَمَڪ دمي، لحمڪ لحمي، روحڪ روحي روپ سان،
جسمڪ جسمي جان ۾، ٿيو مرتضيٰ مشڪل ڪشا.

توحيد جو تصور چکي، ترتاب جي تجلات ۾،
تر طوراني تاب ۾، ٿيو مرتضيٰ مشڪل ڪشا.

برهہ جي بازار ۾، بيچون مٿون بلبل بني،
گُن گوهر شاهہ گيان ۾، ٿيو مرتضيٰ مشڪل ڪشا.



تلهہ: آهين اڙين جو آسرو، مشڪل ڪشا توکي چوان،
مالڪ آهين لولاڪ جوء مان مرتضيٰ توکي چوان.

حاتم جهڙا ڪئين هزارين، نوڪر سونهن تا تو اڳيان،
آهين سخي سلطان تون، صلي عليٰ توکي چوان.

تون يتيمن يار آهين، تون ضعيفن جو ضمان،
تون پيغمبر جو پيارو، لافتيٰ توکي چوان.

تون ولهين جو واهرو .آهين عاصين جو اجهو،
ڪيو امدادي عشق واريء اسدالله توکي چوان.

گداگوهر شاهہ در تنهنجيء جو صدا ڪري ٿو سڪ منجهان،
راز ڏياريو ڪو رنديء رهنما توکي چوان.

●

تلهہ حملا ڪر ڪي حُسنات ڪاء حضرت حسين آياء
پڙڪي شملا شغلات ڪاء حضرت حسين آيا.

ميدان دي مناريء پرگهٽ پسڻ پساريء
ڪرڪي طبل تجلات ڪاء حضرت حسين آيا.

عباس عشق چلاياء بازو ندي ڪپاياء
جلوا ڪرڪي جذبات ڪاء حضرت حسين آيا.

محبت واليان ملاريان، بيحد هويان بهاريان،
بن ڪي برهہ برسات ڪاء حضرت حسين آيا.

گدا گوهر شاهہ بردا هٿيء شاهہ حسين ڪي ذزدا هٿيء
ڪرڪي ڪرم، ڪلمات ڪاء حضرت حسين آيا.

●

تلهہ: معاف ڪر مشڪل اسان جيءِ مهر سان مشڪل ڪُشا.

دم نہ گھرجي دير ڪائيءِ اچي ولهين واهر تيوءِ
جو آهي مدعي اسان جوءِ مات ڪر سو مرتضيٰ.

برهہ ڪرين بخشيش بيشڪءِ رحم جو آهين درياءَءِ
مدد آهين مومن جيءِ لڪ لحظي ۾ لافتيٰ.

ملڪ جو مختيار آهينءِ تون ببر نر بي رياءِ
در تنهنجي جا سپ سلاميءِ اولياءَ ڪيئي انبيا.

گوهر شاهہ گولو اوهان جوءِ نيازمند نوڪرءِ ننگيءِ
جام ڪوثر جو پيارو آهي صاف صوفيءَ جي صدا.



تلهہ: صورت مٿان سردار جيءِ عاشق علي علي آءِ
صاحب ساري ثقلين جوءِ سالڪ علي علي آ.

نبوت وارا نيشاناءِ پچڙا ڪري قرباناءِ
گھر تڙ گھوري خزاناءِ صادق علي علي آ.

وارث ولي ولهين جوءِ آهي آسرو اڙين جوءِ
حامي سدا هيڻن جوءِ هاتڪ علي علي آ.

گداگوهر شاهہ سچاروءِ دين جو بلند نغاروءِ
طمعون دنيا ڪان نياروءِ تارڪ علي علي آ.



تلهہ: انوارِ اظهارِ اظهرَ علي آهہ مهندارِ مختيارِ مظهر علي آ
سرڪارِ سردارِ صفدر علي آهہ ديدار دلدارِ دلبر علي آ
ڪردارِ قربدارِ قلندرِ علي آهہ رسالاتِ رنگ باتِ رهبر علي آ
پڳدارِ پتدارِ پتر علي آهہ معبودِ مسجودِ ماهر علي آ
ڪٿي جنگ خيبر تيو حاضر علي آهہ ڪرن ڪوٽ هڪل سان غضنفر علي آ
گوهر شاهہ گويا ڪٿي حيدر علي آهہ ضعيفن ولهين جي واهر علي آ



تلهہ: پاڪ تيو پٽرو پيارلِ عرب ۾ حضرت حسين،
چنڊ ٿي اڀريو شمع سانِ شب ۾ حضرت حسين.
سر ڏٽي سهرو سخيِ قربٽون ڪڏي منجهہ ڪربلاءِ
سرتاج ٿي بيٺو مچي منصب ۾ حضرت حسين.
روز شب راهون نهاريانِ پلپل پڪاريان پئي،
ياد آ قائم سدائين قلب ۾ حضرت حسين.
صاف دلين کي سدائين، سڪ پنجتن پاڪ جيءِ
توحيد جي تجلات سان طلب ۾ حضرت حسين.
گوهر شاهہ گولو غلاميءِ چاڪر پنجتن ذات جوءِ
هردي اندر تيو هميشهہ حب ۾ حضرت حسين.



تلهہ: آيا حسن حُسين سلطان ٻئي، عاشق شمع جا پروان ٻئي،

سورهيہ سيء شهزادا شير جوان، مانجهي مست محبوب مٺير جوان،
دانهہ دلاور دلير جوان، دولهہ دفتر ديوان ٻئي،

ڏٺي سر ڪٽيائون سوپ سچي، ٿيا پاس امتحان جي رنگ ۾ رچي،
ساقي ڪوثر جا ٿيا پاڻ اچي، پڙهي قرب وارو قرآن ٻئي،

پسر حيدر جا پير جوان، شهنشاهہ سجادہ شبير جوان،
حامي حسن حُسين امير جوان، مالڪ جنت جا سي جوان ٻئي،

وٺي دوزخ جي باهہ وسامي، آ جڏهن حُسين اچي ٿيو حامي،
ڏٺي گوهر شاهہ تن جي غلامي، آهن مون تي سدا مهربان ٻئي،



تلهہ: اڄ شام دي وچ بيمار آيا، بن شاهہ قيدي لاچار آيا،

پياري پير حسين دي پسر ڪون، زين العباد رندي رهبر ڪون،
وچ ڪوفي دي ساڏي سرور ڪون، مل لوڪ ويکڻ ڪي هزار آيا،

سارا بار برهہ دا سيڊ چايا، ڪر شام شهر دي بازار آيا،
نال طوق زنجيران دي سيڊ چايا، ڪر قيد شمر بدڪار آيا،

چوڏهان، پارهان وچ هويا چٽا، ميڏا رهبر ساري ڏيهہ ڏٺا،
پاڪي پيرين ڪڙيان، محب مٺا، گهن عابد اُٺان دي مهار آيا،

غازي گوهر شاهہ ڪوئي بن ڪي آوي، ايڏا بار ملامت مرد ڪو چاوي،
ناتا نينهن والا ڪوئي ناٽ نڀاوي، تي عشق عجب اظهار آيا،



تلھ: ڪڪر ڪانگ ڪريءِ وچون وسن ٿيون، رُهيون رانگ ڪريءِ
وچون وسن ٿيون،

جوڙي ناد ڪيئي ڪرنايون، تپي تانگ ڪريءِ
وچون وسن ٿيون،

وهوا وٺڪار جون ٺهڪن ٺاريون، سارنگ سانگ ڪريءِ
وچون وسن ٿيون،

دهلي دکن ۽ روم ولايت، ڇڇي ڇانگ ڪريءِ
وِچون وسن ٿيون،

گوهر شاھ گرنار مٿاهون، وڏي وانگ ڪريءِ
وِچون وسن ٿيون،



تلھ: جُهڙ جَهڪور ڪريءِ وچون وسن ٿيون، آگم اور ڪريءِ
وچون وسن ٿيون،

ڳڙا سانوڻ مُند مهر جاءِ پيچي پور ڪريءِ
وچون وسن ٿيون،

ڪنوٽين سان، ڪپري تيءِ شاهي شور ڪريءِ
وچون وسن ٿيون،

موتي ماڙ ملڪ تي مُرڪيءِ ذاتي زور ڪريءِ
وچون وسن ٿيون،

گوهر شاھ گجرات برن تيءِ ڏنيون ڏوراھ ڏور پريءِ
وِچون وسن ٿيون،



ٿلهہ: سانوڻ مينهن سنگهارہ مون کي اچي ملنداءِ
سنپيارون لهنداءِ
اچي ملڪ ملير جي مون سان ڪانگا قربدارہ خبر خاصي ڪهنداءِ
سنپيارون لهنداءِ
ڪامي آيا ڪڪر ڪوڏاڻاءِ وسي ٿيا وِلهارہ گوڙن سان گهنداءِ
سنپيارون لهنداءِ
پرِي اباڻا آب جون اويون، پٽن تي پنهوارہ پيالِيون پيئنداءِ
سنپيارون لهنداءِ
مارو گلزار گاهن جي گوهر شاهہ ٿرپسي ٿڌڪارہ رهاڻيون رهندا
سنپيارون لهنداءِ



ٿلهہ: اتر ڪان اظهارہ ڪڪر ٿيا ڪاراءِ ڪري آڳمِ اسرارہ
ڪڪر ٿيا ڪاراءِ
ڪشت مان ڪارونيارِ بٺائي ويڙوہ ڪري ڪوڏ قطارہ
ڪڪر ٿيا ڪاراءِ
ڪري ويس ورهہ جا وَهواءِ وسڻ جا وٺڪارہ
ڪڪر ٿيا ڪاراءِ
ڇِمَ جَهڪورَ جُهڙ ڦڙلائي، جوڙ ڪري جنسارہ
ڪڪر ٿيا ڪاراءِ
گوهر شاهہ گلزار گلابي، گجڻ جي گجڪارہ
ڪڪر ٿيا ڪاراءِ



ٿلهہ: سارنگ ڇا سينگارہ مينهن تي مَٽياءِ
سارنگ سانگ ڪري آيو سُرهوءِ وٺي برسات ڪٿوري ٿرهوءِ
وسي پئي وڏڪارہ دولهہ ڏک ڪڍياءِ
اتر پار ڏي ڪڙا ڪڪر ٿياءِ موهر متارا ڀَمڪن ڀڪر پياءِ
وسي پيا وَلهارہ ڪاهڙ ڪنيپ ڪڍياءِ
ڪنوڻين ڏاڍا کيل ڪياءِ آڏيءَ جو مينهن ميل ڪياءِ
جُهڙ ڦڙ جي جنسارہ آڻي جهنگ جَهٽياءِ
سارنگ لاءِ سِڪن پيا تاڙاءِ سانگي مينهن،ءِ گُهرن ڪنيون ساڙهاءِ
پهري ڪوڪڙ ڇا هارَءِ تاڙِٽ تن مٽياءِ
گوڙ گوهر شاهہ ٻُجهي بادل ۾ءِ مهر موچاري سُجهي بادل ۾ءِ
گاهن ڇا گلزارہ ڪڍّهن نا گهڙياءِ



ٿلهہ: سناسين جيان سدا سچ ۾ءِ وَتان دونهيون دکائيندوءِ
ڪري جوڳي ويو جانيءِ وَتان مرليون وڄائيندوءِ
ماڻهو ٿا چون چريو آءِ خرابين منجهہ ڪريو آءِ
وس پنهنجي ۾ ناهيان مانءِ وتان ڳوڻن ۾ ڳائيندوءِ
ٽُٽا ڏاڳا عداوت جاءِ چڙهي ويا منڊ محبت جاءِ
سڄڻ جي مان سخاوت جاءِ وتان سخن سڻائيندوءِ
گوهر شاهہ چوي لنگهي لانگهوءِ چني سڄڻ چڏيو سانگوءِ
جنين جي نينهن ڪيس نانگوءِ وتان در در پڇائيندوءِ



ٿلهہ: برهہ بيحد بات بيان، اونهو بحر عشق جو آهي.

برهہ پڙهايون جن کي باتيون، ڪُهن تنين کي قرب جون ڪاتيون،
ڪل پين کي ڪَان، خبر جنين کي عشق جي ناهي.

گهيڙ انهيءَ ۾ گهڙندا عاشق، توڪل جا ٻَڌي ترها سالڪ،
سر ڏئي سلطان، لاگاپا ويا لوڪ جا لاهي.

جن، ملائڪ جي جاءِ نہ جا ٿي، ٽڪيا طالب ڪن وڃي تاٿي،
انهيءَ جوءِ جوان، ڪوپا ويندا ڪي ڪي ڪاهي.

بي رنگيءَ جو رنگ نہ ڪوئي، چاڙهي سچاڻي ساڱو سوئي،
گوهر شاهہ جوگيان، سالڪ سمجهڻ سٿرو ناهي.



ٿلهہ: تنهنجي عشق ڪئي اظهاري، ناياب نسنگ نرواري.

تنهنجو نينهن نشابر نٽڪو، چوڏار چالاڪي چٽڪو،
لٿو دل تان سارو ڪٽڪو، تنهن جي برهہ لائي آ بهاري.

تنهنجو عشق عجائب اعليٰ، جنهن ڪٽيا ڪاف ڪشالا،
پُر پياري پاڪ پيالا، تنهنجي ڪامل قربداري.

تنهنجو نام نظم نوراني، سرشار صدر سلطاني،
تنهنجو پيد بزم بستاني، جنهن لائي آ مينگهہ ملهاري.

تو وٽ گوهر شاهہ غلامي، تنهنجا سوين شاهہ سلامي،
ويئي ياد ۾ رات وهامي، ٿي گهر گهر ۾ گلزاري.



تلهہ: هيڏو ستم سَهايئي، مون تي تورو لکن جولايُئي.

جرجيس کي ڏيئي جفاء قتل يحييٰ کرايئي،
سرمدؒ عليءَ کي، سھڻا سائين ھکء ھک کري مارايئي.

بلاوَلؒ کي برهہ ۾ ڏاڍي پيچ پيڙايئي،
ڏئي زور ذکريا تي، سر کرٽ سان چيرايئي.

حضرت يوسف کي، پاڻرن ھٿا ران، ٻَڌي کوهہ ۾ وڃھايئي،
کنعان ۾ ڪيئي ورهہ، حضرت يعقوب کي رُئاريئي.

حضرت ابراهيم نبيءَ کي آڙاهہ ۾ ويرين کان وجھايئي،
حضرت اسماعيل کي ذبح لاءِ کوٺي، آٺي کھايئي.

امام حسَن کي زهر ڏئي، امام حُسين رضہ ۾ کھايئي،
کربلا ۾ کوک وِجھي، کني عشق جي ۾ کنايئي.

گوهر شاهہ کي برهہ اندرء ننگرء ننگر نچايئي،
سِر سيد جو وڍي نيزي چاڙهي ڦيرايئي.

•

تلهہ: جن سان سنگتؔ ناهي کو ذات،
سي جوڳيئڙا جڙلائي ويا.

گيڙو رتڙيون، گودڙيون، کنين کنڊل، هٿ ۾ کات،
ڦيريون ڏئي تہ ڦاسائي ويا.

پورب پڇي ويا جيڏيون، تن جي وسري مور نہ بات،
برهہ جي بين وڄائي ويا.

گوهر شاهہ چئي ويو هوءَ ۾ گڏجي، الله مليس عرفات،
پنهنجو ڏيهہ ڏسائي ويا.

•

ٿلهه: سيرڪرون سِر دم دي اندر ثابت سارا ثاب ميان،
آيا يار اڱڻ اڄ ميڏي، خوبان ڪول نقاب ميان.
آيا اُلٽا اُلٽ اهڃاڻام ثابت سيني سوز سماڻام
عرش ڪنون ڏوپار اُڏاڻام عاشق ٿي تہ عقاب ميان.
ڪوڙ ڪباب مِن ڪُسڻ دي، ماهر موج مدام مچڻ دي،
پي پُر ٿي پيچ پسڻ دي، پيالا نور نجاب ميان.
چيريان دي چمڪاري اندر بنيا بيڪ بقادي بندر
ميڏي مت مغان دي مندر پيالا شوق شراب ميان.
ڪرڪي نينهن نظاري ننگي، چاڪي ساز ستاري سنگي،
رڳ رڳ دي وچ روحي رنگي، وڄدا روپ رباب ميان.
لڳي نيڻان دي نوڪ نرالي، مستو مست منگهن متوالي،
مليا گوهر شاهه مست جلالي، ويکو لک مهتاب ميان.

•

ٿلهه: ڪري جانب ويو جوڳي، منگهن مُرليون وڃايون مون،
بيراڳين جيان بي خود بڙ ۾ بره باهيون بکايون مون.
ڪري ريهاڙ رندن تي، ٻڌايان راڳ راڃڻ ڪي،
سڄي هن لوڪ کي سِاري، سٺون سورن جون سٺايون مون.
ترڪ ڏيئي طعام ۽ تڪيو، تهدل تي تيار تجمل سان،
تندون توحيد جون تن ۾ تنبورن جيئن تپايون مون.
ڪلهي ڦاٽو منهنجو ڪنجرو، مٽين سان آ مڙهيل جهولي،
سدا سڪ سوز وارن کي، اهي ٻوليون ٻولي ٻڌايون مون.
گوهر شاهه گودڙي ليڙون، مٿو منهنجو اگهاڙو آ،
وٺي فوجون فقيرن جون، نسَنگ نڪري نچايون مون.

•

تلهہ: هم ديکها هي ديدارہ تماشا تجمل کا واہ واہ،
ظهورا ذاتہ عجب اثباتہ ڪِتا هے نرمل کا واہ واہ.

نظر ناسوتہ لقا لاهوتہ پکڙ ملکوت مکاني کوء
جوڳي جبروت ديکها هاهوتہ منارا مکمل کا واہ واہ.

محبت جا مينهنہ وسيا سڀ ڏينهن ماريمہ نينهن والا نعراء
ڪِتا اظهارہ نسنگ نروارہ ڏيانا ڏرمل کا واہ واہ.

نظارے نازہ کرکي رخ رازہ اُڏايا باز برهہ والاء
مجني مهميرہ عجب اکسيرہ ديکها هي ول چل کا واہ واہ.

گوهر شاہ گيانہ ڪِتا امتحانہ جهپيا نشان نظارے کوء
گهگهن گلزارہ برهہ بازارہ بهارا بلبل کا واہ واہ.



تلهہ: چنڊي پنهور جون مارڙيونء
هتان هاڙهي هلبوء راز رنگي رلبوء.

آهي سمر سُچ جو سک سڄڻن جيء
هِن پنهور کانء پينرہ پنهنجو پاڻ پلبوء.

راتيان ڏينهان دل ۾ دُکي دردہ دونهونء
جوش جانب جوڙي جيڏيونء جيءُ اندر جهلبوء.

ووءِ ووءِ منجهانء چاورنڊءِ ويڳاڻيء
صحيح سور سڄڻ جوء ڀِتي سان ناهي سلبوء.

گڏجي گوهر شاهہ کيچ ڄي کنک ۾ء
پنهنجي خاوند ساڻ خوش ٿيء کولي گهونگهٽ کِلبوء.



ٿلهہ: اڇي دوست ڏينڌو دلداري، آءُ تہ جيڪس هيڙس ڏاري،
ڪنڌو قرب اسان تي ڪوهياري.

ڇيتا شينهن ڇرن ۾ رهن ٿا، ڏاڍو ڏک تہ ڏکيءَ کي ڏين ٿا،
ڪيو گوڙ گسن تي گهمن ٿا، منهنجي توبہ توبہ زاري.

ڪيو نينهن جنين کي نانگو، ناهي سر جو تنين کي سانگو،
آهي عشق پنهل جو اٺانگو، پيو واٽن تي آهي واري.

اوکا ڏونگر لڪيون ڏاڪا، گهٽ گهيڙ جبل جا جهاڪا،
سڻ! وزتون ولهيءَ جا واڪا، اڇي پاڻ ڏجاڻ ڏيکاري.

ويندا غم گوهر شاهہ غازي، ٿيندو رحمت سان رب راضي،
منهنجي هر دم نياز سان آزي، مون پاتي آ ڳچي ڳل ڳاري.

•

ٿلهہ: ويک حال ميرا لاچاري دا، ڪر ڪرم آيا سرداري دا.

سانون ڳل وچ هر دم ڳاري هي، در دلبر دي اساڏي زاري هي،
قربان سري سو واري هي، ڪرکي آيا حسن هزاري دا.

ڪيتا غرض اهو مين جاني ڪون، دلدار اپني لاثاني ڪون،
ڪول ناز نقاب نوراني ڪون، ويکها شاهہ درشن ديدآري دا.

نرگس ناز والا آيا نرمل هي، ڳڌار پوشاڪي پيارل هي،
سينگار ڪيتا ميڏي سهٽل هي، ڪليا چشم چمن چمڪاري دا.

ڪري جانب ميرا جلوه ڇتان، آکي عاشق گڏ ٿيون تتان،
آکي گوهر شاهہ مڏيان گهول گهتان، مليا گل عجب گلزاري دا.

•

ٿلهہ: عينان دي اشاري هي حسن دا جلوہ لا الله الاالله
پنبڻيان ڪي پساري هيِ لا الله الاالله

محبت ديان موجان تيان ڪجليان دي ڪناري هي لا الله الاالله

ڪرن ديواني عشاقا نونء نينان دي نظاري هي لا الله الاالله

گوهر شاهؔ غازي وڄيندا، نوبت والي نغاري هيِ لا الله الاالله



ٿلهہ: ڪو دم دلبر آءُ هام آءُ رهبر آءُ،

تنهنجي خاطر باغ بنايم تنهن ۾ گلابي عطر ڇڻايم
پيار سان پرور آءُ ها آءُ رهبر آءُ،

تنهنجي خاطر جا موپاتم ڪري چمڪارا چير وڇايم
سانول سرور آءُ ها آءُ رهبر آءُ،

تنهنجي خاطر تيس ويراڳيء باغ بندر تي بُلند بيراڳيء
ٻرہ جي بازر آءُ ها آءُ رهبر آءُ،

تولاءِ گوهر شاهؔ بنيو گداگر ڳليءَ ڳليءَ ۾ صاف ثناگر
مهر سان منور آءُ ها آءُ رهبر آءُ،



تلھ: برھ جي بازار ۾ عشق وارا آئيا،
حُسن جي موتل اتي ڪِن ڪُڏي ڪنڌ ڪپائيا.

ڪڏھن برھ باھ آ، ڪڏھن بحر درياھ آ،
ڪڏھن چاڪر شاھ آ، لکين لقب لائيا.

مچ محبت ماگ ۾ سورن جي سھاگ ۾،
ويراڳين ويراڳ ۾ محبت مينھن وسائيا.

فرھاد ۽ مفتون جھڙا، صنعان ۽ مجنون جھڙا،
طالِس ۽ افلاطون جھڙا جا دو عشق جُھڪائيا.

گدا گوھر شاھ گھور ۾ حُسن جي حُضور ۾،
نيڻن واري نور ۾ ناز آھن نوائيا.

•

تلھ: نينان نينھن نروار ڪيتا
چير چمڪن چمڪار ڪيتا
جامي جنگي جنسار ڪيتا
چاھ چشم چمڪار ڪيتا
گوھر شاھ نون گلزار ڪيتا

•

تلھ: جيڪو خيال پنھنجي سان، خدا ڪي مڃي،
ويڙھي ويءَ وحدت ۾ وڃي،
جيڪو خيال پنھنجي سان خدا ڪي مڃي.
دوئي ديول، پھرئين پور پڃي،
جيڪو خيال پنھنجي سان خدا ڪي مڃي.
پرتئون پوڻيون مٿي ايت پڃي،
جيڪو خيال پنھنجي سان خدا ڪي مڃي.
گرُ گوھر شاھ سھٽي سان سَڃي،
جيڪو خيال پنھنجي سان خدا ڪي مڃي.

•

تلھ: مصور جوڙ مٽي وچون مورت ڪيتي محلي وچ موجود،
باغ بهار تياء اهين ويلي پتلي ويک وڏڪار ودود،

مالڪ دي اي معنيٰ ويکهو ڪيوين آندا هي پينس وچون ڏوڏ،
آپ بناوي آپ رنگ لاوي علم جاڻي آپ آخوند،

ڪٽي ڪاوڻ دي ڪيتي هوياءِ گلشن دي وچ ڪيوين غدود،
رل مل هوگيا عناصر ان وچ محبت والا ڪوئي مقصود،

گوهر شاه اهين گگن محل وچ ذڪر ڪماڪي تيا آسود،
ذڪر والا ڪوئي سيکهيں ڏاڪاء ڪنون زبوري نبي دائود،



تلھ: وسري نام نٿو نچ نام آهيان، آهيان عشق سچو ڪسو ڪوڙ ناهيان،

آهيان پکي پرڏيهي هُن پارسندو، هن رنگ محل ۾ تيس ڪار سندو،
ناهيان نرنانءَ نا نالو نا رسندو، آهيان روح ربي پيو وري يار چا آهيان،

ڪري نام منهنجو لوڪ ياد پيو، سواءِ مِن جي هُتي آهي ڪير بيو،
هي هُو هڪڙو تيو وچان غير ويو، ڪعبو پاڻ تيس ڪعبي ڪيئن مان ڪاهيان،

شاهي شان منهنجو ڪپن دان پنان وجي ملڪ ماٺيم جهاڳي سفر سنام
آهيان ذات حقي مِن پوش بناء جي ڪٽي آدم جو رڳو لقب لاهيان،

مڪي دين منهنجو ڪاشي ڪفر جوڙيم، وجي نيل نديءَ ۾ فرعون ٻوڙيم،
نيزو نينهن سندو عشق ميدان ڪوڙيم، عاشق عشق وارا قتل ڪاڻ چاهيان،

گياني گوهر شاه گر ۾ گم آهن، اوريون الف اسم منهن مونن ۾ پاٿن،
جوڳي جهوٽ سندا دهرا ڏن لاٿن، ڪهڙو چئن گهڙين لاءِ ويهي نام ناهيان،



تلھ: رک خبر کا لا حد واريء ناٿ نسنگ ٿي نينھن نياري جي،
طلسم افلاطون بنايوء کيڻ چل پل ٿي راند کيڏاري جي،
اِک جيءَ کاٺي مؤنء ٻاھر تيندينء خبر پونديٺي خيال ساري جيء
سڀ کو مسافر ھن دنيا ۾ء گهڙي ساعت آھ گذاري جي،
مثل حُباب جي دور دنيا جوء پاڙ کهڙي آھي اُن ويچاري جي،
جتي آھي دربار خدائيء گُهرج اتي آھي ورھ واري جي،
تارک طالب طمع کؤن ٽٽيء کو چڏي لالچ لوک لاري جي،
گڏيا گوهر شاھ غازي گُر کيء صلاح وساري نفس کاري جي،



تلھ: احد سوئيء احمد سوئيء وٺي نہ ويجھو وار پانيان،
صورتء مورت محمد مولاء نور ظاھر نروار پانيان،
انا احمد بلاميميء حديث ۾ اظھار پانيان،
ھر مظھر جي سونھن صفاتيء دلبر جو ديدار پانيان،
گوهر شاھ چٺي غير ويو ساروء اسم سندو اسرار پانيان،



ٿلهہ: عشق اُمارا ڪرڪي آنداءِ باز چنبين وچ بحري چانداءِ
عاشق نون چا اُنهين نيتيس، ڏيکو ڪَمَ ول ڪهڙا ڪيتس،
مار چنبا زت مڙيوئي پيتس، نهين درد ڪنون ڪوئي بازو وانداءِ
ڏي جزب وچون جهارا جهٽ پٽ، چايس چنبي وچ پڙ تي پونسٽ،
چاڙهہ چلهي تي ڪيتس پوڳٽ، قوت ڪباب ڪرڪي ڪا نداءِ
لوڻ مصالحي مرچ ملاڪيءِ، جوڙ ڪي شيخان پُرپڪا ڪيءِ
آڻ ڏريندا شيخان سيڪاڪيءِ، ونڊونڊ ڪاوي ڪرڪي چانداءِ
عشق رانجهن دا عجب ٿي آياءِ سمجهہ سياليان تسان پرجهہ نہ پاياءِ
غازي گوهر شاهہ باتا لاياءِ ڳلي ڳلي وچ ڳالهيان ڳانداءِ



ٿلهہ: آيا نشانبر نينهن نروار داءِ درشن والي دم ديدار داءِ
قرب والي چا لاوي ڪاتيءِ عشق عروج ڪر ادب اثباتيءِ
ذوق زليخا لڳڙا ذاتيءِ نال يوسف دي حسن هبڪار داءِ
ڪي اندر چون بپائي جهڳڙاءِ فرهاد جبل ڏونگر پڳڙاءِ
شوق شيرين دا شاهي لڳڙاءِ صورت والا سيف سينگار داءِ
اڏيا دل وچ دردين ديراءِ مجنو بر وچ ڏيندا ڦيراءِ
ڪڙا وساوي عشق آڪيراءِ لڳا اُسڪون ورهہ ولهار داءِ
عشق آيا هي پاڪ عجابيءِ ڪرڪي نشانبر ناز نوابيءِ
گُهور گوهر شاهہ مار شتابيءِ ڪليا چهرا خم خمدار داءِ



ٿلهه: خدائي والا صورت دي وچ، نور هئي پسيندا پسيندا،
ڪارڻ ليليٰ مجنو بر وچ، برهه هئي وسيندا وسيندا،
رانجهن آکي رنگپور دي وچ، جوڳي نام ڏسيندا ڏسيندا،
زليخان دي يوسف تي ڪيو، دلڙي يار ڪسيندا ڪسيندا،
آکي گوهر شاهه درگاهه دي وچ، رمزان نال رسيندا رسيندا،



ٿلهه: گهرو رنگ گلابي، غازين، پرت مجهارئون پهريو يار،
مَتام مشخاني موکي مت تيو، صوفي ڳائي سِهرو يار،
سي نشانبر ناٿ نچن ٿام نينهن جنين جو نهرو يار،
مستانن ڪيو مرشد وَٽان، دان مليو آ دهرو يار،
ڏسي گوهر شاهه بنيو بُلبُل، چشمن وارو چهرو يار،



ٿلهه: آهين پر گهٽ پاڻ خدا، ڪيئن چوان توکي ناهين، ناهين،
آهين رَل مَل جيءَ سان جانيو، ناهين ساعت دم جدا،
ڪيئن چوان توکي ناهين، ناهين،
مندر، مسجد تو هين تون، طلب وارا وچن تندا،
ڪيئن چوان توکي ناهين، ناهين،
پير، فقير، امير سناسيو، تنهنجي سارهه وتن ڪندا،
ڪيئن چوان توکي ناهين، ناهين،
مرشد، مست، ملنگهه آ معنيٰ، تون گوهر شاهه آهين گدا،
ڪيئن چوان توکيو ناهين، ناهين،



تلهہ: ڪيل ڏسڻ آيو پاڻهي پنهنجوءِ صورت جو سلطان،
احد منجهئون ٿي احمد آيوءِ اوليٰ ۾ انسان،
خلق الآدمہ صورت ساڳيءِ ڪَهيو قول قرآن،
ڪليو ظهورو ظاهر ذاتيءِ مورت جي مئخان،
سمجهڻ سالڪ ڪاپڙي ڪي ڪيءِ گوهر شاهہ جو گيان،

•

تلهہ: هو سڄاڻ حال حقانيءِ پِڇي مڪر جي هيءَ محلات،
دم نہ ٿي تون غافل غازيءِ الف واري اور اسمات،
طالب گم ڪرہ تال طلسم ڪيءِ ورهہ جي وائي ڪر تون وات،
نام نسنگ جهَپ هڪڙو نانگامِ پيا نفي ڪرنام صفات،
بيراڳين تي روز برابرہ وسي برهہ جي بونڊ برسات،
آهين صورت ساڳي سائيءِ تو ۾ ظهورو ڪيو آ ذات،
قرآن مجيد جي گدا گوهر شاهہ آهہ سڻائي هيءَ سُخنات،

•

تلهہ: سارا لوڪ دنيا وچون چلٽا هيءِ بدن خاڪ مٽي وچ رلٽا هي،
ڪرڪي دل فولاد ڪيءِ آپي آپ دنيا ڪنون پلٽا هي،
دوگهڙي ڪا ڪهيل هيءِ آخر نرالا رهٽا هي،
دارا افلاطون ڳئيءِ اِت نہ ڪوئيءَ ٽِڪٽا هي،
گوهر شاهہ گُن گيان ڪامِ نال سالڪ دي سلٽا هي،

•

تلهہ: نينهن مان نروار ٿياءِ ننڍ ڇڏي نانگا گهٽيءِ
روز شب تن کي رنگيءِ دل ۾ آهي دائم ڏٺيءِ

ٽال جي بستي ڇڏيءِ طالب ٿئي کو ترڪ جوءِ
ڪيئي طمع ترڙي ڇڏياءِ طمع جي جن کي ٽٽيءِ

وحدت جي واٽ ۾ءِ واقف ٿيا ويچار ڪوءِ
ورنه جي ويراڳ جيءِ ويڙه تن کي آوٽيءِ

ڪيل ۾ خرڪو پائيءِ ڪُپي بيٺا خان ٿيءِ
خوف سان خدا جيءِ خيال ويا خامي ڪٽيءِ

گوهر شاه غازي ڪئينءِ در وڪاڻا دوست جيءِ
پير مُغان پڳدار جيءِ پيرن سندي آهيون پٽيءِ

•

تلهہ: ڪوئي مرد ٿي ماڳ ملهاويءِ بار ملامت چاوي چاويءِ
پرت والا پي پيالاءِ ڳل پيشوازي پاويءِ
عاشق ٻن اظهار احد ڪاءِ آراڏي تي آويءِ
جوڳ دي وچ جسم جلاڪيءِ جوڳي جوت جڳاويءِ
گوهر شاهہ ڳام وحدت وچءِ نينهن نشانبر لاويءِ

•

تلْهہ: مليا آب حيات ڪا شيشا، پٽ پٽ ڪرڪي پيسان، پيسان.
جهولي چاڪي جوڳيان والي، بربيراڳڻ تيسان، تيسان.
سُهڻي صورت هادي والي، ويک ديدار مين جيسان، جيسان.
ڪي ٿي گداگر، ڪيئي سڪندر، ڪرن بخت ديان ريسان، ريسان.
ڪٿ گوهر شاهہ ڪٿ گادي والا، ڪٿ ڳهن دي فيض ديان بيڪان بيڪان.



تلهہ: قائم ڪيا آهن حيدر، صفدر، مردن جا مئخانا.
دود دڪايو ويهن ويراڳي، آڏوتي عُريانا.
ڳائن ساز سنياهيو سُرتيا، عاشق عاليشانا.
لنگ پڌي ٿا لا سين اورين، لاهوتي لاٿانا.
گوهر شاهہ گُر ويرو پَڇاڻن، گاروڙين جو گيانا.



تلهہ: نينهن پڙهايم نام خدا جو، مَئي جا پيتم ماڻ.
لا وجودي ويهن ويراڳي، واٽي وحدت وٿاڻ.
"الله" واري اسم جي هَلاءِ سيني منجهہ سِراڻ.
جن ڏنو، ڪلتار قلب ۾، ڪانهي تن ڪي ڪنهن جي ڪاڻ.
غازي گوهر شاهہ رهن ديوانا، پسي چشمن جَبي چانڊاڻ.



تلهہ: برهہ بات ڳولي لهہ بن ۾ تون، وحدت ويڙهہ وطن ۾ تون،
نام سجاڻي، نام پُڪارچ، ٻه ارادا، وهم وسارچ،
صورت واري صحن ۾ تون،
نيڻن واري ناز نظاري، اذڪر ڪم جي آر اشاري،
فذڪروني فن ۾ تون،
اکڙين وارو عشق ڪمائي، رهبر سان ڏس راز رَلائي،
چشمن واري چمن ۾ تون،
گدا گوهر شاهہ تي گلزاري، عرب عجم ۾ باغ بهاري،
بشر واري بدن ۾ تون،



تلهہ: آيو جوڳي ناٿ جبل ۾، پلي آيو تي سامي،
ڪڻ ڪپر پيا ڪاريهر ڪيترا، سيئي ٿيا سَلامي،
يادگيريءَ يار جيءَ ۾، وڃي ٿي رات وهامي،
ويا وحدت جي واديءَ ۾، خطرا سيئي خامي،
آهي هميشان در دلبر جي، گوهر شاهہ جي غلامي،



ٽلھ: صنعان سوَئريون چاريءِ، وڏو نائيءِ، نينھن نظاريءِ،
گمراھ ٿيو شريعت کان، پيو مولوي منجھ مونجھاريءِ.

حسن، جنھن کي حيران ڪيو، تنھن ٿِنّي تخت طولان ڪيو،
مجنيءَ کي مستان ڪيو، بر ۾ سِڪ بيھاريءِ.

سچو فرھاد اعليٰ عاشق، صورت موھيو، ساڏو سالڪ،
شوق شيرين جي ۾ سوئي شائق، چڙھيو ڏونگر ڏاريءِ.

ڪاڻ بديعل، صيفل سنبريءِ، شھر مصر مٺون نادر نسريءِ،
ھليو ملڪ ارم ڏي اُسريءِ، توڪل ٻيڙو تاريءِ.

غازي گوھر شاھ گام ۾ ٽيئڙا، شمع تي پروانا ويئڙا،
دانھ ڪيئي ديوانا ڪيڙا، لکين عشق اجاريءِ.



ٽلھ: آيو دولھ دلاور، دلدار عشق جو،
کُليو ديدن جي ديري ديدار عشق جو.

قائم قدم ڪثر سان، آري عجب اثر سان،
ناتو لڳو نظر سان، نروار عشق جو.

ڪيفي ڪجل ڪماليءِ، مورت موھن مثاليءِ،
جڳَ ۾ جنگي جلاليءِ، جنسار عشق جو.

نيڻن جو نينھن نِھرو، ڳايون صفا تي سھرو،
چالي چشمن جو چھرو، چمڪار عشق جو.

گندرو گوھر شاھ آڙو، تن من وڃي ٿو تاڙو،
ملنگھ مٿي اگھاڙو، مھندار عشق جو.



تلھ: پنھنجو پرين پسايوءِ حُسن ھيڪار جوءِ
تجلو ڪري نوراني، صورت سينگار جو.

دلبر جا ڏند موتيءِ مرجان لب مثاليءِ
سونھين گھرو گلابيءِ رنگڙو رخسار جو.

قدءِ سَرَوَ جان سڻائيءِ ڪيئي بسَرِلڪي ڪماليءِ
نازڪ بدن نورانيءِ گُلين گلزار جو.

مورت موھي لاثانيءِ صورت سچي سھڻي جيءِ
پرگھٽ حسن پسان توءِ برھين بازار جو.

گويا گوھر شاھ گيانيءِ تن من تصوف تصورءِ
ونحن وڪر وِھايوءِ وحدت واپار جو.



تلھ: سينو چاڪ جگر ڪباب ڏنمءِ دست دلبر جي شيشو شراب ڏنم.

آيو انا احمد اولي ۾ءِ خاوند خيال پنھنجي خاڪي چولي ۾
اعليٰ عشق عجب ارباب ڏنم.

آيو خلق الآدم صورت سانءِ معنيٰ محبوبيءَ جي مورت سان
منگھن مير مثل مھتاب ڏنم.

سرتيون سرھو ھُيو سير صحيحءِ آيو رمزن ۾ رانول رمز رھي
ننگ نينھن نظر ۾ نواب ڏنم.

پھري ڳل ڳانا آيو سھرن سانءِ رنگي روپ چٽائي چھرن سان
ڳلي ھار گوھر شاھ گلاب ڏنم.



ٿلهہ: ناز وارا ناتو لائن ٿاءِ بي پرواهي راز ڪمائن ٿا.

ڪي سندن حُسن تي عاشق ٿياءِ پروان پتنگ ٿي آڙاهہ پيا
سِر سلطان سوين جلي جوان وياءِ ڪُڏي ڪوپا ڪنڌ ڪپائين ٿا.

چقمق چشمن چهري ۾ءِ گويا رنگ گلابي گهري ۾
پائي پير بره جي بحري ۾ءِ نينهن نازڪ نيهي نپائين ٿا.

محبوب مستانو لاثاني آءِ سهڻي صورت صاف سبحاني .آ
تنهن تؤن بلخ بخارو قرباني آءِ قمر شمس اڳيئون ڇئي شرمائن ٿا.

تکو تاب نيڻن جي تيرن جوءِ آهي غالب ستارو حسينن جو
هڻي جادو حسن سان نيڻن جوءِ لکين گهوٽ گوهر شاهہ گهائين ٿا.

ٿلهہ: عجب عشق اچڻ۽ پيرين چير پٽڻ
اهو ناهي نچڻ ٻيو چاهي ڙي.

نانگا نينهن وارا ٿيا نروار نسنگ۽ مجني مير جُهڙا مستان ملنگهہ۽
پسي حسن شمع۽ ڪاهي پون پتنگ۽ اهو ناهي پچڻ ٻيو چاهي ڙي.

جنهن سربره لڳوءِ تنهن سربار چايوءِ صنعان صحيح ناتو نينهن لايوءِ
پايو جوان جٽيو بت خانہ آيوءِ اهو ناهي پسڻ ٻيو چاهي ڙي.

شاهہ منصور مستيءَ ۾ مير مچيءِ روحي رمز رنگڻ ۾ رند رچيءِ
چڙهيو سوريءَ تيءِ ڪٽي سوب سچيءِ اهو ناهي ملڻ ٻيو چاهي ڙي.

غازي گوهر شاهہ خاصي خبر سٽيءِ واري ورد ڇڏيا خطرا خيال ڪٽيءِ
آيو عشق آدم ۾ هام هٽيءِ اهو ناهي ٻولڻ ٻيو چاهي ڙي.

ٿلهہ: اسانون عشق لگا اظهاري، جنهن لائي باغ بهاري، ڪيتا جلوہ حسن هزاري،

شاہ حُسين هي آيا، جنهن محبت مينهن وسايا، سهٽي بار برہ دا چايا،
حُر حملي دي هسواري،

لگا برہ لاٿاني دليلي، دا، سڻ حال احوال اُهين دا، هي مجنو نانءُ تهين دا
جنهن نون ويڙهہ ڪڙي والاري،

مذهب توڙ چڙيندا جڪ جٽيا جوڙ پهريندا، ڪر رام دعائين ڏيندا
جنهن دا نانءُ صنعان سچاري،

ڪر طبل تيار تماشا، جڙ آيا شوق شهنشاہ، هي شاعر بيشڪ بلاشاہ
جنهن نينهن ڪِتا نرواري،

سرمد والي صفائي، وچ دهلي سيس وڃائي، ڪِتي قرب والي هے ڪمائي
جڳ جوش جڳيندا جاري،

موج ملتان مچائي، هے ڪلڙي شمس ڪلائي، اهو هويا حڪم خدائي
گر عشق ڪيتي اظهاري،

شوق شاهاني والا، چل آيا ڪرڪي چالا، نينهن جنهن دا نالا
ڏي گوهر شاہ گلزاري،

●

ٽلهہ: پنهنجو پاڻ ڏيو کو ديدار مٺاءِ کيو عشق اوهان جي اظهار مٺا.

تنهنجي درشن لاءِ دل ماندي آ هک وار نہ ورهہ کان واندي آ
هردم حب اوهان جي هيکاندي آ اچي لهہ کا سار سنڀار مٺا.

لڳو نينهن تنهن جو تيس آءُ نسنگ پچي جيئن شمع تي پروانہ پتنگ
کجو مهر اسان تي لاٿان ڪلنگ تنهنجو جڳ ۾ ڪليو جنسار مٺا.

جڏهن عشق لڳو تڏهن تيس چري ڪُلي درشن واري ديد دري
منهنجي دلڙي دردن ساڻ ڀري هيڏي واڳ ورڻ جي کا وار مٺا.

تنهنجو گوهر شاهہ کي آهي غم اچي ڏيو دلداري کا صاف صنم
خطرا خام خيالي ٿين ختم تنهنجي حسن لايو هيڪار مٺا.



ٽلهہ: صحيح صورت هي سبحاني اعلىٰ عشق عجب انساني.

کيتا جوت چشم چمکارا لايا نينين نينهن نظارا
ٿيا روشن جڳ سڀ سارا کليا ناز نقاب نوراني.

وچ مورت صورت سائي بڻ عشق دي پُتلي آئي
هوئي کلڙي نہ کنهن نون کائي آيا جادوگر بن جاني.

مجنا! ليلي کالي نهين اک کا ڏيکڻ والي
هي ليليٰ کعبہ عالي سک هوئي صاف سلطاني.

پئي گيڙو گوهر شاهہ گهرا گايا صوفي بن کي سهرا
روشن جنهن دا هي چهرا هي نينهن انهادي نِشاني.



ٿلھ: تنهنجي ديد اسان کي خريد ڪيو، توتان صدقي مال عيال ٿيو.

تنهنجي ديد ڪيا ڪيئي ديوانا، ڪن بر ۾ ڪيا آستانا
مثل مجنوءَ جي ٿيا مستانا، سارو هوش حواس حجاب ويو.

تنهنجي ديد شهيد ڪيئي شير ڪيا، تنهنجي محبت مست مٿير ڪيا
تنهنجي اڪڙين ايڏا اندير ڪيا، نمي مُلڪ عراق عجم پيو.

جن ديدن جو ديدار ڏٺو، تن ڪُلئي ڪيو ڪم ڪار ڦٽو
سر تي لوڪ ساري جو طعنو سنئو، پائي زلفن ۾ لاٿان لٿو.

ڪيو عرض گوهر شاهہ غلام توکي، ويو وسري عيش آرام مونکي،
مليو عشق ارباب امام مونکي، جنهن جو ثاني نہ پانيان قسم پيو.



ٿلھ: جوڙي نقش نينهن عربي، نروار بنجي آيو،
اولي انا احمد جي اظهار بنجي آيو.

آدم جي ٿي اولي ۾، خاڪي خوبان چولي ۾،
جهنگل جَهڪن، جهولي ۾ جنسار بنجي آيو.

بي رنگ مؤن رنگ چوٽي ۾، ٻولي ٻولي اُتي طوطي ۾،
آدم جي ٿي ٻوتي ۾، ديدار بنجي آيو.

هر جاءِ حسن حقاني، صورت صحيح سبحاني،
رخ ۾ روشن رباني، چمڪار بنجي آيو.

صوفي سُخن سينگاري، پيالا پريمي پياري،
غازي گوهر شاهہ گهاري، گلزار بنجي آيو.



ٿلھ: عرض پيرِ مُغان جي اڳيان، عاشقن ارداس ڪيو،
انھن الائي راز سان، پاس ڪيو ناپاس ڪيو.

جاڏي ڪاڍو قرب جو، اوڏي لکڻ ضروز پيو،
درد جو دفتر بنائي، موڪلي اوڏانھن راس ڪيو.

قرن ٿا فيراق ۾ ٿيڀيدار جيان ٿيرا ڏيو،
ارواح عشاقن سندو، اکنين ۾ اداس ڪيو.

موتئي ۽ رومي گلاب جي، جاءِ ناهي مشڪ جي،
کُلي ڪٿوري عشق جي، جنهن ساري جڳ ۾ واس ڪيو.

گوهرشاھ چئي غم جنين کي خدا واري خوف جو،
جوڳي ٿي گيڙو رنڱي، تن لِڱن تي لباس ڪيو.

●

ٿلھ: توسان نينهن لائي، آيس پاند پائي.

تولاءِ اُداسي، سِڪ ۾ سناسي،
پيو غرض ناهي، سندرو پڌر ساهي.

وتان آءٌ ويراڳي، برھ ۾ بيراڳي،
قربئون ڪاهيون ڪاهي، سيئي سانگ لاهي.

تولاءِ گداگر، سدائين ثناگر،
دل ۾ درد آهي، ڏنو يار ناهي.

تولاءِ گوهر شاھ ديوانو هميشان،
ڏنم طلب تائي، رکيم سرڙو نائي.

●

ٿلهہ: آيو يار جانيءِ پانيان مهرباني.

وهم ۽ اراداءِ دليل دل جاءِ
سيئي خام واراءِ ٿيا خيال فاني.

صنعان، مجنون ۽ فرهاد، بُلا شاهہ
ڪيئي مست مانجهيءِ پائي ڪجل ڪاني.

ناٿ نچن ٿاءِ ناد وڄائيءِ
نسنگ نينهن واري پائي ڳچيءَ ڳاني.

گهوريان گوهر شاهہ سيئي مال مڙيون،
مرشد ملنگهہ مليوءِ جنهن جو ڏيهہ ڏاني.



ٿلهہ: ڪيتا عشق اسان نون، اظهار يارو،
ڪرڪي جامي داءِ جنسار يارو.

ماركي نعرا اناالحق داءِ
نر نينهن آيا نروار يارو.

جامي والا پاونداءِ جانب جوڳي ڦيراءِ
لايا چيريان هئي چمڪار يارو.

ڪُلئي ڪيف خمءِ خم ڪنيڙي ڪاڪل،
لائي برهہ بهاري بازار يارو.

محبت مِهر واليءِ هرجاءِ حقانيءِ
ويڪو گوهر شاهہ ڪي گلزار يارو.



تلهہ: کيا هُل هاديءَ جي حَسنات ، ڪٿي،
جبل جلي ٿيو ٽڪراءِ ڪٿي طور حسن تجلات ڪٿي،
چشم جي چرچيءَ چوڏس ڇهري ، آندا چاهہ زنخ چشمات ڪٿي،
سِر عوشاقن جي تي ڪاهيءَ ڪٿي برهہ بلند برسات ڪٿي،
گوهر شاهہ چئيءَ اسم گگن ۾ ڪٿي جوش واري جذبات ڪٿي،

●

تلهہ: ڪٿي عشق لٿوءِ سامان جنگي،
جوڙي مورچاءِ ماڳ منصوريءَ هٿي رند بيٺو آ رَمزون رنگي،
تنبون قناتون، ڪوڙي پڙ ۾ جڙُي لشڪر بيٺاءِ ساٿ سنگي،
عشق وارن جي ، برهہ بازر ۾ هٿي پاڻ حسن جي دلڙي ٻنگي،
گوهر شاهہ چيُءِ غم لٿا سيءِ آيو نينهن اسان وٽ ناٽ ننگي،

●

تلهہ: دلبر تنهنجي اکين ۾ ديدار ٿو ڏسان،
درشن واري درٻاريءَ درٻارتو ڏسان،

اکڙيون سُرمي سينگاريون، رخ شَمس جي مثل،
سهڻا تنهنجي صورت جوءِ سينگارُ ٿو ڏسان،

ڪجليون ڪاريون قراريون ڪيفي ڪڪوروارِيون،
تن ۾ خوني خلل جوءِ خومار ٿو ڏسان،

اکڙيون، نازڪ نراليون، نيم خواب نينهن واريون،
ناتونسنگ انهن جو نروار ٿو ڏسان،

اکڙيون گهائي گوهر شاهہ گهريون هٿن ٿيون گهورون،
تن ۾ گُلن قلن جيءِ گلزار ٿو ڏسان،

●

ٿلهہ: ڇو ٿيو آهين اداس، دوست وسي تنهنجي ديري،

ويهي ووڙ وجود ۾ وٺي وحدت جو واس،
ونحن واري ويري،

قلب ساري کي ڪيف سان، بوءِ برهہ جي باس،
جوت جڳائج جيري،

دنيا جي ديدار جام ڇڏي سڀ لباس،
وڃ ورهہ جي واهيري،

غم نہ ڪر تون گوهرشاهہ پنجتنن جي ٿي تون پاس،
ڇرڪ نہ توکي ڇيري،

•

ٿلهہ: لڳو نينهن دل کي، انڙا مينهن وري،

سالڪ کي صورت موهيو، ڇڏي دين ويو
لڳس ذوق ذري،

سڪ ۾ سَوز منجهاروُن جهاڳي سمنڊ ويو،
پسي ارم پري،

بر ۾ بنڊ بنجي ويو، لايو عشق ليليٰ،
ويو پارٺ پري،

لـَين گوهر شاهہ گهوٽ ديوانہ جنهَن کي عشق لڳو،
اُهَا دلڙي ڇري،

•

ٿلھ: ديدار دلبر جي ڪري، آ مون ڇڏي وستي وٺي،
برھ جو بادشاھ بالا، جادو ويو مونکي ھٽي،
نذر جانب جي اڳيان، مون رکيو سرڙو ڪٽي،
جوڳي ٿي، گيڙو پڏوسين، دل اندر ڪوجي ڏٺي،
سڪ سھڻل يارجي، گوھر شاھ کي آ گھٽي،



ٿلھ: سھڻا سڄڻ اسان ڪان، منھنڙو مٽيوَ ڇو،
ڪجھ قياس نا ڪنگال جو، قربدار ٿي ڪيوَ ڇو،

آھيون اسين اھيئي، نوڪر چاڪر اوھان جا
واعدو نہ پاريو اسان سان، انجام ڪلھ ڪيوَ ڇو،

جدا نہ ٿي جاني، ساعت سال پانيان،
اسين چئون اسان وٽ، ھر دم حبيب تون ھو،

پنھنجي پاڻھي خيالي، نچندا وتؤن ناچو جان،
ھئاسون اڳئيي اربيلا، جوڳي جڳت ۾ ڪيوَ ڇو،

آھي گوھر شاھ گولو، سھڻا تنھن جو سدائين،
دلڙي لُٽي ھي جانِ من، ڇو تيؤ پري پو،



ٿلھ: مزو دنيا جو مرد مٽيءِ ويا خدا جي واسطيءِ
لالچ جو لارو لٽيءِ ويا خدا جي واسطيءِ.

ماري نفس ماٺ سينءِ مرد ٿي ميخان ۾
راند ڀيڻاريءِ کٽي ويا. خدا جي واسطيءِ.

توڪل سندو تڪيو ڪريءِ عام ڪان آجا ٿيام
ڪفر جي ٽڪري ڪٽيءِ ويا خدا جي واسطيءِ.

روز شب ريڏا وتنءِ دم دم سندي ديدار سانءِ
سرساهہ جا سانگا ستيءِ ويا خدا جي واسطيءِ.

گُر گرناري گودڙيام گوهر شاهہ گيرب چڙيءِ
جذب ڪي جوڳي جهٽيءِ ويا خدا جي واسطيءِ.



ٿلھ: پهرياڻين پيار ڏٺيءِ پوءِ تو ڪٿي چو بس آ
اسان ڪي تنهنجي محبت مٺون ڪهڙي جناب ڪس آ

دلبر ڪَيو ديوانوءِ ماٺي تنهنجي مستانو
دلڙي ديدار تو لاءِ بي تاب بيوس آ

چڏيئہ چو وساريءِ ڪري قول وئين تون ڏتاري
تنهنجي مٺي رهاڻ جوءِ رُوحي اسان ڪي رس آ

دلبر ديدار تنهنجوءِ آهي علاج منهنجو
تنهن جي ملڻ جو مون ڪيءِ مليو پير مغان ڪان ڏس آ

آهيون گوهر شاه غازيءِ هجين تون دلدار راضي
ڪيو تو جوڳي اسان ڪيءِ توکي بہ جانب جس آ



تلھ: نينھن سان ناتو اڙائيءِ ناز ڇو ڪجي،
برھ جي بيمار ڪيءِ بي راز ڇو ڪجي.

قيد اڳيئي ڪاڪل ۾ ڪيئيءِ ڪوڙئين عاشق ڇوان،
زلف جي زنجير ڪيءِ دراز ڇو ڪجي.

قرب ڪجي عاشقن سان، قرب جو جن کي قدر،
لوڪ جي خلقتن سان، لحاظ ڇو ڪجي.

نظر نازنين تنھنجيءِ گھورن سان گھائيو،
گڏ گھمائي ڪا گھڙي غماز ڇو ڪجي.

خدائي واري خيال جيءِ گويا گوهر شاھ ڪر صحيح،
بشر واري پيڙ جوءِ ابياض ڇو ڪجي.

•

تلھ: ذات مولا جي سڄائيءِ بينا ذوق وارا ذاڪري،
زندان دنيا جو ڇڏيءِ زلفن ۾ آيا ظاهري.

صنعان جهڙن سالڪن وجي مذهب ڪيا ڪافري،
عشق جن تي آئيو تن ڪانہ ڪئي ٻي نابري.

شور نينن جي نمايا، ڪن شعر گويا شاعري،
شوق جا شيشا پيوءِ شائق اڇن ٿبي شاڪري.

سهروردي، نقشبنديءِ چشتي توڙي قادري،
نينھن ريءِ نادر نہ ٿئيءِ توڙي هجي ڪو اڪبري.

ڳُن گوهر شاھ گويا ڪئيءِ شعر سمجھن شاطري،
برھ جي بازار جيءِ اها ڪن خبر ٿا خابري.

•

ٿلھ: دلبر تون نہ وسارءِ دل تنھنجي سک ۾ سڙي ويئي

تو لاءِ قران ٿيءِ پتنگ پچان ٿي
نين ڪٽي تون نھارءِ جند آھي تو سان جڙي وئي.

آھيون عاشق توتي مالڪءِ لاھج ڪين پيار
دل تنھنجي قرب ڪڙي ويئي.

محب ملڻ جوءِ انجام اچڻ جوءِ ڏي ڪو دلاسو يار
اڪ آھي توسان اڙي ويئي.

گوھر شاھ چئيءِ مھر توڪي پويءِ مل اچي منٺار
رئندي رات لڙي ويئي.



ٿلھ: نھارين ڇو نٿو مون ڏيءِ منھنجا محبوب منستانا‎ءِ
اوھان جي ڪاڻ مون ڪيڙا‎ءِ پنھنجا ھي حال بيگانا.

رقيبن سان وتو ريڌا‎ءِ فقط مون سان نہ ڳالھايوءِ
ڪڍھن بہ ڪين ڪي ڇڏيانءِ اوھان جو در صنم جانا.

اوھان جي ٿي اکين ۾ آءِ امر خُمار جو جلوءِ
پَسي خود ناز نيٹن جا‎ءِ اچي ٿيا قيد سلطانا.

مٺيءِ مولا بخش معنيٰءِ صورت جي سونھن جي سھٽيءِ
گدا گوھر شاہ درجو ٿيوءِ پائي ڳل عشق جا ڳانا.



تلھہ: رنگ پوردي وچ رانجھاءِ پاڪي جاما آيا هي
بار بره دا باري چمہ چمہ شوقؤن سرتي چايا هي

ڪرڪي خاصا خيال، ويک اصل جوڳي حال، هير ماهي دي نال،
نيندهن نشانبر لايا هي.

پاڪي پوش فقيران والاءِ ڪرڪي انساني والا اولاءِ پڇي ين سيوئي پولاءِ
طلب تنهين دي چايا هي.

عشق آفات وڪيندا، بره بيراڳي بيندا، مجنو نانءُ سڏيندا،
جنهن ڪون گهور اکيان دي گهايا هي.

گوهر شاه گلزار وچون، ٿيا حاصل سير ديدار وچون، مليا راز ربي سرڪار وچون،
ڳل ڳانا بره دا پايا هي.



تلھہ: بره ٻاري جنهن ڪي باهہ وره جي پي سا وٽي وٺي
پسي حُسن جو شعاع شاهانيءِ آئي مچ ۾ آهہ
حب واري ڪين هٽي وٺي.
ذوق منجهارؤن ظاهر باطن ورتي عشق واري جنهن راه
کهيل اها سا ڪٽي وٺي.
چڏي جهنگ سيال ساروه ڪري ڪامون ڪاهَہ
رانجهي ڏي هير جٽي وٺي.
گوهر شاه چٺي دلڙي منهنجيءِ درد وهايو درياه
فيراقن ۾ ڦٽي وٺي.



ٿلهہ: دلربا جي ڪاڻ، در در آهيان ديوانو،

ملڻ لاءِ محبوب اوهان جي، چاهہ انهيءَ ۾ چرياڻ،
مجنو وانگي مستانو،

پسي پرتئون پيچ پياري، چشمن جي چانڊاڻ،
پيئڙس تي آئون پروانو،

روز ازل کؤن مولا چاڻي، پياري محبت ماڻ،
يار ڪيو آ يگانو،

گوهر شاهہ چئي صورت وچ ۾، واڻي ورهہ وتاڻ،
آڻي اڏيو آشيانو،



ٿلهہ: اوکو سچڻ جو سورُ سرتيون، سلڻ نہ جهڙو، ڏسڻ نہ جهڙو،

چڏي چپر ۾ ويئڙا چوري، ڪيچن ڪيڙو ڪَلور
سرتيون سلڻ نہ جهڙو، ڏسڻ نہ جهڙو،

جن کي لڳو آهي خبر انهن کي، نينهن پرين جو نور
سرتيون، سلڻ نہ جهڙو، ڏسڻ نہ جهڙو،

هوت پنهل جو، هادي چاڻي، لڳو آ ذوق ضرور
سرتيون سلڻ نہ جهڙو، ڏسڻ نہ جهڙو،

گهڙيءَ گهڙيءَ ۾ گوهر شاهہ کي، پوي پنهل جو پور
سرتيون، سلڻ نہ جهڙو، ڏسڻ نہ جهڙو،



تلهہ: دلبر آيا ساڏي ديري، پرکي پيري،
ڪرڪي قرب ڪماليان، محبت واليان.

آيا جلوا ڪرڪي جوڳي، ڏي چيريا نون چيري،
ڪرڪي قرب ڪماليان، محبت واليان.

آيا سُهڻل هر صورت وچ، ڪِهن وحدت ويري،
ڪرڪي قرب ڪماليان، محبت واليان.

عشق اويڙي، آگ مَچائي پتنگ ڏِيَون اُت ڦيري،
ڪرڪي قرب ڪماليان، محبت واليان.

گُر گوهر شاهہ وات الستي، وحدت والي واهيري،
ڪرڪي قرب ڪماليان، محبت واليان.



تلهہ: جامي والا ميڏا سائين، مينون پاوين
جواني ماٹين، جيوين سدائين، مينون پاوين

نانءَ ڏٹي دي دلبر سائين من ڪو ليٹڙا پاوين
مينون پاوين

پاء پيشوازي جادوگرجاني، اڱڻ اسانڏي آوين
مينون پاوين

هووين اسانڏي ڪول هميشان، دلبر دور نہ جاوين
مينون پاوين

گويا گوهر شاهہ سڻ ڪي سُهٹام لنؤن اسان نال لاوين
مينون پاوين



تلهہ: عشق اسان کَٹِ آياء راول رنگڙا لايا
پر پيالي محبت واليء پيچ پرت دا پاياء
راول رنگڙا لايا.
رانجهن والي رمز رگٹ ديء روح اسا ڏا راياء
راول رنگڙا لايا.
سير صفت کاء صوفي سهراء ڳلي ڳلي وچ ڳاياء
راول رنگڙا لايا.
غازي گوهر شاهہ عاشق تي کيء بار برهہ دا چاياء
راول رنگڙا لايا.



تلهہ: وحدت وک ويراڳيء وڏا وٹ تون صدقيء
واحد والي صورتء وِکا وٹ تون صدقي.
چوڏس چال چوڏاريء چوگان چشميء
چالا چاهہ والا چلاوٹ تون صدقي.
هکل والي حمليء کرکي حکم حاضرء
هوکا حال هرجاءِء هلاوٹ تون صدقي.
قدم دم قلندرء کراري کَسر وچء
قائم قرب قلبي کماوٹ تون صدقي.
گُلان دي گلزاريء مگهن دي ملهاريء
گهتّيان وچ گوهر شاهہ گهما وٹ تون صدقي.



تلہ: انا الحقء انا الحق الا وڻ تون صدقيء
جذب جوش جنگي جڳا وڻ تون صدقي.

شاهہ منصور آياء سوريءَ تي سِڌاياء
برهہ بار برسر دي چاوڻ تون صدقي.

شوقئون شاهہ مردانء آيا شير يزدانء
قلعا کوٽء خيبر اُڏاوڻ تون صدقي.

ڪربل دي تياريء برهہ دي بهاريء
پيالا شوق والا پلاوڻ تون صدقي.

گوهر شاهہ غرض هَٿيء برهہ دا مرض هَٿيء
صحيح سور دل دا سُٽا وڻ تون صدقي.



تلہ: برہ پڙهايمء باتيونء باتيونء
دم دم پائمء جهاتيونء جهاتيون.

ڪيو قيد اکين جي اشاريء
ڏاتر ڏيندم ڏاتيونء ڏاتيون.

نيندن نورء برهہ بيخود آء
عشق جون کهڙيون ذاتيونء ذاتيون.

راتيو ڏينهانء روز فِقر جونء
لُونءَء لونءَ اندر ۾ لاتيون لاتيون.

عشق ڪيو اظهار گوهر شاهہء
روئندي گذاريمء راتيون راتيون.



تلهہ: حُسن هادي جو پَسيء
هاتڪ ٿيا حيرانا لڪين مستانا

پسي صورت سونهن سُهڻل جيء
دانهہ ٿيا ديواناء ڦرن پريشانا.

يونسء يحييٰء ايوبء ذڪرياء
يوسف ؑ ڪنعاناء توتان قربانا.

نوح ؑ لوطء عيسيٰ ؑ موسيٰء
دائود جهڙا درباناء سونهن تا پانها.

احد مَنجهئون ٿي احمد آيوء
صورت ۾ آشناناء ماڻي مئخانا.

شمسء قمر تنهنجي تاب شرماياء
گهوريان توتان ٻئي جَهاناء مڙيون خزانا.

ڏسي حُسن ۾ صورت جلووء
عاشق ٿيا عُرياناء مجنون ؑ صنعانا.

ڪارڻ گوهر شاهہء محب ملڻ جيء
سُهمون ڪٽي ساماناء سنم سِرَ تي طعنا.

●

ٿلهہ: سهڻا صورت اوهان جي سبحان جي نموني،
سهڻي سنجڻ سراسر سُلطان جي نموني.

لالي لبن مرجاني، موتي دندان ڪُجاني،
ابرو چوان ايراني، ڪمان جي نموني.

چهرو چنڊ مهتابي، رخسار رنگ عجابي،
شوريل اکيون شرابي ڦهري ڪان جي نموني.

ڏٺي مون حقي هزاري، تيئڙي بُلند بهاري،
صورت عشق واري، انسان جي نموني.

گوندر گوهر شاهہ گهاري، ساڄن سدائين ساري،
گُر جي صحن گذاري، دربان جي نموني.



ٿلهہ: نازڪ ويو نهوڙي، نقاب جي نموني،
نٽڪو ڪري نظر سان، نواب جي نموني.

پهريائين حسن پسائي، نقاب پوءِ ورائي،
سهڻي صورت ڇُپائي، حجاب جي نموني.

اکيون پسي سُنيون سي، دليون ڪيئي ڪٺيون سي،
شاهي شور سان ڏٺيون سي، شراب جي نموني.

نگهہ باز جادو ناهي، چاهہ مؤن بچي تو چاهي،
اظهار عشق آهي، ارباب جي نموني.

گُر ۾ گوهر شاهہ ذاتي، انوار جي اثباتي،
پانيم جسم صفاتي، ڪباب جي نموني.



ٿلهہ: رمز راول سان رَلڻ، ثواب آهي، برهہ پيڙ ۾ جلڻ ثواب آهي.
رنج روئڻ سڀ، پٽڻ پري ڪرہ عشق آڏيءَ تي ڪِلڻ ثواب آهي.
سوز منجهارئون، ساڻ صورت جي، سور سوريتيءَ سان سَلڻ ثواب آهي.
غازي گوهر شاهہ ميل محبت ۾، مطلوب منڍي سان ملڻ ثواب آهي.



ٿلهہ: آهيان هِت آءُ اُباڻون، ويندس جوڳين سان، سڪ مٺون سامين سان.
سِڪ منجهارئون، سناسين جون، پل پل ڪيئون تي پڇاڻون.
اڱڻ اوهان جي اسين اچون تام قاصد ڪلهہ جي مڪائون.
هُيس نہ اهڙي، آيا آديسي، پنهنجو قرب ڪياڻون.
گوهر شاهہ چئي غم وارن جون، سُڏندا پاڻ صَداڻون.



ٿلهہ: جن لاءِ آهيان آءُ ديواني، آيا آديسي، پرتئون پرديسي
قرب سان ڪئي ڪاپڙين، منهنجي دل مستاني.
جوڳيئڙن اچي جوت جڳائي، وسي ويئي ويراني.
شاهي شاميانا وينا ڪوڙي رکي شوق شاهاني.
گوهر شاهہ چئي مُحب مليوسين، هينئڙي لٿي حيراني.



تلھہ: صورت آپ سمايام برھہ کيتا بيراڳي،

انا احمدم بلا ميميم قائم قول قرآني هَئي
ثابت سير صفاتي والاھ سھڻا سِر سبحاني هئي
رانجها رنگ پور آيام صورت هويا ساڳي،

الانسان سِري وَانا سِر هوم صورت هئي سلطاني
جوڳي بڻ کي جانب آيام جڳ وچ لال لا ثاني
گهور حسن هئي گهايام بنيا آپ اوجاڳي،

ونفخت فيه من روحيم بوتي آڻ ڇَپايا
چم چم ڏاڍي چاھہ وچونم سر بار برھہ دا چايا
جنهن نسنگ نيهنڙا لايام وحدت دل هَئي واڳي،

غم گوھر شاھہ برھہ دا باريم عاشق سِر اُٺايا
سهرا صاف صفاتي والاھ ڳلي ڳلي وچ ڳايا
جنهن آ جوش جڳايام دلڙي دردين داڳي،



تلھہ: عاشق اُجاريم نينهن نوَاب آهيم سِرَ سينگاري
نينهن نواب آهي
کري مستانو مير مجني کيم بر ۾ بيهاريم
نينهن نواب آهي
پرت وندن کيم پر پريمي پيالا پياريم
نينهن نواب آهي
حکم هلائيم رمز رَلاءِم ماري جياريم
نينهن نواب آهي
گوھر شاھہ گلزار چمن ۾م گهاري گذاريم
نينهن نواب آهي



تلھہ: ڏٺيون جن عشق جون اکيون، ٿيا اظهار عُريانا
دائم دلدار جي درشن، کيا ڪئين دُرس ديوانا

نچائي نامور نيھي، نسنگ نروار نٽڪي سان
کيا نر ناز جي ناتي، نيزي تي نينھن نيشانا

پسڻ جي شعاءَ تي پل پل، پچڻ جي پرت جا پياسي
پاتائون پير پڙ اندر، آيا پڳدار پروانا

حسن واري هوٽل برسي، حاڪم حسين هيرن سان
ڪليو حسنات جو جلوو، هزارين ٿي ويا حيرانا

گھٽائي پاڻ کي گياني، گھاري گھونگٽ اندر گھر ۾
ٿيا گلزار گوهر شاهہ غازي ڳائي ڳليءَ گانا.

●

تلھہ: سَمجھي سارو سانگ ڪوٺيو، صورت واري من سير جو،
مورت واري معنيٰ مثل سان، ڪيو مونجھارو مير جو.

پُرجھي پَکي تون ڳالھہ کيو، دم رکج دلير جو،
نچ نظر سان ناٿ ٿيو، چمڪو ڪري ڪو چير جو.

شائق ٿي شھزور شاهي، شوق جڳائي شير جو،
ڪڏهن ڪرتون ڪين ڪيو، نھراءَ صلح ۾ وير جو.

گُنَ گوهر شاهہ گلزار ٿي آ، غلبو پلي سپُ غير جو،
تارڪ ٿيو، تقوا چڏيو، ٽوڙي تڳو قند قير جو.

●

تلہ: ڪرين وڻج واپار يار، آ ڪَر سودا سچ دا

مجنون، بلا شاهہ وقت لنگهايا، آئي تيڏڙي وار
آ ڪر سودا سچ دا

دارا سڪندر جيهي چل ڳئي، هويا جنهادا ڏهڪار.
آ ڪر سودا سچ دا

جيڪي ويسن، سيئي لهسن، ڪليل هٽي بازار
آ ڪر سودا سچ دا

گهٽ گوهر شاهہ ڳل وچ ڳاري، ويسون در دلدار
آ ڪر سودا سچ دا



تلہ: ڪيو عشق تنهنجي، اظهار مون کي،
لڳو نيڻهن، نسنگ نروار مون کي.

ساز سان سنبري ڳايان، ڳڻ عشق جا ڳلي ڳلي،
ڪيو سوز جنهن جي سَرشار مون کي.

سِڪ سمائي سيني ۾، برهہ جي بي خود گهٽي،
ڪيو حسن تنهنجي حبدار مون کي.

ويڙهہ وحدت ۾ ويراڳيءَ واٽ ويساهہ سان ويا،
ڪيو ورهہ انهيءَ وڻجار مون کي.

گلشن گوهر شاهہ عشق جو، ڪليو چشم چمڪار سان،
انهيءَ گهورَ ڪيو گلزار مون کي.



تلھ: آيا عشق امير ھَئي، بي خود بي نظير ھئي،

ڪرڪي جلوا جوڳي، ڇوڙ ڪي رسمي روڳي
يوگ ڇوڙڪي يوڳي، قائم قلام ڪبير ھئي،

ڪڻ ڪڻ ڪار ڪماليّ، ماھر مست جَلالي
طبل وڄيندا تالي، تي ڪي پرگھٽ پير ھئي،

اعليٰ عشق ارباب ٿيا، ساڏا نينھن نواب ٿيا
وچ ڪربل دي شتاب ٿيا، شائق شغل شبير ھئي،

لڳي ھئي رمز رنداني، دلڙي ٿئي ديواني،
گُن گوھر شاھ گياني، موج مدام ملير ھئي،



تلھ: آيا نينھن نوابي، نتڪي نورنجابي

صورت ساز وڄاڪي، جلوا جوش جڳاڪي
رندي رمز رَلاڪي، ڪيتس رنگ ربابي

عشق امانت آئيّ اھا ڪنھن نہ ملامت چائي
سرتي سونھن سَمائي، ڪامل ڪونڻ ڪبابي

وچ ڪربل دي الاھي، پڙپوشاڪ پھرائي
اھا نوبت نيھن وڄائي، ڪرڪي شوق شِتابي

عشق دا مَذھب اعليٰ، نچ نور جنھين دا نالا
گڙ گوھر شاھ نرالا، نھين بريلي، نھين وَھابي،



ٽلهہ: تنهنجي حُسن هزارين حيران ڪيا، پريون جِنَ مَلڪ مستان ڪيا.
انجيل، توريت، زبورُ ظاهر، تنهنجي شان ڪتاب قرآن ڪيا.
عشق اڇي اظهار ڪيو تو، وجي مانجهي ڳڻ مٺخان ڪيا.
سڪندر، دارا، طاليس، طالب، تنهنجي صورت دُرس ديوان ڪيا.
گوهر شاهہ ڇَٽي، ٽيون گلزاريون، تنهنجي عشق آباد، ويران ڪيا.



ٽلهہ: تنهنجي حسن شمع تي حيران چوان، لکين دانهہ شير ديوان چوان.
ڪٽين عارف، عابد عشق اڄاري، اهڙو حسن آهي موهي مير ماري
بيٺو صاحب علمَ جو سُوٽريون چاري، صنعان جهڙا عريان چوان.
ڪارڻ ليليٰءَ جي پڌر پير پري، بيٺو ورهہ وَسايون ويڙهيون ڪري
هن جي ڏسڻ بنان، گهڙي ڪان سري، مجنيٰ مير جهڙا مستان چوان.
فرهاد ڏونگر ڏاري آيو آ، جنهن بار ملامت چايو آ
شاهي، شوق شيرين سان لايو آ، وجي برهہ وسايو بيابان چوان.
گدا گوهر شاهہ گلزاريءَ ۾، اعليٰ عشق واري اظهاريءَ ۾
ننگي نور نسنگ نرواريءَ ۾، نت ناهر ناٽ نيشان چوان



ٿلھ: آھي عشق عجب انسان چوان، سلطان چوان، سبحان چوان،

نانگا نينهن واراءِ نيزي سر نچاءِ گهوري مال ڇڏيائون پار پچا
وٺي عشق آيو ڪارڻ سوين سچاءِ منصور ماريو ميدان چوان،

بيٺو حڪم هلائي، فقير ڇيوءِ اڇي عالم مڙيا تدبير ڏيو
ظاهر ڪل لاهڻ جو تعذير ڪيوءِ تبريز طبل ملتان چوان،

آيو رنگ پور ۾ رانجهن راڳي ٿي، صورت سبحان سهٽي ساڳي ٿي،
جوڳي سير ڪيوءِ جانب جاڳي ٿي، جنهن جو جوش جذب جولان چوان،

چئي گوهر شاھ، آھي عشق آدم، مون ڪي آھي سِرَ تي مصحف قسم
ڪيا ديواناءِ طاليس، حاتم، انهيءَ صورت ۾ ڪي ديوان چوان،



ٿلھ: نَچ وي ميان، هُڻ نچ وي آءِ نچ وي ميان هڻ نَچ وي،

پتنگان وانگي مٿئون شمع دي، پچ وي ميان هڻ پچ وي

محبت والي، مست مئخاني، مچ وي ميان هُڻ مچ وي

باھ دوئي ڪنون بچ بيراڳي، بچ وي ميان هڻ بَچ وي

گگهن گوهر شاھ رمزان اندر رَچ وي ميان هڻ رَچ وي،



تلھہ: اڄ عشق تي اوپڙوءِ اظهار بڻجي آيو
نڻکي نسنگ نظاريءِ نروار بڻجي آيو

چپن جي چپٽڪ چالاڪيءِ چشمن جي چوٽ چالي
چَھہ چَھہ چوڏار چھريءِ چمڪار بڻجي آيو

سر ڪي صنم سينگاريءِ سھڻو سَخي سوڀارو
صورتءِ سنڌو سراسرءِ سردار بڻجي آيو

پُر پاڻ پُرتوَن پياريءِ پل پل پريم پيالي
پڙ ۾ پتنگ جان پوروءِ پڳدار بڻجي آيو

گھرو گلن جو دستوءِ گل ڦل گلاب وارو
غازي گوھر شاهہ گھر ۾ گلزار بڻجي آيو



تلھہ: حُسن جو ناز هجيءِ اُتي بلبل ٻہ هجيءِ
معنيٰ ۾ مجاز هجيءِ موکي محفل ٻہ هجيءِ

بدن بخمل جي نمونيءِ دلدار دلبر دوست جوءِ
رهبر جو راز هجيءِ ڪليل ڪا ڪل ٻہ هجيءِ

شيشي ڪليل شراب جيءِ دور پيالي جو هليءِ
ڳاني جو آواز هجيءِ ساقي سھڻل ٻہ هجيءِ

ڏڪڙ ڏمچر سارنگيونءِ چيچ هجن چيرجاءِ
پڏر پکواز هجيءِ تکو تجمل ٻہ هجيءِ

گوهر شاهہ گفتار جيءِ هيڪار تي گلزار جيءِ
برھہ جو باز هجيءِ شوق شامل ٻہ هجيءِ



ٿلهہ: وصل جي رين هجي، شيشو شراب هجي،
عجائب عين هجي، لبن جو لعاب هجي.

محبت سندي ميخان ۾ محبوب جي مشتاق سان،
نظر ۾ نين هجي، اُتي نہ نقاب هجي.

عاشقن جي روبرو، برهہ جي بازار ۾،
حسن حرمين هجي، گل و گلاب هجي.

ذات جي صفات جو، ورهہ جي ويراڳ سان،
بندر بحرين هجي، عشق ارباب هجي.

گوهر شاهہ چئي تي گداگر، جامو پائي عشق جو،
سچڻ در سکين هجي، روپ رباب هجي.



ٿلهہ: اهڙو نيڻن جو نينهن، جن کي لڳو آهي خبر انهن کي.

مجنون بيٺو بر ۾ وسائي، مٿي تي محبت مينهن
جن کي لڳو آهي خبر انهن کي

برهہ صنعان ڪئون بانگ وساري، پوٿيون پڙهي راتيون ڏينهن
جن کي لڳو آهي خبر انهن کي

اُتي آڏيءَ تي آئي سهٽي، توڙي گجن بيلي شينهن
جن کي لڳو آ خبر انهن کي

گوهر شاهہ جيڪي گهورن گهايا، تن کي لَڄَ نڪا ليهہ
جن کي لڳو آ خبر انهن کي.



ٿلهہ: جوڳيڙا ڇڏي جوڙ پنهنجي وريا وطن تي،

ڪري ڪمائي ڪونڌ قلب سان،
چڪي برهہ جي بوءِ هليا سچ صحن تي،

نانگا نيارا ناٿ نوابي،
هوءَ ۾ ٿيڙا هوءِ حاصل حق حسن تي،

سِڪ جنين کي ثابت، سچ جي،
رب ڏيکاري روءِ تن کي راهہ رَندن تي،

گوهر شاهہ ڇڏي گاروڙين کي،
خيال واري تي خوءِ چشمين چاهہ چمن تي،

•

ٿلهہ: حق پاڪ اسا ڏاہ بن چاڪ آيا،
ڇوڙ تخت هزاري دي املاڪ آيا،

ساڏا ماهي منور مير هويا، لڳا عشق جنهين دا اڪسير هويا
کيڙا خان وقت دا وير هويا، وچ دنيا والي ڪاڪ آيا

ويڪڻ رنگ پور رانجها آپ آيا، چل چاڪان دا چاڪ نام چايا
پا دَلق درويشي پوشاڪ آيا، چا قدم عرش اتي افلاڪ آيا

ڇوڙ رنگ پور ٿيا رانجها راهي هَٿي، ويکڻ برهہ والي بادشاهي هٿي
جنهن دا آپ وَحي ٿيا سپاهي هَٿي، گهن بهشت وچون بوراق آيا

صاحب صورت دا سَخي سرور تون، آکي گوهر شاهہ ميڏا منور تون
ڏيوين دان برهہ دا دلبر تون، تيڏي محبت دا مشتاق آيا

•

تلهہ: گهول گهتان رانجهي يار تون،
سُهِٹيان، سوڍيان، سياليان.

من ميڏي وچ محبت ديان،
ڏايان برهين باهين ٻاليان.

يار ماهي ديان روز ازل ڳنون،
نال ميڏي ڳجهيان ڳالهيان.

راوي ڪناري رين جو آيا،
چل ماهي چڱيان چاليان

گهتن گوهر شاهہ دامہ دليان وچ،
ڪنيڙيان زلفان ڪاليان.



تلهہ: لڳو عشق جن کي، تن کي سير سيباڻو،
ڪيا نينهن نانگا، خرچياڻون ڪين ناڻو.

عاشق ٿي اوطاقي، چرخي جي چالاڪي،
ڪيئون ماڳ خاڪي، وڃائي وڃاڻو.

ظاهر ٿيون آباديون، حسن جون سي واديون،
چوان عشق جادون، ڪٽو ڪٽڪ داڻو.

هڪ ادريس يارو، پڇهي تو ويچارو،
پيو بهشت سارو، حورن جو آ ياڻو.

گوهر شاهہ گهمائي، آيو عشق آهي،
انا الحق الائي، سوريءَ تي ساماڻو.



تلهہ: نظر سان نچائيءِ ڪيو نينهن نماڻوءِ
ذاتي ذوق ۾ روح تيو آ ويڳاڻو.

منهنجا محب مالڪ اڏيءَ جا تي عاشقءِ
سورهہ صاف سالڪ صورت ڪي سجاڻو.

دنيا ڏي تو تاڻيءِ ڪنئون عشق آڻيءِ
نڪي نينهن ڄاڻيءِ آهي لوڪ اياڻو.

دلبر دل پيارو جنهن جو نينهن نيارو
قرب ۾ ڪرارو ڪوپو نا ڪوماڻو.

تنهنجا سڀ سَلاميءِ احمد ڄامہ عاميءِ
گوهر شاهہ غلاميءِ تنهنجي در وڪاڻو.

•

تلهہ: منهنجي يار جانبءِ توسان جيءَ جَڙي آءِ
تنهنجي اک اسان سانءِ لائي لَنئون لڙي آ.

تنهنجي ديد خاطرءِ آهيان آءٌ ديوانو
پنا پرت وارا پريمي پڙهي آ

تنهنجي بيوفائيءِ منهنجي ڪاڻ مانڻ
تنهنجي سوز سک ۾ ويئي دل سَڙي آ

توڻي نا تهارينءِ تڏهن بہ آءُ تنهنجي
پسي ڪچل ڪانيءِ قربئون ڪڙي آ

ڪندو مهر مون تيءِ ويندا غم گوهر شاهہ
سواءِ يار تنهنجيءِ پانيان سَن گهڙي آ

•

ٽلھہ: مٺي سنڌي مٺخان ۾ مستان جو مذڪور ٿيو،
منصور سوريءَ کي سينگاري موج ۾ مسرور ٿيو،

شمس طبريز شوق مؤن، ڪلڙي ڏني لاهي ڪِلي
رند ٿي راضي رضا ۾ مٺي پي مخمور ٿيو

موسيٰ ڪليم الله ڪيو، معراج مولا جو مٺي
جوش ۾ جبل جلي ويو، تاب جنھين طور ٿيو

ڪُل سيروا في الارض جو، سير گھر الله جو
ذات صورت کي سڃاڻج سڀ صفاتي نور ٿيو

گوهر شاهہ غازي رکن مٺخان مٺ تي مٺا
عاشقن تي عشق جو، اهو معاملو منظور ٿيو،



ٽلھہ: عاشق ٿيا الله جام سانگا دنيائي سڀ پليء
نينھن جو پي نشو رنگ روپ ۾ روحڙو رلي،

ترڪ دنيا کي ڏٺيء تارڪ ٿيا تقويٰ ڪٽي
ويا وره جي ويڙهہ ويھيء سور سوريتا سلي

ياد ڪن پنھنجو خداء يقين جو واٺي وٺاڻ
جوڳ جوڳيئڙا ڪمائن، جوش جيري ۾ جھلي

ڪيئي اتي عاشق آياء سرڙا انگي سرشار ٿي
بره جي بازار جوء جٺ چالو عجائب ٿو چلي

گوهر شاهہ غازي رکن، سر گُر جي چرنن ڏري
ڪن ٿا پلپل سي پڪارون، ڳاري پايو منجهہ ڳلي،



تلهہ: ڪيا حسن حيران، هزار هٽيء تيا عاشق بدبيون بار ڪٽي،
مجني جهڙا مير مستاناء بيٺا بر ۾ بيراڳي بُنب بٽي
. محبت جي ميدان مٿيءَ تيء رڪن عشاق سرڙولٽي
وسري ويا ڪم ڪاريون دنيا جاء وٺي ڳالهہ ورهہ جي جيءَ ڪي وٺي
ساميئڙن ڪي سچڻ پسڻ جيء حقي حب گوهر شاهہ آهي گهٽي.

•

تلهہ: آيو اگڻ اسان جيء عجيب هلي،
ويا غم وَهمء پيا خيال ڪُلي.
اُنهيءَ ويڙهي تيون شاديون شڪراناء
آيو ويڙهي جنهن جي عشق جُهلي.
عشق سندي آڙاهہ پرڻ سانء
ساري جان پتنگ جيان آهي جَلي.
تيڙيون مداميء مينگهہ مَلهاريونء
آئي بوند برساتء بهار پَلي
سي گوهر شاهہ غازي ديوانا
جن رمز راول سان آهي رَلي.

•

تلہ: ڪيو حسن تنهنجي حيران مون کي، مومي محب منا مستان مون کي،

ڪري جوش فرهادء جبلات پگهي، اتي برهہ جي بين بحال وَڳي
جيئن مَجني کي من ۾ ميخ لڳي، تيئن پسڻ ڪيو پريشان مون کي،

جوئي عشق آري ۾ آيو ڪوء ڪري ڪيئن اُهوء وجي ڪاڏي پو
العشق ناز اُلو آتش جوء آهي نبيءَ سڻايو فرمان مون کي،

خلق الآدم صورت ۾ء آيو محبوبيءَ جي مورت ۾
اچي خيال ويو ان عبرت ۾ء وڏي اپر ويو ايمان مون کي،

پنجين بُوتو پيائيءَ جو پور ڪيوء سر ساهہ گوهر شاهہ گهور ڪيو
تنهنجي حسن شمع شاهي شور ڪيوء چڏيو دِل بنائي ديوان مون کي،



تلہ: ساريو سجڻ سِڪان، ساريو سجڻ سِڪان،
پَٽي چاڪن ۾ آنءَء روز چڪان،

تنهنجي ناز نيڻن جي نيڻڙس آئُء تنهنجي قيد قابو قرب ڪيڙس آئُ
اچي پيش پرين تنهنجي پيرڙس آئُء پهرين پيار ڏئي پوءِ ڏي نہ ڏِڪا،

بينس بر ۾ آئُ بهار بَٽي، ڪيو حسن تنهنجي حيران هَٽي
ساري خلق جي سِرَ تي خواري ڪٽي، تنهنجي لئون زي لڳي، ماڻ ڪيئن مان لڪان،

تنهنجي گوندر جوء مون کي گهاٽو تيء وتان ورهہ وسايو ويگهاٽو تي
چوان ڪيئن سجڻء توکي سياڻو تيء وئين جلد لُٽي هٿي دلڙي هِڪا،

قِران تولاءِ سنسار ۾ء ثنا گر آئُء چوي گوهر شاهہ تي گداگر آئُ
آهيان تنهنجي در جو نوڪر آئُء سهڻا تون نہ مون کي چٽو وينِ ڦِڪا،



تلهہ: دربار ۾ دلبر سندو، دمر دمر دِلي ديدار هو،
دمر دمر دلي ديدار هو.

ناچو نچن ٿا نينهن جاءِ مستي سندي مئخان ۾،
ويراڳ جي محفل بدن ۾ چير جو چمڪار هو.

اولو ڪري انسان جو، احمد آيو اعتبار ۾،
خاڪ چون ٿا، پاڪ ڪيءِ جامي خاڪي جبار هو.

اسلام جي اوجر ڪري، سردار چڙهيو سئير تي،
جنگ ۾ جانب علي، تهدل سدائين تيار هو.

غازي غضنفر گيان سان، گهايا گوهر شاهہ گهور ۾،
ميدان محبت عشق جو، گُل حسن سان گلزار هو.



تلهہ: مَئي سندي مئيخان ۾ مانجهي آيا مستان تي،
محبت واري موج ماڻي، مست ملنگهہ مردان تي.

چيتڪ جي چڪر تي، آيا چلي چشمات سان،
ڪري چڙهائي چوٽ واري، چوڏس جي چوگان تي.

پي پيالو، پرياڻ پر جو، پهري پوشاڪون پيار مان،
پون پِڙ ۾ پيچ پائي، پسڻ ۾ پهلوان تي.

برهہ جي برسات جن تي، سي بَرسيا بازار ۾،
براهمي بڻجي ويو آءِ باهہ مان بستان تي.

قدمر ڪُڏائي، قرب وارو ڪي گوهر شاهہ ڪاپڙي،
عشق جي آيا اڏيءَ تي، ڪوپا ڪُڏي قربان تي.



تلهہ: حسن جي مَچ ۾ پياسيءِ آيا پَچڻ پيرا پري،

سوز جي سِڪ ۾ سراسر، ڪاڻ ليليٰ مجنون مَريءِ
برهہ وسايون ويڙهہ ۾، بيٺو ڳٽين ۾ ڳري،

عاشق ڪئين آزارياءِ ان ذوق ذاتي جي ذري،
فرهاد ٽڪر ٽاڪِياءِ شاهي شوق شيرين جي ڪري،

صنعان صورت ڪاڻ سَهيءِ فيراق ۾ چريو بيٺو ڦري،
ذوق مٺون زنار پايون، سڀ ملامت سِرَ تي ڌري،

گوهر شاهہ چَئي غير ڪيءِ غازين ڪيي ڪيڙو پَريءِ
سور وارن جي سچڻ ڪان، ڪانہ ٿي ساعت سري،



تلهہ: نينهن ٿيو نيشان، نسنگ عاشق نعرا هڻن ٿا،

نينهن نسنگ نر آهي نانگوءِ ڪونہ ڪري ٿو ڪنهنجو سانگوءِ
مجني جهڙا مستان، ورهہ وسايون بر ۾ بيهن ٿا،

نينهن ناز نيڻن جو آهي نرالوءِ شاهي چڙائي ڪرائي ڪشالوءِ
ڪري شيرين فرهاد عريان، ڪاٽ جي تيشيءَ سان ٽڪرٽا ڪن ٿا،

نينهن منجهؤن نروار نسنگ ٿياءِ خير محمد، سچل، بُلا شاهہ
بيهون بازار ۾ ڪن بيان، نورا پايون ناٿ نچن ٿا،

گوهر شاه چئي ٿي گلزاريءِ محبت واري مينگهہ ملهاريءِ
ڪُلي برہ جا ويا بُستان، اتي عارف عجب اچن ٿا،



تلهہ: منگهڻ مست ميلو محبت مچايو، نسنگ ناٽ نانگو نينهن آ نچايو.

پسي حسن جو جلوه جلالي، ڪامڻ لاءِ ڪري خوب خوشحالي،
پاڻ شمع تي پتنگ پچايو.

اڪيون اکين سان عجب اٽڪائي، ڏُکن دو ناليون سيني سٽڪائي،
روحي رمز آهي رنگڙو رچايو.

پيالا آب حيات مٺخاني پيون تاء نچڻ ڳائڻ ۾ نيارا ٿيون تاء
ڪفر جي پيروي ڪان بره آ بچايو.

گويا جي گوهر شاه ڪلي گلزاري، مهر محبت جي مينگهہ ملاري،
ثابت ٿيئڙو سانگ سجايو.



تلهہ: هئي هئي حيران ڪيتا

نينهن نسنگ نِشان ڪيتا هئي هئي حيران ڪيتا.

برهہ بدن بستان ڪيتا هئي هئي حيران ڪيتا.

عشق عجب عُريان ڪيتا هئي هئي حيران ڪيتا.

گوهر شاهہ گيان ڪيتا هئي هئي حيران ڪيتا.



ٿلهہ: جيڪي مٺي ۾ ٿيا مغرور تن کي تڪبر توڙؤن تڙايو،

هڪڙي مٺي آ مئخاني ۾ي مٺي مايا جي مخمور،
شداد ڪافر بهشت جوڙايو،

هڪڙي مٺي قارون گنوايو، ۾ي مٺہ نمرود جو نيٹڙو نور،
جنهن پيٽي ۾ سان پاڻ ڪڙايو،

هڪڙي مٺہ آ لهر دنيا جي، ۾ي مٺي من ڪري مجبور،
جنهن فڪر فرعون ٻوڙايو،

جي گوهر شاهہ غير کان پاسي، سي ٿيا وڃي حاصل حضور،
دل اندر تن عشق جوڙايو،



ٿلهہ: آيو سهڻو صورت ۾ احمد نامر سڏائي صافي،

اڳي هو بي چون بي رنگي، بي مثال نظاري ننگي،
مثل ٿيو سر مورت ۾ ڪري ثابت ڪلمو ڪافي،

محبت جي معراج مُناري، عينن جي اظهار اشاري،
آيو پردي پورت ۾ ٿي شاهہ شهزور شرافي،

ڪٿي مڪي ڪٿي مديني ڪٿي سڪندر ساڻ سنگيني،
ڪٿي تڪيو تيرٿ ۾ ٿي، شهر شهر جو ٻڌيو شافعي،

ڪٿي گوهر شاهہ جام نماچي، ڪٿي گندريون ڪٽي آيو مچي ڪچي،
مهاڻن جي تہ محبت ۾ محصول ڪيائين سارو معافي،



تلھ: آءُ اسان وٽ يارھ سڪ اوھان جي سانوڻ لايا،

اڇي اسان سان گھارڄ گھڙيون، آھن توسان جيءُ جون جڙيون،
دلبر ٿي نہ تون ڏارھ تولاءِ مون سر ورھ وسايا،

خط پروانا پرواز ڪئي، پڌي ڳچيءَ سوغاتون سيئي،
روزان روز ٻہ چارھ تولاءِ مون ٿي ڪانگ اڏايا،

تن من پيو تو ايڏانھن تانگھي يار ملي من ڪھڙي سانگي،
تولاءِ پٽي پوتي ڏارھ ڪيئي مون ٿي پنڊت پڇايا،

گوھر.شاھ چئي گوندر تنھنجي، ماتم لايو من ۾ منھنجي،
وھن نيٽين .نارھ دونھان دل ۾ درد دکايا،



تلھ: عشق جو آھي ڪکر درازھ جتي وسي اتي رنگ لڳي ٿو،

ڪکر عشق جو قربن وارو، جتي وسي اتي لائي نظارو،
جنھن کي ھر دم آھي نيازھ سورَب جي تاريءَ تڳي ٿو،

عشق سھٹل جي وڏو رنگ لايو، بُڇڙائيءَ کانِ سو پاڪ ٿي آيو،
اھو رباني رازھ ماڻھن ڪي سو مٺو لڳي ٿو،

جنھن تي مھر آ مولا واري، تنھن ورتي آھي رب جي تاري،
جنھن ٻُڌو الستي آوازھ شيطان انھن کي ڪين ٺڳي ٿو،

گوھر شاھ چئي گولڙي آھيان، نام تنھنجي جي ڳولڙي آھيان،
آھي سڪ جو مون ڪي سازھ ڏُکڙ جيان دل اندر ڏڳي ٿو،



ٿلهہ: عجب درويشي، خيال خدائي، سچي نيت ساري، سيني جي صفائي.

ڪشتام قنديلون، دلق دشالام آڌوتين جام عجب اتالام
برهہ جي بيراڳين، بين وڄائي.

مال مايا ڪنئون،پلي آ آزادي، شوق وارن جي محفل شادي،
ڪثر قرب واري، قلب ڪمائي.

مڃڻ ماڻهن جو هٺ آ هيڪاري، آزاديءَ ۾ برهہ بهاري،
وسري ويو، وندر ۾ فقر فنائي.

گوهر شاهہ گداگر ڪيو نينهن نانگوءِ ڪٽي ٿيو ڪاهوڙي گلا وارو گهانگهوءِ
محبت جي مدامي، موج مچائي.



ٿلهہ: برهہ ماهي بيپرواهہ آيام ڏاڍي ڪشت وچون ڪر ڪاهہ آيا.

انا احمد اولي اندر هئي، ماهي مهر والام موکي منور هئي،
جنهن دا نام سخي سرور هئي، پاکي سر تي تاج ڪُلاهہ آيا.

پُکي عشق والي آکي يار پيام بت بدن سارام باغ بهار ٿيا.
دُک درد سپوئي، چوڙ ڳيام ويڙهي شوق واليان‌دي جُمل شاهہ آيا.

پارس پاک پيارا پرور هئي، والي ولهياندا وڏي واهر هئي،
ڏيندا هٿ هيٺيان تي حيدر هئي، بن رحم والا درياهہ آيا.

ڳئي غم گوهر شاهہ بهاري ٿئي، آيا دلبر گهر دلداري ٿئي،
ڪيتا قرب سُهٺي، ڪا ستاري ٿئي، ٿي هيٺيان دا همراهہ آيا.



ٿلهہ: چل پل جو يار آهي چٽڪو، دنيا جو سلسلو سارو،
هتئون ويندو هليو هرڪو، چئي ٿي هي لوڀ جو لارو،

اچي ڦاٿو آدم پڃري، هوا جو مرغ حيراني،
وڃڻ کي تيار ٿي ويٺو، دنيا جي ناز کان نيارو،

پکي پڃرو ڪري خالي، اڏاڻو وطن پنهنجي ٿي،
اصل ڏي ٿي روانو ويو، مٽائي رنگ مثل وارو،

ڪٿي يعقوب، ڪٿي يحيٰ، ڪٿي عيسيٰ، ڪٿي موسيٰ،
ڪٿين دارا سڪندر، وڃائي ويا هتئون وارو،

ٿيا گلزار گوهر شاهہ دليٿون جانئون، تڙي دوئي کي،
نچائي نينهن کي ناچو، هٽي هليا، نسنگ نعرو،



ٿلهہ: وٺي دنيا مون کان وسري، نينهن نظارو لڳڙو،
حُسن موهيو هاديءَ واري، دل دنيا تئون ڪسري،
ڪين وٺي ٿو رڳڙو،
عشق وارن روز ازل کنئون، نينهن مُنجهارئون نسري،
ورتو ذڪر جو ڏڳڙو،
بازار ۾ بيراڳن جيءُ، لڳي ويٺي آ چڪري،
طبل عشق جو وڳڙو،
غازي گوهر شاهہ گهٽ ۾، عشق مجهارئون اُسري،
سوريو سڪ جو سڳڙو،

تلھ: ڍولڻ يار تو سان ناتو لايو مون، نينھنڙو لايو مون،
تنھنجي صفت سھروءِ ڳلين ۾ ڳايو مون.
اوکو بار برھ جوءِ ڇُمي سر تي چاريو مون.
ڪنڊو ڪرم پنھنجوءِ پلئو پايو مون.
گوهر شاھ گھٽين ۾ء راڳڙو ڳايو مون.

•

تلھ: آگم اعليٰ عشق ڪريءِ سر آيو صاف سوپاروءِ
مجنو ٿيو بيراڳي بر ۾ اهو تہ نينھن نظارو.
ڪري الاهون دانھون بَر ۾ اهو تہ عشق اوپاروءِ
مليو سسئي کي لال لڪن ۾ ٿيئڙو ڪيچ ڪرارو.
سهٹي گھڙي لاهي سانگو سر جوءِ گجي وهي جت گمارو
جنھن کي سک ساھڙ جي سرھي تنھن کي لھر نہ لامارو.
مير ملي امير رانجھي ڏيءِ وٺي رواي ڪناروءِ
سيالن مؤن برحال بيراڳڻ هٽي نينھن جو نعرو.
ڪي نينھن نڀائن غازي گوهر شاهءِ آهي پرت پساروءِ
مرڪي روڙ محبت جي ميلي عشاقن اوتارو.

تلهہ: سوا گهڙيءَ جو ميلو آ، پوءِ هرڪو يار اڪيلو آ.
هن دنيا ۾ دم گذارڻ ساعت پلڪ جو ويلو آ.
انسان ڪوئي سلطان هجيء ريءَ عشق الله جي ليلو آ.
تن تي روز محبت جا ميلا، پاريو پيائيءَ جو جن پيلو آ.
چهرو سچن جو گل گوهر شاهہ ڪوڙن جو رخ پيلو آ.



تلهہ: هر صورت رب رحمان آيا، بن عجب صورت انسان آيا.
صاحب صورت دا سپاهي هيء چوڙ شاهہ آيا اپني شاهي هيء
انا احمد والي اوگاهي هيء وچ شان جنهن دي قرآن آيا.
لگا ذوق زليخانون ذاتي هي جنهن خلق دي ملامت چاتي هيء
خبر ڪونہ ڏيندا ڪوئي خاطي هيء بن يوسف مصر ڪنعان آيا.
ڪٿ سچل صوفي سالڪ ٿام ڪٿ شير قلندر عاشق ٿام
ڪٿ ترڪ تراشي تارڪ ٿام بن مست ملنگهہ مئخان آيا.
ڪٿ گدا گوهر شاهہ غازي هيء در دلبر دي نت نيازي هيء
جنهن دي ڳل ڳاري آزي هيء بن چاڪر در دربان آيا.



ٿلهہ: محمد آيا مئخانيءِ ڪرڪي ناز نظاراءِ
دلبر دليان دا مالڪءِ پارس پرين پياراءِ

محمد مثال مورتءِ محمد سبحان صورتءِ
محمد لِنڪا تيرٿءِ مندر ڪاشي دئاراءِ

محمد ارباب انورءِ محمد رسول رهبرءِ
محمد مُنير مُنورءِ الاالله تنهن دا لاراءِ

محمد نبي نرالاءِ محمد ڪٺيا ڪشالاءِ
محمد عجائب اعليٰءِ صورت والا سوياراءِ

محمد گوهر شاهہ غازيءِ محمد بي چون بازيءِ
محمد سلطان سازيءِ قائم قدم ڪراراءِ



ٿلهہ: محلات ۾ محبوب جو ديدار مون ڏٺوءِ
جلوي جادو حُسن سان جنسار مون ڏٺوءِ

سهڻي سچي صداقتءِ اعليٰ عجب امانتءِ
وچ جيئن صورت ولايتءِ چمڪار مون ڏٺوءِ

نيڻن جو نينهن ناظرءِ بهرحال ٿيو برابرءِ
سهڻي سندو سراسر سينگار مون ڏٺوءِ

زابر زلف زوراورءِ چٽڪيا وتن رخسار اوپرءِ
قيدي دارا سڪندرءِ اظهار مون ڏٺوءِ

مُوهيو مگهن مستانيءِ گويا گوهر شاهہ گانيءِ
محبت واري مئخانيءِ منٺار مون ڏٺوءِ



تلهہ: سير وکايو صفات اسان کي، آهي طلب تن ۾ تات اسان کي.
در مالک جي ڳاري ڳل ۾، وره واري وائي وات اسان کي.
فاني دنيا فکر کري ڏس، بره بتائي بات اسان کي.
الاهو جي اور اسم جي، لُوُن لُوُن جي اندر لات اسان کي.
گوهر شاهہ واهہ واهہ وٺي آ، ذکر فکر جي ذات اسان کي.



تلهہ: کيو آ ظاهر ذات اسان کي برهہ واري برسات اسان کي.
عشق آدم خور اصل کان، آيو ڏسڻ ۾ آفات اسان کي.
ورهہ ويکائي سيني اندر، طور واري تجلات اسان کي.
عشق امانت آئي اسان وٽ، ڏاتر ڏني آ ڏات اسان کي.
گوهر شاهيٰ چئي غم گوندر وياء عشق ثيو اثبات اسان کي.



تلهہ: آيو عشق آواز کري، نيڻن وارو ناز کري.
محبت وارو مينهن وسائي، کربل پڙ ۾ پيرڙا پائي،
رڻ ۾ لائون تهين لڏيون، رندن وارو راز کري.
وحدت واري ويڙهي ۾ ويهي، ورق وِرهہ جا واري،
قالو بليٰ قول سنپاري، قلبي کوڏ قواز کري.
سوريءَ تي منصور چڙهي، اناالحق پکار کئي،
شهزور شتابي.شير واري شاهي شوق شهباز کري.
گوهر شاهہ گلزار حُسن ۾ عشق واري اظهار اندر،
صوفي سهرو ثابت ڳائڻ، صورت وارو ساز کري.



تلهہ: منصوري ميدان تيءِ چئو من خدا چئو من خدا،
محبت جي مئخان تيءِ چئو من خدا چئو من خدا،

چشمہ جو چالو چلائيءِ چالاڪيءَ جي چوٽ سانءِ
چوڏس جي چوگان تيءِ چئو من خداءِ چئو من خدا،

پسڻ جي پوشاڪ پائي پنبڻين جي پيڪان ۾ءِ
پتنگ جان پروان تيءِ چئو من خداءِ چئو من خدا،

لاهوت لامڪان تيءِ لاوجودي لا طمعاءِ
لنگ ٻڌي لاثان تيءِ چئو من خداءِ چئو من خدا،

گوهر شاهہ غازين سندوءِ گذر گندرب گُن سانءِ
گرنار تي گُر گيان تيءِ چئو من خداءِ چئو من خدا،



تلهہ: منجهان بي چون مان بنجيءِ خداوند شڪل تي آيوءِ
ظهور و ذات جو ڪوليءِ محمد مثل تي آيو،

خلق الآدم عليٰ صورت ۾ءِ مچي معبود مورت ۾ءِ
احديت عبد سان گڏجيءِ احمد اصل تي آيو،

الانسان جي اوليءِ سري وانا سره سُرسانءِ
نظاري ناز نيڻن جي نرالو نسل تي آيو،

اپري تو شمس شب اندر لٿو اونداهہ عالم تانءِ
ٿيو روشن ساري جڳ ۾ءِ الاهي عمل تي آيو،

گوهر شاهہ غير سڀ ويڙو اندر پاهر سارو سچ ٿيئڙوءِ
رکي حب رب سندي رهبرءِ وصالي وصل تي آيو،



تلھ: ڪنھن سيئر ڪيتي سبحان آيا،
سھڻا صورت دا سلطان آيا.

الانسان سري دا، سمجھ سُخن، و نفخت فيه مروحي صورت من،
ڪرونحن والا ياد وچن، تيڏي نال ربي رحمٰن آيا.

ڪُل سيرو في الارض آکيا، ھر صورت دا صوفي سيئرويکيا،
وچ ابرو عشق ارباب ڏيکيا، ڪرڻ مشتاقان نون مستان آيا.

شھنشاھ ھزاري دا شيرويکو، ماھي منجھيان والا مٺير ويکو،
جنھن دا بلا ميمي پير ويکو، مانجھي محمد مير مٺخان آيا.

ڪنھن شوق تماشي شعلا ڪر، آيا جانب جوڳي خاڪي چولاڪر،
انا احمد والا اولاڪر، آپي آپ الله تي انسان آيا.

غاري گوھر شاھ پنڌ سولا ھٿي، ڪُل شيءِ محيط تسلاھي،
آيا ھر مظھر وچ مولىٰ ھٿي، جنھن دا شاھد فيض فرقان آيا.

•

تلھ: آيو عشق حضرت پانيان قرب تيئڙو،
جاڳي محبت من ۾ وچوُن وير ويڙو.

احدؤن پاڻ آيو، ڪري احمد اولو،
ڪارا تڙ منا تيا، پايو لالن ليئڙو.

مشتاقن ڪي موھيو، جنگي حسن جلوي،
تنھن جي ڪجل ڪانيءَ، عجب قرب ڪيڙو.

پسي حسن پڌرو، تجلي تابش جي،
محبت واري مچ ۾ وجي پتنگ پيئڙو.

پسي صورت تنھنجي دانھ تيا ديوانا،
موھي من منھنجو نتڪي ناز نيئڙو.

لتا غَمَ گوھر شاھ بره ڪٺي بھاري،
پيشاني پسڻ سان، جٺي پيو ھي جيئڙو.

•

تلهہ: آيا جوان جلدي جلالي جَهنيءَ تيء
ونئي واس وحدتء ويراڳي ونيءَ تي.

برهہ ڪئي بهاريء حسن سان هبڪاريء
محبت جي ملهاريء مٿخاني مٿيءَ تي.

ڪيئي آر عشاقيء چيٽڪ سان چالاڪيء
پڌر تيا پوشاڪيء پسڻ جي پٽيءَ تي.

پاڻي پير پڌر تيوء نينهن جي نذر تيوء
هٺي هام حر تيوء حسيني هٽي تي.

حُسن گهور گهاياء نيزي نينهن چاڙهياء
ڪُسڻ ڪونڌ آياء ڪربل جي ڪٽيءَ تي.

سُٺي حال سوئيء گوهر شاهہ سپوئيء
ڪندا مرهم ڪوئيء قتيل دل ڦٽيءَ تي.



تلهہ: آيو عشق احمد ڪري آر عشاقيء اولي عشق واريء اچي تيو اوطاقي.
آمي احد آدمء پيغمبر پيشانيء نبوت نعري مان مٿئون چٽ لولاڪي.
چمن ۾ چمڪو تيوء چهچٽو چوڌاريء چشم جي چرچي سان چيٽڪ لائي چالاڪي.
بي مثال بي چون مؤنء آيو بشر ۾ باريء برهہ جي بحر سان بنيو بي خود باڪي.
کهيلي کهيل خاطر کِلڻ سان خياليء آيو خلق ۾ خدائي لاخرڪو پائي خاڪي.
گوهر شاهہ غلامن ڪي پٽدار پرتئونء پياري ماڻ مرتضيٰ ڪري سڻ ساقي.



تلھ: ڪٿي ستارہ تيا سرشارہ ڪري سينگار سُلطانيءِ
ڪول نقابءِ عجب عجابءِ ناٿ نواب نورانيءِ.

چوهان چوٽءِ جهلڪي جهوٽءِ لنڪا لُوٽ لاهوتيءِ
گهونا گهون منجهانِ باطونءِ تيا بي چون باهوتيءِ.
نوشان نوشءِ بنيا بي هوش جاڳيا جوش جبروتيءِ
پڏي ڪاڪلءِ وجن ڪابل ڪري تجمل طولانيءِ.

عشق جا پولءِ تُريا منجھ تولءِ عقل جا تول نابوديءِ
رنگي رَسُ راڳءِ اڇل اجهاڳءِ محبت جو ماڳ موجوديءِ.
فنا تيا عامءِ نالا سڀ خامءِ عشق جو نام معبوديءِ
حقي حسناتءِ واري تجلاتءِ ڪُلي شغلات شاهانيءِ.

برھ بُستانءِ مندر مٿخانءِ نظر نيشانءِ نرواريءِ
وحدت واپار لاءِ تي وچارہ آيا وينجهارہ وڻجاريءِ.
للنگھ لاثانءِ جذب جولانءِ صوفي سلطان سرشاريءِ
ملنگھ مهميرہ ڪيا سُڌيرہ عشق اڪسير انسانيءِ.

چڏي نسلءِ تيا اصلءِ ڪري وصل وحدت وارو
لنگهي لاهوتءِ آيا آڌوتءِ ڪري ثابوت سرسارو.
جنگي جنسا رواري ديدارہ نسنگ نروار هٺي نعرو
پيي پُرجامءِ چون ڪلام گوهر شاہ گام سان گيانيءِ.



تلھہ: آيا مير مَرڪيءَ ميشاقي منڊل تيءَ
هٿي تان ترنم ترانا طبل تيءَ.

هٿي نينھن نعروءَ سدائين سوپاروءَ
قدم ۾ ڪراروءَ بزم جي ٻگُل تيءَ.

رقص روپ رنگيءَ ڪري جوڙ جنگيءَ
سازن ساڻ سنگيءَ شاهاڻي شغل تيءَ.

قدم ڪوڏ قلزمءَ حاصل حال هم دمءَ
هٿي هام مردمءَ حلا جي هڪل تيءَ.

گوهر شاهہ چئي ورسيءَ سدائن جي سرسيءَ
برهہ بوند برسيءَ عوشاقن عمل تيءَ.



تلھہ: ڪھڙي خبر پڇو مون ڪان سرتيون وريءَ جڏهن عشق لڳو تڏهن تيس چريءَ.

هلان هاڙهي ۾ قربٺون ڪاهہ ڪريءَ پنھل ڪاڻ پٿر ۾ پير پريءَ
رڙان روز پئي آيس عشق اريءَ منھنجي اندر عشق جي آگ ٻريءَ.

هليون هام هٿي ڪيچ ڪيڏيون ڙيءَ ڳالهيون هاڙهي جون سٹي هيڏيون ڙيءَ
سي پوئتي وريون جيڪي جيڏيون ڙيءَ آءٌ ڪاهي پيس لڳي ذوق ذريءَ.

ڪندو قرب مون تي ڪيچ ڏٺيءَ سرتيون سُجن ۾ آهيان هڪڙي چٽيءَ
ڪيس نينھن پنھل جي نروار ڪٽيءَ اهڙو عشق آهي پوندو ڏونگر ڏريءَ.

غم گوهر شاهہ سر چايوڙيءَ پلئو پاند ڳچيءَ ۾ پايو ڙيءَ
وجان ڪيچ وٽن ڏي ڪاهيو ڙيءَ ڪاري ڏونگر جا ويا ٽڪر ٽريءَ.



تلهہ: سونهين تو رنگ گلابي رخسار يار جوء
ابرن جي ڪج ڪماني اسرار يار جوء

عينن جو آر اسميء جلوو جمال جسميء
چهرو رنگين چشميء چمڪار يار جوء

صورت جو چٽ جُهليوء ذاتي ظهورو ڪُليوء
هر جاءِ حُسن جو هُليوء مهڪار يار جوء

صورت مثان سبحانيء شمس و قمر قربانيء
بخمل بدن نوراني گلزار يار جوء

عاشق رهي اداسيء گُر گوهر شاهہ سناسيء
پرتئون آيو تي پياسيء پينار يار جوء



تلهہ: نظاري نينهن جي ناتيء نيڻن ۾ ناز آ تنهنجوء

رسالت روپ تي رسميء ربابي روح جو رايوء
رمزن رنگڙو لايوء رندي رنگ راز آ تنهنجوء

بندر بازار برحاليء برابر بيڪ بشري جيء
برهہ جي بوند آ برسيء برهہ خوه باز آ تنهنجوء

سمائي سُرت سيني ۾ سجاڳي تي صفاتيءَ مئونء
سجائي ڪو صورت ذاتي سندو سرِساز آ تنهنجوء

گدا گوهر شاهہ آهين غازيء رهج هر رنگ ۾ راضيء
مرشد اڳيان محبت مئون آزيء نوڙت نياز آ تنهنجوء



ٿلهہ: مورت محمد واري معنيٰ، خدا خود ذات تون آهين،

پهري پوش آدم جوء ڏسڻ آئين پنهنجو تجلوء
درياهون پار ڇڪيءَ کي ڇُڪي ڏئي پيو هر دم چاهين،

اصل طوطي مثل تنهنجوء نشانبر نور نياروء
ڇپائي قلب ۾ قدرتء کعبہ کنهن لاءِ وري کاهين،

ڪٿي سامري سڪندر تونء ڪٿي عيسيٰ ڪٿي موسيٰء
ڇپائي تو ذات صفت ۾ء نڳيءَ جا ٿاهہ پيو ٿاهين،

گدا گلزار گوهر شاهہ پوڪاريء پياس مؤن پلپلء
آهين غلام تون درجوء پيو وري جوان تون چاهين،



ٿلهہ: آهي پرواهہ عاشقن کيء نيٽن واري نظاري جي

پائي پيشوانہ پرتئون ٿيء پوشاڪيء پيچ پوري ۾
آهي اُڪير عارفن کيء صورت واري ستاري جي

ديدار لاءِ ٿيا ديوانام ڪري عوشاق. اثباتي
لڳل آ ميخ لاهوتين کيء ڪجل واري ڪناري جي

راتيو ڏينهان وتن موهيام سهڻي سلطان جي سڪ ۾
طالبن کي طلب آهيء اکين واري اشاري جي

گوهر شاهہ چئي غلامن کيء ذڪر آ حُسن وارن کي
حقي حُب هاتڪن کي آء وري ديدار دوباري جي



ٿلھ: رند ٿي پوءِ رمز پڇاڻج تون، صحيح صورت سر ڪي سڃاڻج تون.

پُرجھي پيرو پورو پرکيء ڪين وسارج غازي گُر ڪيء
صاف سڃاڻج ساجن سر ڪيء غير نہ ٻيو ڪو آڻج تون.

نينھن نسنگ جو ھٽي نر نعروء سر صفاتي ڪري سڀ ساروء
وٺاڻ ڳولج وحدت واروء اسم اندر ۾ واڻج تون.

ڪٽي قربئون ڪاف ڪشالوء ناہ ڪؤن نکري ٿيءَ نرالوء
چلي عجائب چوڏس چالوء چاڻ حقاني چاڻج تون.

گانو گندرب گُن سان ڳائي پورن پرگھٽ پاڻ پسائيء
وکلپ سکلپ قرب ڪمائي طالب حق ڏي تاڻج تون.

گوھر شاھ گلزار گياني عشاقي اظھار آسانيء
مٽي منڌ پي مسرور مئخانيء موج محبت ماڻج تون.



ٿلھ: لڳو عشق تو سان اظھار انوره
ڪيو ڪا ستاري سردار سرور.

نٽڪي ناز نيئڙوء ڪجل قربَ ڪيڙوء
تو سان پيچ پيئڙو پڳدار پرور.

اداسي آسين ڪيء دلڙي خاصين ڪيء
پنھنجو ڏيو پياسين ڪيء ديدار دلبر.

نظاري نشانوء ديدن سان ديوانوء
ڪيئي من مستانوء مھدار منور.

گوھر شاھ گلزاريء نينھن جي نرواريء
برھ ڪئي بھاريء بازار برسر.



ٿلھ: غازي ڪاهي غوراب، حُب منجهارئون هليا.

هيرا جواهر لعلون، موتيءَ وڪر وجهي اسباب،
رمز انهيءَ ۾ رليا.

وڄن هاڪاريو جهاز ڪيو، رند وڇايو رباب،
موج بحر سان مليا.

ونئي سير سنوان ٿيا، گم ٿيو آفتاب،
قطب تارو ڏئي چليا.

منجهہ غوراب گوهر شاهہ عشق ملين ارباب،
پسڻ انهيءَ ۾ پليا.



ٿلھ: نينهن نسنگ نر نعرو آهي، ناز ڏيڪاري نور ڪري،

پهرائي ٿو پٽ دُشالا، پياري پڌرا پريم پيالا،
پلٽي پوي ٿو پور ڪري.

تيز تنبورن جي تڪراري، طبل تماشي واري تياري،
تاب حُسن جو طور ڪري.

واقف ٿي وڻ هوئڻ وڃائي، وحدت واري ويڙهہ وسائي،
ورهہ وارن کي وهلور ڪري.

ظاهر زهد جي ٿي زندگاني، اعليٰ افضل عشق انساني،
ظاهر ذات، ظهور ڪري؛

غازي گوهر شاهہ گُر گرناري، گهري گلن جي لائي گلزاري،
محبت وارن کي مسرور ڪري.



تلھہ: جلالي جوڙ جملي ڪاہ جنگي جِنسار هي ڪيتاہ
جمالي جوت ڪا جلوا جذب جھلڪار هي ڪيتا.

نظاري نينھن دي نعريہ ناسوتي نام ناڪاريہ
نوبت نشانبر نياريہ ننگي نروار هي ڪيتا.

صحيح سبحان سر ساراہ چشم چانڊاڻ ڪاچاراہ
آدم وچ عشق دا آراہ عجب اظهار هي ڪيتا.

روحاني راز وچ راحتہ جيھي رحمت تيھي زحمتہ
صفاتي سونھن ڪا ثابتہ صورت سينگار هي ڪيتا.

صوفي ڪي سئير ڪان سِھراہ چندر وانگون چمڪي چھراہ
گوهر شاھہ ڳل وچ گھراہ عجب گلزا رهي ڪيتا.



تلھہ: شھنشاھہ شوق دي شيشيہ شاهي شڪار هي ڪيتاہ
شادي شغلات وچ شاملہ شوريل شمار هي ڪيتا.

نشانبر نينھن ٿيا نيڙيہ ڳئي ڪُل ٽوٽ دک جھيڙيہ
وصل والي وحدت ويڙهيہ ونحن ويچار هي ڪيتا.

پي ڪر پريم ڪي پياليہ جھالر جھومڪ والي جھاليہ
ويراڳي واٽ وصاليہ واقف وچار هي ڪيتا.

طمع والي ساري تسليہ قاضي ڪي پول ڳئي مسليہ
وحدت والي ورق وصليہ ويڙهي وينجھار هي ڪيتا.

مورت مظھر والي معنيٰہ گوهر شاھہ غلام بن آناہ
ڏرپت ڪوئي خيال ترانہ اندر جھپ تال هي ڪيتا.



ٿلهہ: الله نال عاشق، دن ڪاٺ ويندي،
گهن وحدت والي، واٺ ويندي.

ٻَڌ لُنگ لانگوٽي نسنگ ڪرن، ٻال دونهين والي لاٺ ويندي،
مشغول ذڪر وچ رهندي سدا، اُهي دؤر دنيا ڪنون هاٺِ ويندي.

ڪر ترڪ دنيا ڪون، جهلڪ ويکن، گهن گورک والي گهاٺ ويندي،
انهين دؤر دنيا وچ سئير ڪيتي، ڪي راند ڪاهوڙي ڪاٺ ويندي.

صدق ثابوت جنهان داهي، گهن مهر والي چاٺ ويندي،
گوهر شاهہ جنهان ڪون غور نهين، اومهاڙ هادي ڪنون ماٺ ويندي.



ٿلهہ: ترڪ دنيا ڪي ڏنو مون، رهنما تنهنجي ڪري،
مزا وساريم نفس جا سڀ، ڪل ڪفا تنهنجي ڪري.

ذڪر ۾ مشغول ٿيڙس روز شب، روحي اندر،
قرب حاصل ٿئي حقاني، يا خدا تنهنجي ڪري.

مست ٿيس محفل اندر مسرور مَٽَ مئخانہ ۾،
مئي پي معراج ڳايم، ماهِ لقا تنهنجي ڪري.

گدا گوهر شاهہ در تنهنجي تي، نياز نوڙت ۾ ننگي،
حيرت جو مبڪار ويکيم حزب الله تنهنجي ڪري.



ٿلهہ: ڪجل سان ڪن قرب ڪڪوريون،
مجازي مهتاب اڪريون.

گهائن گهوٽ، گهورن سان غازي،
آهن گل گلاب اکڙيون.

نرگس نينهن نشي نيم خوابي،
مئي بنا مست شراب اکڙيون.

لڙن اُمالڪ زوران زوري،
کولي ناز نقاب اکڙيون.

وڙهن شوق وارن کي واري،
ڪري شور شتاب اکڙيون.

گٺنگ گوهر شاهہ ناٿ نوائن،
عشق واريون عجاب اکڙيون.



ٿلهہ: چنگي جانب يار جي،
حسن لايا هُبڪار سَرتيون.

جوڳي جادونگر بٺجي آيو،
جهدئون ڪري جنسار سرتيون.

حورون، پريون، حيران حسن تي،
قمر ٿيو داغ دار سرتيون.

ڪُليا خَمَ خَمَ خوبان خوني،
مٺي رنگي رخسار سرتيون.

گوهر شاهہ گلزار حسن جاء
چوڌاري چمڪار سرتيون.



تلهہ: جن ڏنو فراق، سهٽا سائين،
سي ٿيا جوڳيئڙا.

تنهنجي جدائيءَ ۾ عوشاقن سينا ڪيڙا چاڪ، سهٽا سائين!
سي ٿيا جوڳيئڙا.

عاشق ٿيا پائي عشق جون الفيون، سڀ سٽي املاڪ، سهٽا سائين!
سي ٿيا جوڳيئڙا.

بيراڳين ٿيو، برهہ تنهنجي جيو، وسي محبت ماڪ، سهٽا سائين!
سي ٿيا جوڳيئڙا.

ڪري آهون، عشق تنهنجي ۾ گوهر شاهہ غم ناڪ، سهٽا سائين!
سي ٿيا جوڳيڙا.

•

تلهہ: دم سان ذري ٿيو، ڌيان وي ميان!
دم، دم، دم ڪي جهٽ پٽ جهٽيون.

پري ساغر سرڪي سڪ جيو، صوفي ٿيو، سبحان، وي ميان!
سانگا سرجاءِ ثابت سَٽيون.

وير ويراڳيو، ويءَ، وحدت جي وسائي ويران، وي ميان!
مينهن پاڻي جون پري پيئڻ وٽيون.

ڪار قتل ۾، قدم ڪڏائيو، قربٺون ٿي قربان، وي ميان!
اچن آڏوتيو، غير ڪي ڪٽيون.

گوهر شاهہ گرنار ۾ پوروءِ هٽي ترنم تان، وي ميان!
گهمي عاشق گهر گهر گهٽيون.

•

ٿلهہ: عشق آهي عجب اسرارہ جن تي لٿوہ پڇو خبر انهن کان.

شاهہ حُسين کيہ قتل ڪرايائينہ نيزي تي نروارہ
مير منصور کيہ سوريءَ چڙهايائينہ سر سرمد جو ڪيائين ڌار.

عنايت کي ميدان مارايائينہ قاضي برهان کي ڪيائين شڪارہ
بلي شاهہ کي بازار نچايائينہ ادهم کي ڪيائينہ حڪومت کان ڌار.

ڪٿي صنعان کي جٽيو پارايائينہ ڪٿي زليخان کي يوسف جي تارہ
ڪٿي مجنون کيہ بر ۾ بيهاريائينہ ڪٿي سسئي ڪيچ ڪوهيار.

ڪٿي شمع تيہ پتنگ قرن ٿاہ ڪٿي بُلبُل منجهہ گلزارہ
گدا گوهر شاهہ غير کان پاسيہ ڏسي عجب صورت جو سنسار.



ٿلهہ: اولا احمد ڪرڪي انسان آياہ
سهڻي صورت والا سلطان آيا.

جوڳي بن کي آيا جانب جڳ وچہ
چاڪي سوز والا سامان آيا.

محمدہ موليٰ مظهر ذاتي جنهن داہ
شاهد قرب والا جهندا قرآن آيا.

وچ جهنگل ديہ رند مارڪي نعراہ
ڪرڪي راز ربي رحمان آيا.

غازي گوهر شاهہ ماڳ محبت دي وچہ
ڪرڪي نينهن والا نشان آيا.



ٿلهہ: عاشق عاليشاناہ آيا ٿي عُرياناہ
آدمہ کان اثرات اشاريہ اوٽ اولي انساناہ

شاعرہ شوق شرابئ شعليہ شور هٽي شاهاناہ
شائق ٿياہ شمشيرہ شاطر سانہ شغل ڪري شڪراناہ

توحيدي تسلات طبل سان ڳائي تار تراناہ
تارڪ ٿياہ تڪرار طمع کانہ طالب ڪٽي سر طعناہ

ڪيفي ڪيف ڪلال پياليہ ڪڏي ٿيا قرباناہ
قائمہ ڪمائي قرب قديميہ قالو قول قرآناہ

محبت جي ميدان منڊل سانہ مرد اڏي مٺخاناہ
ماهر ٿيا مستان مَتيءَ تيہ مير مَچي مرداناہ

غازي ٿي گفتار گويا ڪنہ ڇڏي غير گماناہ
گوهر شاهہ گلزار گهمن ٿاہ گونا گون گياناہ



ٿلهہ: ڪابل ڪاميون ڪاميانہ قرب مان قدمہ ڪڍايانہ
قول الستيہ قائمہ قديميہ قالو قرب ڪمايانہ

جهلڪي جوت حسن ۾ جلديہ جيرو جان جلايانہ
جِهمہ لائي جنسار جامي سان جنگي جوش جاڳايانہ

بهادريءَ جي بيک بندرتيہ بگل جنگي برسايانہ
برهہ ڪئي برسات بهاريہ بالابات بنايانہ

ورهہ ڪيو وٺڪار ويراڳيہ واريہ پٽ وَسايانہ
ورد وظيفا ڇڏي وندر ۾ہ وحدت وک وڌايانہ

گوهر شاهہ گرنار جوڳي تيہ گانو گن سان ڳايانہ
گُر مُک جو ڪري ياد گيانوہ گر جو گيان هلايانہ



تلهہ: صورت صاحب آياء جاما خاڪي پاياء
ڪرڪي روح دا راياء

يوسف نون ڪنعان دي اندر واحد سيئر وڪاياء
خواب دي وچ مهتاب زليخان، جهولي وچ جُهلاياء

سيفل سمند جهاڳيندا ويندا، تن من عشق تپاياء
باغ ارم وچ برهين والاء بديعل گل بناياء

مجني مرد بيراڳي بروچ، محبت مينهن وساياء
رمزين والا رڻ پٽ دي وچ، قائم قرب ڪماياء

چاڪي بار برهہ دا باري، عاشق نام سڏاياء
ڪيتا گوهر شاهہ مٿا اڳهاڙا، فقير نام ڌارياء



تلهہ: سالڪ سوُريان چاريان، چاڪي خلق ديان خواريان،
پوتيان ڏرم ديان ڌاريان،
نانڪ جنهن دا ضنعان سچاراء عالمء بزرگ هوياء
پاء زنار ڪفردي ڳل وچء آپ ڪريندا گوياء
آيا هئي، رنگ لڳا هيء باهيان غير ديان ثاريان،
مرد مولائي محبت والاء جاما ڳل وچ پاوي،
چمء چم ڪرڪي چير وڃاوي، ڳلي ڳلي تي ڳاوي،
بُلي شاهہ نون ڪر بيراڳي، برهہ گهمائيان بازاريان،
دڪان قتي ڪر واڍا آياء واٽ عشق دي چلي،
شريعت والاء شوق اندر وچء هر وقت اُتاهين هلي،
فرهاد جبل ديان جوش وچون، مار نعري تڪريان، ڌاريان،
ڪرڪي عشق اسان ڪڻ آياء سوزء درد ساماني،
گُٽڪ گُٽڪ ڪر گنگهرو وڃائون محبت دي مٿخاني،
گهتيان دي وچء گهريان هويان، گوهر شاهہ گلزاريان،



ٿلھ: دل، وَل چل دي وچ ونگي هئي،
رمزان روح ڪيتا ساڏا رنگي هئي.

پڙهيا عشق اسمء اثبات اعليٰ،
جاڳيا جوش جگر وچ جنگي هئي.

مليا مئخانيء دلدار دليء
نينهن نشانبر ننگي هئي.

ياد اُهين نون، نقش گل داء
ٻاڻ حسن وچ ٻنگي هئي.

گويا گيانيء گوهر شاھ ٻُلينداء
مين مهر مرشد ڪنون منگي هئي.



ٿلھ: ڏاڍو عشق اڙانگو آهي ڙيء
اڇي ڪنهن ڪنهن سرتي ڪاهيڙي.

ويو جانب جت، جيڏيون جاڙ ڪريء
ٻڌو سورن سدرو اتم ساهيڙي.

اديون عشق آريءَ جو آر ڪريء
پيو چاھ وارن ڪي چاهيڙي.

وجي وڻ ووڙيان وڻڪار وندرء
مون ڪي ڏس ڏنو آ ڏاهيڙي.

لڳو روز ازل ڪنئون عشق مون ڪيء
منهنجو نينهن ناٺي سان ناهيڙي.

غازي گوهر شاھ گهوٽ جي پنيانء
هلي لاڳاپا سڀ لاهيڙي.



ٿلهہ: آيا عشق ميدان ۾ عاشق ٿي، ڪري ترڪ طمع ڪئون تارڪ ٿي.

هٿي نعرو انالحق جوءِ پيچي پولو شائق شڪ جوءِ
چڙهيا سوريءَ تي سالڪ ٿي.

ڪُڏي ڪربل ناٽ نيارا، هٿي نعرا نينهن نظارا،
مام ملائي مالڪ ٿي.

ڇڏي حد ملت جي ڊاهي، پيا قصور ۾ ڪاپڙي ڪاهي،
لنگهي لاحد ڪئون لاشڪ ٿي.

پرت وارو پيالو پُرپي، گوهر شاهہ ڇئي پاڪ پنجتن جي،
حب رکي آيا هاتڪ ٿي.



ٿلهہ: رات نياپا نينهن، مڪا مارن اسان ڏي مهر مئون.

محبت وارا ڪين مُڙن ٿا، توڙي گجن پيا شينهن.

اکر پڙهي پس الف جوءِ ورق وسارج ويهہ.

سڪ وارا وڃن سيلاني، توڙي تپن ڪٽي ڏينهن.

غازين گوهر شاهہ وسائيا، محبت وارا مينهن.



ٿلهہ: جيڏيون جانب يار سان، منهنجو لڳو آ نينهن.
وسايم ونڊر ۾، محبت وارا مينهن.
ويندِيس ورنديس كين كيِ، توڙي گجن شينهن.
كهندي وجان كيچ ڏيِ، توڙي تپي ڏينهن.
گس سان گوهر شاهہ، واٽون ٽيون ويهہ.



ٿلهہ: ٽوڙيو يار وڃين ٿو مزار دليون، ڳالهيون سورن جون كنهن سان يار سليون.

جنهن ويل اچي موكلايو يار مون كان، تنهن ويل ويو سنسار مون كان،
پُڇي كين پيو كمَ كار مون كان، ڳوليم ديوانو ٿي سڀ ڳوٺ ڳليون.

رَهہ رات پرين كيون رهاڻ مٺا، پنهنجي سرداريءَ كي سُڃاڻ مٺا،
هي سر خدمت ۾ پنهنجي آڻ مٺا، ڳائي ڳيچ تنهنجا ميندِيون مشك مليون.

غم ناك گوهر شاهہ كي يار نہ كر، پهريان پيار ڏيئي پوءِ ڌار نہ كر،
ڌاڙو دلين سندو دلدار نہ كر، مون كي مجنِي وانگر ويڙهي ويون تہ وليون.



ٿلھ: نہ ڳائين وڃائين چارڻ پيو چوائين، سمھيو ساريون راتيون وقت پيو وڃائين،

غفلت ۾ گذارين سمھي ساريون راتيون، سپڙ جون صحن ۾ ڪنڊين ڪمڙيون ٻاتيون،
چني چيچ پنھنجو لنگھا متان لڇائين.

چارڻ چنگ ڪڇ ۾ ڪري چو سمھين تون، اٿي نہ آڏيءَ جو گھٽيون گھمين تون،
سارو سچ پيو اپرٿي، تون تندون پيو ملائين.

وڪڙي وي راول عشق سان اٺائج، چارڻ چنگ دم دم وحدت سان وڃائج،
اھڙو ماڳ منور محبت سان ملھائين.

گوھر شاھ گاروڙي ڏيئي نہ ڏوراپو، گرنار قلعي مان اچئي نہ اوڙاپو،
جھونا ڳڙھ جا چوڳي متان ڪاموڙي ڪِلائين.



ٿلھ: بنا رحمت رٻانيءَ جي مٺن وٽ مال ڇا ھوندو،
خوشي جن کي ھجر واري تنين جو خيال ڇا ھوندو.

ڪروڙن مان ڪٿي ڪوڪو، وٺي ٿو واٽ وحدت جي،
لکن منجھ لا ٿ لاثاني، لکي لنگھار آ ڪوڪو.

پھري پوشاڪ ريشم بخمل، ھجي سلطان صوبن جو،
مرڻ جي وقت لاشي لاءِ، ڪپڙ جو وال ڇا ھوندو.

مَرڻ ڪانپوءِ وڃي ڏس تون، انھي جسمات جو نقشو،
قبر تي ڊيپ ڪڪا جميل، ھڏن جو حال ڇا ھوندو.

گوھر شاھ گذارج تون، سانگي تي سيئر سفر ۾،
جنين تي قرب قادر جو، انھن لاءِ ڪال ڇا ھوندو.



تلھہ:اگڻ عشق آيو، نچندي وتان مان.

اُسري تي اُفنگ جيان، خيالي خطنگ جيان.
شمع تي پتنگ جيان پچندي وتان مان.

ويڙھي تي وحدت جي سراسر صحبت جي،
مئخاني محبت جي مچندي وتان مان.

بديون بار چائي آيس پلئہ پائي لڳي رمز آھي،
رچندي وتان مان.

گوھر شاھہ گھمايو طبل عشق وڄايو سڄڻ نينھن لايو،
سکندي وتان مان.



تلھہ: چاکئون محب ماکئون رسي رات ويڙو،
پتو کونہ پيئڙو.

کڏھن کنھن نموني، پائي کين ليئڙو.

جاڳي جھوري من ۾، جُکي پيو جيئڙو.

وسري کم ويو سڀ، ڏاڍو غم تيئڙو.

گوھر شاھہ چئي غمزن، ڏاڍو کِيس کُيڙو.



تلھ: نر نينھن مٿون نروار ٿيء نسري نچڻ آيو آهيان،
لائي رمز رنداني رنگيء رنگ ۾ رچڻ آيو آهيان.

پروان ٿي حُسنات جو پلپل پسڻ جي پيچ سان،
پائي پير پرتئون ٿي پتنگ، پڙ ۾ پچڻ آيو آهيان.

محبوب جي ميلاپ لاءِ مستان جيان ميدان تيء
موجود ٿي منگلاچ جيء مچ ۾ مچڻ آيو آهيان.

جنسار جوڳياڻا كريء جلوي جنگي جولان سان،
دم جوڳ كي جذبات سان، جذبئون جهٽڻ آيو آهيان.

سرساز جي سينگار لاءِ غازي گوهر شاه گيان سان،
سرشار ٿي سوريءَ اٿي سرڙو سٽڻ آيو آهيان.



تلھ: لڳو جادو نيڻن جو جنگي آء
اسان جو روح رانجهن سان رنگي آ.

كين چڏيندو پاڻ سڏيندو،
نينھن اسان جو ننگي آ.

عشق اچيء جنھن تي شاھ اهو آء
توڙي شرابي ڀنگي آ.

سا كري ٿيء در در دانھون،
عشق كپر جيان ڏنگي آ.

گوهر شاه چئي گاروڙين جيء
وحدت ۾ دل وَنگي آ.



تلهہ: عشق جي ناهي عامہ کي کل عشق عجب آ حُسن حضور،

نينهن جتني ٿو نيزا کوڙيءِ دين ڪفر جا ٿو ٽڳا ٽوڙيءِ
پاڻ پهرائي ٿو جٽيا جوڙيءِ دانهہ ديوانا ڪري دستور،

لا مذهب جي لست چکي ڏس، هر صورت ۾ پريم ننگر پَس،
ڪانہ ڪا لڳندي توکي ڪس، دوئي ڪري آءُ ديري دور،

صبر سک وارو سير سمر ڪر، ڪر بل وارو قرب نظر ڪر،
عامَ کان پاسي ويهي اسمہ اثر ڪر، هٽي گهونگهٽ گهر ۾ گهور،

ڪور ڪن ٿا تبرا تڪڙاءِ اهي آجايا آهن رڳڙاءِ
عشق بنا سڀ جوٺا جهڳڙاءِ مونجهہ مذهب ۾ ٿيا معذور،

گر گوهر شاهہ ڏني آ ڳجهارت، عاشق سمجهن ان جي عبارت،
سانگ صوفيءَ جو قرب قرابت، اهي ڏوهہ ثواب کان ٿيڙا ڏور،



تلهہ: عاشق ٿي آيو آهيان، آءُ چيريون چونہ چمڪايان،

شينهن پيالو شوق پياريو، نسنگ نينهن نچايان،
فاذڪروني اذڪرکمہ جيءِ تار تن ۾ لايان،
ونحن واري وائي واريءِ وحدت ويڙهہ وسايان،
گوهر شاهہ گيان گهگهن جيءِ محبت موج مچايان،



تلهہ: آيا عشق اُنمر انسانيءِ جنهن ڪيتي دل مستاني.

الله دا نالا هي احمدءِ قرآن آکي دلبر دلبندءِ
مولا واليءَ مورت محمد صورت هي سبحاني.

عليءِ احمدءِ حسن هڪوئيءِ صورت وچ ساڳيا سوئيءِ
هويا آپ الله اهوئي پاڪن پاڪ پيشاني.

انا احمد آپ الايسءِ بلاميمي برقعا پايسءِ
رنگ پردي وچ راز رلايسءِ سير ڏٺيا سلطاني.

ڪيتي گدائي والي چاليءِ آکي گوهر شاه سواليءِ
پلائي ميڪون پيارل پياليءِ شوق وچون شاهاني.



تلهہ: محبوب من منهنجو اوهان جي برھ ڪيو بيمار آ.

ڏيان سان ڏاڙو هٽي وئينءِ دامر زلفن جا وجهيءِ
ديد لائي دل لڳائڻءِ دلبر جو ديدار آ.

لبين لالي مرجان وانگرءِ ڏند موتي مثال جيءِ
رخ تنهنجي ۾ يار جانيءِ حسن جو هبڪار آ.

ڪجل ڪٽاري ڪيف سانءِ موهيو مژگين مامر ۾ءِ
ابرو جي اعليٰ اشاريءِ چشمر جو چمڪار آ.

گوهر شاهہ گنگهرو وڄايامر بي سِر ٽي بازار ۾ءِ
خلق ساري ۾ خوار مون ڪيءِ نينهن ڪيو نروار آ.



ٿلهہ: زماني ۾ ذهن وارو، دلي دلدار آ ڪوڪو،
پاليسي پيار ڪن ڪيئي، موهڻ منٺار آ ڪوڪو.

لباسي لوڪ ۾ آهن، پنهنجي مطلب وارا ماڻهو،
عالم ۾ اسم جو عاقل عاشق اظهار آ ڪوڪو.

مٺي محبت زماني جي ماڪيءَ جي لار ڪيئي موهيا،
زماني زور ڪان نيارو، نانگو نروار آ ڪوڪو.

ڏيساور هن دنيا ۾ آهہ پرڪا لاءِ پيدا ٿيو،
ولايت ۾ ويساهہ وارو وحدت وڻجار آ ڪوڪو.

گوهر شاهہ چئي پارت گر ڪي اسان عاصين ابوجهن جي،
لکن ۾ لاٽ لاثاني، لکي لُنگدار آ ڪوڪو.



ٿلهہ: آيو شاهہ چنيسر شاديون ٿيون، ساري شهر لهور مناديون ٿيون.

آيو جام پلي واسيون وٺڪارون، ڪُليون بوءِ عمبر جون چٽڪارون،
ٿئي گاهہ ڦريا، لڳيون گلزاريون، آهن مُلڪان مُلڪ آباديون ٿيون.

منهنجو ور چنيسر آهي ڙي، ڏنم هار هٿن سان لاهي ڙي،
اٺا مينهن دل تي سرتيون ساهيڙي، برسي برهہ آيو سُرهيون واديون ٿيون.

نڪي گڏ ثواب آڏوهہ مون سان اچي عشق لاتو اندوهہ مون سان،
وٺي وَر ڪسي، ڪري ڊوهہ مون سان، سونهن ڪؤنرو ڪي چٽيون چانديون ٿيون.

چوي گوهر شاهہ گلزار آهن، نسري نينهن منجهون ٿيا نروار آهن،
جن ڪي برهہ لڳو سي بهار آهن، حُب واريون حسن سان ميڪانديون ٿيون.



تلهہ: جيڏيون منهنجي يار کيۀ ڏجو نياپو.
ماڻهو موهر جا هتيۀ ڏين ڏوراپو.
سک سانگين ساهہ کيۀ جيڏيون جياپو.
منهنجو عمر کوٽ سانۀ کهڙو لاڳاپو.
کندو گوهر شاهہ کيت سانۀ مولا ميلاپو.



تلهہ: وَهن نيڻ مُٺي جا نماڻا نماڻاۀ اِجهي پيئر آيا اباڻا اباڻا.
منهڙا پري ٿيۀ وينا جي اڏي ٿيۀ سرتيون سيپيئيۀ سجاڻان سجاڻان.
جهوپڙا جهنگن ۾ اڏي ويا پٽن ۾ پکڙا پٽن ۾ پراڻا پراڻا.
گوهر شاهہ چٺي ايندا وَنّي نال نيندا چني کين چڏيندا ماروسي ماماڻا.



تلهہ: سکندن کي سِک ۾ سهڻا تا سکايوۀ برهہ جي بيمارن کي چوٽا چڪايو
پسي لبن لاليونۀ نيٹين وهن ناليونۀ پہ ٿي کنديس ڳالهيونۀ گهڙي تہ ٽکايو.
چوان حال کنهن کيۀ سارو معلوم توکيۀ ڏسي محب مون کيۀ چوٽا منهن لِکايو.
گفتو کيمہ زبانيۀ پسڻ لاءِ پيشانيۀ وجي يار جاني پري تو ڏکاريو.
گوهر شاهہ گذاراۀ کيون اڏي اوتاراۀ کڏهن کونہ پيارا تو من کي مکايو.



ٿلھ: نينهن ڪپرُ آهي نانگ، ڏنگ لڳو جنهن کي ڦٽ تنهن کي ٿيو،
جهاڙ جوڳين جي نہ سور هتي ٿو، ڪاڏو ڪپر جو مور نہ چُٽي ٿو،
جنهن کي طلب سڄڻ جي تانگھ، سو چاڪن جي اندر چڪي پيو،
ڪيئي علاج حڪيمن ڪيڙا، ڪين فرق پيو حيرت نيڙا،
برھ پڙهائي جنهن کي بانگ، سو وصل جي واديءَ ۾ ويو،
عشق لاتو راز اوهان جيء، مچ ٻريو آ اندر اسان جيء،
ڪوڙين اڏاريان تولاءِ ڪانگ، نئين سج نياپا نينهن نوان ڏيو،
گوهر شاھ چئي گولڙي آهيان، نام تنهنجي جي ٻولڙي آهيان،
تولاءِ بنايم سهٽل سانگ، ڪِلي پانيان مان در در تي ليو،



ٿلھ: عشق جي آتش پارڻ پاريو، ڪري پڙڪا ٻاھ،
ڏيون درد وجي ٿو پلپل آتش جو آڙاھ،
جوڙي جٽيو صنعان پاتو ڳل، عشق ٿيس همراھ،
مجنو ٿيو مستان برن ۾، دلاور داناھ،
مجازي حُسنات هئي ڪئي، عشق صورت ۾ الله،
عشق حَسن حُسين کهايا، عشق بي پرواھ،
متان ڪال لنؤن لائي تنهن سان، عشق شاهن جو شاھ،
عشق گوهر شاہ کي نوازيو، عشق جي آهي پُشت پناھ،



تلهہ: رانجهو رنگپور ۾ ريجهي آيو آ، جنهن نالو چاڪ سڏايو آ.

آيو انا احمد اولي ۾، بلا ميمي بشر جي چولي ۾،
ڪنهن شوق تماشي شعلي ۾، اچي نعرو نينهن لڳايو آ.

آيو نينهن نسنگ نظر نوڪ لڳيم، لاٿي لال نہ پٿي ڪنهن لوڪ لکيم،
آيو عشق اگڻ ساري ٿوڪ لتم جنهن جهنگل ۾ رنگڙو لايو آ.

چاڪ رانجهو دي فيراق قٿي، وجي لوڪ لتاڙي ساري جهوڪ چٿي،
جنهن ڪي حب هٿي اها ڪانہ هٿي، جنهن جوش ۾ جيءُ جلايو آ.

گوهر شاهہ چٿو چاڪ چوان، مٿس گهور ساري لولاڪ ُچوان،
پيارا پرتٿون پنجتن پاڪ چوان، جن بار امت جو چايو آ.



تلهہ: دين مذهب ڇڏيا ٽوڙي، عشق پارايا جٽيا جوڙي.

صنعان وجي ڪفران ڪمايو، بزرگ صاحب هٿڙو توڙي.

پڳيون ڇانوٽيون لؤن لؤن اندر، عشق لتو اچي خيما ڪوڙي.

سچو بلاشاهہ خير محمد، ناٿ نچايا نينهن جي گهوڙي.

گوهر شاهہ چٿي غازي آيا، ٻيائيءَ وارا ٻاٿڙ ٻوڙي.



تلهہ: عشق اصل ڪٿون ارڏو آهيءِ مهميرن کي مست ڪريءِ
جوڙي نيڻن جا ناز نرالاءِ بره وارن کي پري هٽي پالاءِ
ديل دوگن سان دست ڪريءِ
حسن جو شهباز شاهانوءِ مست ڪريءِ دانهہ ديوانوءِ
ڪڙڪي جنهن تي ڪشت ڪريءِ
ابراهيم جي آگ اُجهاٽيءِ عشق اچي ٽيو تنهن سان ساٽيءِ
باهہ منجهاروُن بهشت ڪريءِ
گهاري گوهر شاهہ گهڙيون منجهہ گانيءِ محبت واري مل مٿخانيءِ
چاهہ وارن کي چست ڪريءِ



تلهہ: آيو احد عرب ۾ ٿيءِ ڪري احمد وارو اولوءِ
خلق الآدمءِ صورت ساريءِ ڪري محبت جي مينگهہ ملاريءِ
آيو لال لقب ۾ ٿيءِ پهري پرت مٿون خاڪي چولوءِ
ڪُل شيءِ محيط مثاليءِ ڪٿي ويراڳيءِ ڪٿي وصاليءِ
آيو صورت سڀ ۾ ٿيءِ جيئن باغيچي ۾ پکي مَمولوءِ
سچا سهٽي جي صاف صحبت ۾ءِ ڪنا ڪربل ميدان محبت ۾ءِ
ويئي عام عجب ۾ ٿيءِ اهو ڪو شوق جو شعلوءِ
ريجهي رانجهن رنگ پور اندرءِ گدا گوهر شاهہ برهہ جي بندرءِ
تنهنجي آيو طلب ۾ ٿيءِ هُيو ڳالهہ جنهين جوڳولوءِ



ٿلهہ: ٿار اوهان جي ٿن ۾ آهي،
ڪچو مهر جي نظر داري.

شاهہ منصور انالحق الايو،
چڙهي سوريءَ تي ڪئي سواري.

شاهہ صنعان وڃي پايو ڄڃيو،
جنهن ڪي ڏني آ عشق ڏيکاري.

رانجهن چاڪ ٿي آيو رنگپور،
ڇڏي پنهنجو تخت هزاري.

جن ڪي گوهر شاهہ غرض پرين جو،
بيحد ٿن ڪي آهي بهاري.



ٿلهہ: ترڪ ڪر طالب طمع، ترڪ ڪر ٻنيون ٻنا،

ترڪ مايا مال مَڏيون، ترڪ حُجَتِ هام تون،
ترڪ ڪَر عيال سارو، ترڪ دنيا جي ثنا.

ترڪ حيلا سڀ وسيلا، ترڪ مسجد ۾ مڙهيون،
ترڪ مذهب، پوڙپيائي، پرت جا پَڙهہ تون پنا.

ترڪ ڪر دلبو دغا جو، ترڪ ڪر نُڙڪو نڱي،
ترڪ مستي هوڏ واري، فڪر خطرا ڪرفنا.

ترڪ غازي غير ڪي، گرُ گوهر شاهہ گرُ اڳيان،
هيڪڙائيءَ جي بحر سان، پوڙ پيائيءَ جا ٻنا.



تلهہ: ٿيو عشق عدم کان، ظهور پڙ،
پرچي پرت واراءِ پيا پور پڙ،

ڪٿي ملائڪن جي ٽولي ۾، ڪٿي خاڪي بشرجي چولي ۾،
ڪٿي عبديت جي اولي ۾، ڪٿي آهي نيارو نور پڙ،

جڏهن آب حيات جاءِ تا پيالا پيون، تڏهن قرآن جا تاڏس ڏيهہ کي ڏيون،
ڪيون دليون اسان جون نينهن نيون، آهيون مست مئخاني مخمور پڙ،

ڪڏهن ظاهر حق جي تا ذات ڏسون، ڪڏهن ضورت واري صفات ڏسون،
ڪڏهن تاب واري تا تجلات ڏسون، ڪڏهن محفل ۾ مسرور پڙ،

ڪڏهن گوهر شاهہ گلزار گداءِ ڪڏهن مرشد جي در آهي صداءِ
ڪڏهن ذکر کان نہ ٿيون ساعت جداءِ آهي حيرت وارو حضور پڙ،

●

تلهہ: آهين تون ڪلتار وي ميان، لڏم سوچي سنسار ۾،

ڪٿي هر شيءِ ۾ وسين ٿو، ڪٿي نيارو نروار وي ميان!
لڏم سوچي سنسار ۾،

ڪٿي جَل ۾ روپ رنگي تون، ڪٿي گل گلزار وي ميان!
لڏم سوچي سنسار ۾،

ڪٿي آهين، ڪنوڻ اگني، ڪٿي مينگهہ ملهار وي ميان!
لڏم سوچي سنسار ۾،

ڪٿي گدا گوهر شاهہ گلشن اندر، ڪٿي باغ بهار وي ميان!
لڏم سوچي سنسار ۾،

●

تلھہ: شاھہ ڪري شغلات آيوءِ گھر گھر ٿيئڙي شوقؤن شادي.

وَس ٿي وڏڪار ورھہ جيءِ برھہ ڪري برسات آيوءِ
ويرانيءَ مٿون ٿي آبادي.

عشق جُھلي سر ڪربل پڙ ۾ ڪٺي تراريون ڪات آيوءِ
وڏي وھايائين رت جي وادي.

اصل ڪنٺون ٿيءِ اٺ موٹ اويڙوءِ عشق بٹجي آفات آيوءِ
ٿيو حب وارن جيءَ سر جو ھادي.

پھري ھار گلابي گھراءِ گوھر شاھ گجرات آيوءِ
ملڪ ساري ۾ ٿي منادي.



تلھہ: محبوب ھَئيءِ ميري مندرِ پاڪي ديڪاءِ جھاتي اندرِ.

اڪيان وچ اسرار ھئيءِ بادل والي بھار ھَئيءِ
ڪليا گل گلزار ھئيءِ برسات باراني بندرِ.

اوئي قرب قرآن ھئيءِ اوئي پوٿي پُران ھئيءِ
اوئي گنگا گيان ھئيءِ اوئي صورت صاف سمندرِ.

اوڪي اويڙيءِ روپ رٹءِ قرب واليان ڳالھين سٹءِ
ڳئي جھاڳ سسئي ڪيچ ڪَرٹءِ وڏڪار والي ڪل وندرِ.

گوھر شاھہ گلزار ھئيءِ نينھن نسنگ نروار ھئيءِ
عالم وچ اظھار ھئيءِ اوئي سورج اوئي چندرِ.



ٽلهہ: عشق ٽا ميرا عليؑ وحدت ولايت کا وَلي،

بيچون کا بادلؑ برحال ٽا بوتي بشرؑ
بارش ٽئي بازار بر ۾ بهادر بن پلي،

روحي رگڻ والي رقمؑ هئي راز رياضت وچ رحمؑ
رتيا رهبر کي رسمؑ هئي رمز رانجهي نال رلي،

چشماتؑ چيٽک کي چهرؑ چانداڻ چهري ٽا چندرؑ
چوُ طرف چرخي کر چکرؑ چم چال چلت کي چَلي،

گدا گوهر شاهہ گام وچؑ سلطان دي سلام وچؑ
غلامان دي غلام وچؑ وَچانداؑ آوندا ٽلي،



ٽلهہ: تنهنجي ذوق خاطرؑ ڇڏيوسين زمانوؑ
کري شوق اعليٰؑ شتابي شاهانو،

ڏسون ٽا ڏهاڙيؑ تنهنجو حُسن هاديؑ
رکي خيال خوبان يکايک يگانو،

تنهنجي عشق آئيؑ ظاهر کيو ذري ۾ؑ
پتنگ جيان پياسيؑ پڇي جيئن پروانو،

ساقي آهين سهڻاؑ عوشاقن جو اعليٰؑ
پياري ماڻ مَئي جوءِ کيو ٽو مستانو،

احدئون پاڻ آيوءِ احمَد جي ٽي اوليؑ
لهي ويو لحظي ۾ گوهر شاهہ گُمانو،



ٿلهہ: ايندو يار جانيءِ لهندي سڀ حيرانيءِ
ڏيندو ڏيهہ مبارڪ ٿيندي مهرباني.

ايندو يار ياڪيءِ پيارل پوشاڪيءِ
ٻڌجي سر عوشاقي لائي لنؤن لاثاني.

ايندو يار دلبرءِ منگهن مست منورءِ
عجب عشق انورءِ اولي ٿي انساني.

ايندو يار جانبءِ غرور تي ٿي غالبءِ
ڪندو ملڪ طالبءِ وسائي ويراني.

ايندو يار يڪدلءِ ٿيندي موج محفلءِ
گوهر شاهہ چئي تجملءِ گهر گهر ۾ گياني.



ٿلهہ: دنيا دم اٿئي هڪڙوءِ پوءِ فنا جي چوٽءِ

ڪٿهن مڙهہ مقامن ۾ ڪٿهين ڳاڙها گهوٽ.

لڏي ويا هن لوءِ مؤن چڏي لشڪر ڪوٽ.

آهين مثل حُباب جي وطن پنهنجي موٽ.

ڪندا غور گوهر شاهہ جوءِ رهبر ڪي آ رپورٽ.



ٽلهہ: انا احمد بلا ميمي، نبوي فرمان ۾،
بيک ٿيو، بي خود برابر، بشر جي بيان ۾.

يونس، مڇيءَ پيٽ پاڪي، الله جي امان ۾،
ٻيڙو تاريو ٻاجهہ سان رَب، نوح جو طوفان ۾.

ادريس جوڙي بهشت جون، پوشاڪون بستان ۾،
پهريندا پوشاڪ سيئي، عشق جن جي جان ۾.

ڪلنگي پائي ڪونڌ آيو، ڪربلا ميدان ۾،
نينهن جو نعرو هنيون، مانجهي اچي ميزان ۾.

مصر جي بازار ۾، شاهہ وڪاڻو شان ۾،
ذوق يوسف جي ڪري ٿي، زليخان زندان ۾.

گوهر شاهہ گهاري سدائين، غريبيءَ گذران ۾،
مهر مرشد جي ملهاري، منگي ٿو مئخان ۾.



ٽلهہ: ريجهي رهاڻ ڪيائون، ڪالهہ پکي منجهہ پيهي پيهي،
قرب ڪيائون پنهنجو، ڏنگايون نہ ڏنائون،
وره ونڊيائون ويهي ويهي،
ڏور لايا جن ڏينهڙا، اچي ويا اوڏاهون،
ڏک پائي ٿيا ڏيهي ڏيهي،
اسان وٽ انصاف جو، محبت عشق مڪائون،
ڳالهہ ڪيان وري ڪيهي ڪيهي،
گوهر شاهہ غمناڪ جون سڻندا پاڻ صدائون،
جينهي آهيان تيهي تيهي،



تلهہ: هِوين تون آپ مهمان، ڪيهي ڪرينديءَ ماڻين.

پکي اِهين پرديس دي اندر، گهڙي ڪِرڪي گذران،
پڇري چوڙ اُڏاڻي.

چوڙ ماڳ محلات اِهين ڪون ويسين اپني آستان،
نہ رهسين روح ٽڪاڻي.

هوئي جنهان دي حڪومت ڪرڙي، سڪندر جهڙي سلطان،
چوڙ ڳئي طول وهاڻي.

غم گوهر شاهہ غازيان نون نهين ڪو، بره ڪُليا بُستان،
سرهي سير سيباڻي.



تلهہ: عشق آيو اڪسير، ماڻي موج ملير،
برسي ساڻ برسات، بيخود بي نظير.

عشق اچي تن تائي، نادر ڪئين ٿونچائي،
عقل جي اتي ناهي، بني ڪا تدبير.

عشق آيو ٿي آفات، ڪٽي تراريون ڪات،
عاشق ٿيا ڪئين گهات، ڪاپڙي ڪن چير.

عشق آيو ٿي ارباب، کولي نينهن نقاب،
شوقئون پياري شراب، ڪري ساهہ سڌير.

عشق آيو ٿي اَملهہ، گوهر شاهہ چئي گل،
سهڻن ڪان سُهڻل، وارث وحدت وير.



تلهہ: عشق جا عاشق اڇيء ميدان منصوري پسن،
نينهن جي نيزي اتي ٿاء سِر پنهنجا نيشان ڪن.
عشق جي بازار ۾ء عطار ۾ عنايت ٻئيء
حسن جي هوٽل اتي ٿاء سِرَ لُٽي نيزي رکن.
منصور جهڙا مرد مُڪَم مرڪي مٺي ميزان ۾ء
سر ڏيڻ لاءِ پاڻ سينگاريء سوريءَ تي سورهہ اچن.
عشق پارايو جَٽيوء صنعان سالڪ کي صحيح،
ديد دلبر جي پسي ٿاء پل اندر مذهب ٿُٽن.
عشق جو نام آء تنهن ڪيا مستان ڪَئين،
مجنو جهڙا مرد بر ۾ بُنبَ ٻٽجي ٿا ٻيهن.
تبريز جي ڪلڙي ڪليء گهاٽي بلاول پيڙيوء
غم گوندر سڀ لهي وياء عشق اڇي حامي ٿين.
سازن جي صورت سچاراء برهہ جا باجا ڪٽيء
گوهر شاهہ گهنگهرو وڄائيء گهٽين ۾ غازي گهمن.



تلهہ: درشن ڪر ديدارء سئنيانء رانجهن رمز رلاوڻ آيا.

خلق الآدم صورت واليء سهٽا سهٽي ڪرڪي چاليء
عالم وچ اظهارء سئنيانء اپنا قرب ڪماوڻ آيا.

پاڪي ڳل ڳچي وچ جاما جنگيء رنگپور دي وچ ٿي ڪي رنگيء
چيريان دي چمڪارء سئنيان اپنا نينهن نچاوڻ آيا.

باغ باغيچي محلي ڏرڪيء مورت رنگارنگي ڪرڪيء
پتلي جوڙ هزارء سئنيان بازي کهيل بناوڻ آيا.

غازي گوهر شاهہ عاشق ٿيويء مٺي پيالا مانجهي پيويء
اپني شوق شڪارء سئنيانء جوڳي جوت جڳا وڻ آيا.



تلهہ: آيا رنگپور دي وچ رانجهن هيءِ صاحب صورت دا سهڻا ساجن هيءِ

وچ شب دي چڙنا تي ايريا قمرءِ ماهي مشرق مغرب ٿيا ظاهرءِ
رکيا راز الاهي وچ رنگپورءِ کيتا رخ رانجهن دے روشن هيءِ

آکي راڄ کيڙيان اندر رانجها کَڙاءِ حق تون هَٿ ڳئي سڻ کي نامہ بڙاءِ
وچ عالمہ دي رانجها اٿين کڙاءِ جيوين سهڻا گُلڙا سوسن داءِ

سهڻي صورت ٿئي سچي سرور ديءِ ميڏي مير محمد منور ديءِ
کيهي ڳالهہ کران اپني انور ديءِ ميرا ماهي من دا موهن هيءِ

گُردي گوهر شاه کرين ياد گوياءِ هر حال حاضر هادي نال هوياءِ
رند بن کي ول کنهن دي کاڻ روياءِ ساري عمر دنيا وچ دو دن هيءِ



تلهہ: آيو عشق امامہ وي ميانءِ واسيا ڳوٺ بحر سپ ڳليونءِ

حسن جو معراجءِ موسيٰ لاءِءِ شعاع کلي ويو شامءِ وي ميان!
طور سينان جون ٽکريون جَليونءِ

احد سوئيءِ احمد سوئيءِ هي آهي هڪڙو نامءِ وي ميان!
رمزون رمزن سان وڃي رَليونءِ

وَڄن چنگءِ ستارونءِ طبلاءِ لڳي ڏومر ڏامءِ وي ميان!
ڇيڄ لائنءِ ڇيڙيونءِ ڏليونءِ

منصوريءِ مٺخان مَٺيءَ تيءِ پي جيئڻ جا جامءِ وي ميان!
ڳالهيون سوز وارن سان سَليونءِ

گوهر شاهہ چئيءِ گُرَ سچڻ ڏيءِ ڏسن روز مدامءِ وي ميان!
اکيون کين ڏسڻ کان پَليونءِ



تلہ: نينھن کيو نروار وے ميان! ناز نيڻن جي نانگا نيڙا،

ڪٽي خلعت ڪاڻ خاصين جيءِ عشق ٿيو اظهار وي ميان!
شھيد ڪربل عاشق ٿيڙا،

مُوتُو قبل آيت جي اوليءِ الاهي اسرار وي ميان!
جڳ جڳ سدائين جوڳي جيئڙا،

جڏهن تاءِ پايو اوهان اکين ۾ سرمي ڪاني هڪوار وي ميان!
ڪُھي عاشق هزارين قتل ڪيڙا،

گوهر شاهہ گلزار شمع تيءِ بيھي ڪري پڙڪار وي ميان!
وڃي پتنگ تجلات تي پيڙا،

●

تلہ: آيا اڱڻ اڄ يار سئنيان! خوشيان ٿيان، ساهہ ميڏيڪون،

سڻ ڪي هاڪ حسن ماهي ديءِ سياليان مِلڪي هزار سئنيان!
ويڪڻ آئيان شاهہ ميڏي ڪون،

احمد اولاءِ ڪرڪي آياءِ ڪيتا عشق اظهار سئنيان!
عالم دي وچ الله ميڏي ڪون،

موج بحر ديان لهريان چَڙهہ ديان، وهنديان تارو تار سئنيان!
ڪونہ جهليءِ درياهہ ميڏي ڪون،

غور گر گوهر شاهہ ڪيتاءِ شڪر ڪران صدبارہ سئنيان!
عشق، مُتسءِ ارواح ميڏي ڪون،

●

تلهہ: جلوا ڪر جنسارہ سئنيان! ڳلهہ جوڳي جادو مارڳيا هئيءِ

هير ڪيتيءِ مينون شوق شهر وچ؛ مل ڳيا منٺارہ سئنيان!
برهہ بچاءِ بازار ڳيا هئي،

صورت سهٹاءِ ست ڳرُساميءِ وال جهنڊي گهنبيدارہ سئنيان!
عو شاقان نونءِ اجار ڳيا هئي،

مشتاقان نون نال نظرديءِ جڳ وچ جانب يارہ سئنيان!
مار چشمہ تلوار ڳيا هئي،

غازي گوهر شاهہ عشق دا عاملءِ گلشن وچ گلزارہ سئنيان!
عاشق تيءِ اظهار ڳيا هئي،



تلهہ: اُٺي ويراڳي ووڙہ سار سمهڻ جي ڇڏ وساري،

پي پيالو پرت پريميءِ پرجهي پير پروڙہ
پسڻ واري پيچءِ پَناري،

وحدت ڪثرت ۾ پَئہ تون ڪاهيءِ ڇڏي ڪپت ڪوڙہ
ڪڻ قلندر قدم ڪراري،

ڪيڏ ڏمالءِ درد جي دمءِ دم دلبر دلِ ۾ دوڙہ
حال ڏاڍا حق جا ڏاري،

مٽ ميدان گوهر شاهہ غازيءِ پڏي محبت موڙہ
آيا ميم مناري،



تلهہ: اُٺي جوڳي جاڳہ وي ميان! نينھن نيائج ننڍ چڙي ڏيہ

اولِ قائم قرب ڪمائج، پوءِ لڳندئي ياڳ وي ميان!
نينھن نيائج ننڍ چڙي ڏيہ

ڳائن وڄائن مير مستانا، ورھہ جو ويراڳ وي ميان!
نينھن نيائج، ننڍ چڙي ڏيہ

من اندر ۾ مَچ محبت جو، عشق جي سمجھہ تون آڳ، وي ميان!
نينھن نيائج، ننڍ چڙي ڏيہ

گڏيا گوهر شاهہ غازي گرُ ڪي، ماٺي سچ سماڳ وي ميان!
نينھن نيائج، ننڍ چڙي ڏيہ



تلهہ: عشق ٿيو اظهار ناز نچڻ جا سچڻ سيڪاريا.

مجنو مير ليلان جي خاطر پيو وسائي وٺڪار
بر ۾ انهيءَ لاءِ باغ بهاريا.

ديد صنعان ڪي ڪيو ديوانو، ڳل پاتائين زنار
ورہ تقويٰ جا ورق وساريا.

شوق شيرين جي شان وڏايو سورهيہ ٿيو سر شار
فرهاد فڪر سان ڏونگر ڏاريا.

گدا گوهر شاہ ناز مئون نرمل، نيڻ ڪٺي نروار
تو ماري هزارين عاشق جياريا.



تلهہ: وڃي يار ٿيو ياڪي، ڪوڙي خوشيون ڪيما خاڪي،
جنهن جي عشق ڪاڻ قران فينراقي.

سهڻل احمد نام سڏائي، آيو قربئون قدم ڪڏائي،
ماهي مُرلي مير وڃائي، ٿي عاشق اصل اوطاقي.

صاف صُراحي سينگاري، نر نيڻن ساڻ نمازي،
پُر پيالا پرت پياري، ٿي پڙرو پاڻ پوشاڪي.

عجب صورت انساني، اها نينهن مُڪي آ نشاني،
اُتي بوند برسات باراني، ٿيو بره برابر باقي.

گويا گوهر شاه گلزاري، چئي چشمن جي چمڪاري،
آهي دلڙي عشق اُجاري، ٿي هينئڙي ڪي هُشناڪي.



تلهہ: اُتي عاشق اور چرخو چوره چڻي ڏي حرص حواس ڪي.

هيءُ مانجهاندي جو ماڳ آ، ڪَلَ نہ توڪي ڪورَ،
چڻي ڏي حرص حواس ڪي.

مونجهہ واري مٽئي ڪي، ڀڃي ڪر تون ڀوره
چڻي ڏي حرص حواس ڪي.

چڻ مئي جي ماڻ ڪي، شوقئون ٿي شهزوره
چڻي ڏي حرص حواس ڪي.

گوهر شاهہ گُن گيان سان، اتي ڏونگر ڏوره
چڻي ڏي حرص حواس ڪي.



ٿلھ: ڪڏي سامي سازھ ناري نازھ
حملا ڪن هنگلاج ڏي،

اتن اور عجيب سان، نٿرت منجھ نماز ناري ناز

حملا ڪن هنگلاج ڏي،

پيالا پين آب حيات جام روحي جڳائي راز ناري ناز

حملا ڪن هنگلاج ڏي،

قلندر ڪوۃ قواز سان، فرقاني آواز ناري ناز

حملا ڪن هنگلاج ڏي،

غازي گوهر شاھ گام ۾ آهن منجھ نياز ناري ناز

حملا ڪن هنگلاج ڏي،

•

ٿلھ: آيا ٿي انسان، صورت دا سلطان سچارا،

انا احمد بلا ميمي، نبي دا فرمان،
ويکڻ آيا نينهن نظارا،

خلق الآدم علي صورته، هر صورت منجھ مٿخان،
رل مل ٿي ڳيا نور نظارا،

ونحن اقرب ويڙهي وسدا، روحي رب رحمان،
قائم هويا قول ڪرارا،

غازي گوهر شاھ غير ڳيا سڀ، سارا هو يا سبحان،
شريعت والا ماريم نعرا،

•

تلهه: دلبر ڪيو ديوانو، بيوس لاچار آهيان،
شاهيءَ جي شوق خاطر ننڪي نروار آهيان.

آهيان اسم ۾ رليل، روحي قلبي رسالت،
جملي جڳت جسم ڪان، ڌرمن ڪان ڌار آهيان.

دلبر جي دل سدائين شوخي ۽ شور واري،
پايو ڳچيءَ ۾ ڳاري، بيٺو بهار آهيان.

دنيا عقبيٰ سندو، دُور ٿيو ارادو،
نالي هڪ سان ناتو، ٻئي ڪان بيزار آهيان.

محبوب جو ميلاپو، منظور ناهي مون کي،
گياني گدا گوهر شاهه غم ۾ گلزار آهيان.



تلهه: جڏهن عشق اسان کڻ آيا، تڏهن ٿيڙا سانگ سجايا.

چم چم چير وڃائي، پکواز ڪلهي تي چائي،
مين کڻ سهٽل سائين، ڳل عشق دا جاما پايا.

ڪر انا احمد آرا، وچ مار جهنگل دي نعرا،
ٿيا پڌرا پارس پيارا، چل رانجهي چاڪ سڏايا.

مهر بره هے ڪيتي، ڳٺي دليون بجانيون پليتي،
دل سهٽي نال هي سيتي، جنهن محبت مينهن وسايا.

مين گدا گوهر شاهه گولي، ڪر ليڙان پانم چولي،
هي هردم نياز دي ٻولي، ڪر سجدا سر نمايا.



تلهہ: چلي چوڏس چشمي چالوءِ پياريو آب حيات پيالوءِ
پري نينهن منجهان تہ نرالوءِ

آيو شهر پنپور جي بازرءِ نروار نشانبر نادرءِ
ڏٺو گهوٽ گهٽيءَ ۾ گذرءِ ڪوپو ڪلنگي والوءِ

هٽي نينهن منجهاروُن نعروءِ ڪٽي بار ڪٿوري ساروءِ
پنهنجي پلٽڻ ساڻ پياروءِ ڪري آيو ارد اتالوءِ

جبل جهاڳڻ وري چاهيءِ پڌو سڪ مٿون سندرو ساهيءِ
حب هوت پنهل جي آهيءِ ويو ڪنجي ڪاف ڪشالوءِ

وٺي گوهر شاهہ غمنا ڪيءِ ٿي هينئڙي ڪي مُشناڪيءِ
آهي دلڙي مَست ميٺاقيءِ ڪيو عشق عجائب چالوءِ



تلهہ: دلبر ڪيو اسان ڪيءِ در در آهي ديوانوءِ
سامين وانگي سيلاني يڪدل ڪيو يگانوءِ

دنيا جي آشنائيءِ آهي سيئي اجائيءِ
لائي برہ لڙائيءِ موهي ڪيو مستانوءِ

نيڻن لايو نظاروءِ عاشق سدا قراروءِ
محبت ملام واروءِ طالب سهن ٿا طعنوءِ

ريفل رمزن جي چوڙيءِ سيني سچن جي ڪوڙيءِ
عينن ۾ عشق جوڙيءِ آٽي اڏيو آشيانوءِ

گوندر گوهر شاہ پائيءِ وحدت ويراڳ ڳائيءِ
مانجهي ويهن ملهائيءِ محبت وارو مٺخانوءِ



## هندڪيءِ سنڌي

ٿلهہ: پريم ننگر ڪيءَ تي پُوڄاريءَ
آنند ننگر وچ آئي هون۔

چال چلت چلءِ چيتن چَلتاءِ
گيت گگن گن گائي هون۔

گيان ڪٿا ڪاءِ سنت بن ڪيءِ
پوش پگھتيءِ ڏن لائي هون۔

گدا گوهر شاهہ اومءِ هري ڪاءِ
جوگ جگيت جگ جائي هون۔



ٿلهہ: روح ۾ رهيو رام وي ميان! مذهب ملت وسري ويڙا۔

ياد آهي هڪ نرنانءَ نالوءِ ڪري ڇڏيوسين ڪام وي ميان!
مذهب ملت وسري ويڙا۔

متڙا ڪاشي ڪونہ ڏٺوسينءِ هردي وسي هري رام وي ميان!
مذهب ملت وسري ويڙا۔

آهيون ڪافر عشق اسم جاءِ نتا جاڻون اسلام وي ميان!
مذهب ملت وسري ويڙا۔

ڪن سنان گنگا گوهر شاهءِ جوڳي پي پُر جام وي ميان!
مذهب ملت وسري ويڙا۔



ٿلھ: هردي ڪيو هري نام وي ميان!
طبل وڄائي تيرٿ وارو.

جوڳي يارن جوت جڳت ۾ صبوح توڙي شام،
طبل وڄائي تيرٿ وارو.

گنگا جمنا ساڌو ڪن ٿام سَند لاءِ سري رام،
طبل وڄائي تيرٿ وارو.

گوهر شاھ چئي گُر جي اڳيان، ڪن سِڪ وارا سلام،
طبل وڄائي تيرٿ وارو.



ٿلھ: جملي سارو جهان، وره بنا ويران پانيان.

العشق نار آتش اُلو، منگل محبت مٺان،
بدن سارو بُستان پانيان.

الانسان سري ۋانا سره، صورت سپ سبحان،
صوبن ۾ سلطان پانيان.

انا احمد اولي اظهر، نينهن وکايو نِشان،
عجب جهڙو احسان پانيان.

طلب، تسبيح، گيان گوهر شاھ، قرب سارو قرآن،
مهر، نماز، ميزان پانيان.



ٿلهہ: همہ نا جوڳي هيءِ اري همہ نا جوڳي هي
نا مين هندو نا مين مومنءِ نا مين ڇُهڙا چاکي.
نا مين مُلانا مين قاضيءِ نا مين يوگي هي.

دل درياهہ دي اندر پيڙاءِ محبت والا قردا.
کيئي ڪُن پٽيان دي اوپر ويندا پيڙا تردا؛
همہ هي سادو صابر همہ ناروڳي هي.

مورت معنيٰ صورت دي وچءِ صورت سير سپوئيءِ
سير ويکيو سي ڦير نهين غير نہ رهيا کوئي
همہ هون فقير صوفي همہ نا ٺوڳي هي.

ڪٿ هي ميرا ڪيٿولڪ داءِ مذهب يورپ ڪنڊ وچءِ
ڪٿ هي ميرا وشنو ڌرمہ عالي ايشيا ڪنڊوچ
همہ هي ساڌو سرتياءِ همہ نا ڦوڳي هي.

گدا گوهر شاهہ گيان دي اندرءِ ڌيان ڪما ڪر آياءِ
دليون بجانيون دوئي والا سٽيا هي جورايا
ڪکڙ داٿي چڪني والاءِ همہ نا چوڳي هي.



ٿلهہ: آهيان رانول رامہ ساڌو دمہ دمہ ڪن سلامہ.
ڪاٿي تيرٿ تڪيا آهيونءِ ڪاٿي گاروڙين جي گامہ.
ڪاٿي پوٿيون يار پڙهون تاءِ ڪاٿي پڙهون قرآن.
ڪاٿي ڪرشن روپ مٽاياءِ ڪڏهن مکي ۾ ڪڏهن شامہ.
ڪاٿي گر گوهر شاهہ آهيونءِ گنگا جمنا وچ آشنان.



تلہ: پرگھنت کيڙيم پاٺ پسڻ لاءِ پُستک پوٿيون جوڙي پُران. -

گرو نانک ٿي گنگا جمناءِ کيم صاف سنان.
گرو انگت نام ڏرايمءِ امرداس ڪٿي عُريان.
رام داس کوٺايم کاتيءِ آيس ارجن ٿي انسان.
سچ سري هر راءِ سڏايمءِ تيغ بهادر ترنم تان.
اوهنگ سوهنگ ساڳيو سوئيءِ صورت جو سلطان.
گر گوهر شاهہ گوبند سڏائيءِ گُر کرشن ٿيءِ کيم گيان.



تلہ: گر نانک پري گامءِ آنند لاءِ اچي هت اظهار ٿيو.

وِشنو وير ولايت واروءِ آهي نرنانءَ نامءِ
دئارکا جي وچي دربار ٿيو.

گونم ٻڌ وچي غار ۾ رهيوءِ چڏي دنيا جا دامءِ
بندگي ڏٺيءَ جي ۾ باغ بهار ٿيو.

پگت کبير پچن جي چاليءِ روحَ ۾ جهتيو رامءِ
ناهہ کان نکري وچي نروار ٿيو.

گوهرشاهہ چيٺي گنگا جَمناءِ ساڌو کن سلامءِ
تيرٿ رحقاني وچي هر دُوار ٿيو.



ٿلهہ: ڪَهان تہ نانڪ، ڪهان تہ لڇمڻ گرڪي شيوا ڪرتا هي.

ڪَهان تہ ڪرشن، گوڪل گنگا، شنان ڪريندا جوڳي جانا،
رام ڪي چالي، ڪاشي ڪهنا، فن پنڊت ڪر ڦرتا هي.

ڪوڙ غماني والي غيرت، ڏيک حسن ڪي هر جاءِ حيرت،
تجهہ مين تڪيا، تجهہ ۾ تيرٿ، ڏيان ڏٺي وچ ڏرتا هي.

گرو انگت گفتي گاوي، بندرا بن ڪا مندر بناوي،
نام همارا ڦرڪي آوي، پر مانند سِر پرتا هي.

چَرن اوپر سر گرڪي ڏرٽا، گهٽ گهٽ، گوهر شاهہ ٿي رهٽا،
ساڌو نام، سڱاڪي بهٽا، ڏوپ ڏٺي وِچ بلتا هي.



ٿلهہ: ڪرشن ڪاشيءَ وارو آهيان، جمنا گوڪل جوت جڳايان.

بونس لڪڙيءَ مڱن بين بنائي، گوپال گوپيون ڪيئي ٻال نچايان.

بندرابن ۾ بينڪ لائي، رام پچن جو رنگ رچايان.

تن اندر ۾ تيرٿ ڪيوسين، گنگا جا ڪيئن گس پڇايان.

هر دٿاري گوهر شاهہ گياني، حسن وارو هُل مچايان.



تلھہ: ڀڳت ۾ ڀڳوان ھت سڏايم نانک نالو،
لائي تلک لاثاني کيڙم، گنگا جمنا شنان،

اول کفر ۾ قرب کمايم، پوءِ ٿيس مسلمان،
چڏي ملت مذهب تقويٰ، وجي پيس کفران،

جوڙي جٽيو عشق پارايو صحيح ٿيس صنعان،
ڪٿي ٿي آئون مجنو آيس، ڪٿي ٿيس قربان،

فرهاد ٿي وجي ٽکر ٽاڪيم، شوق شيرين جي شان،
زبور، توريت، انجيل منهنجو قرب قرآن،

ڪٿي ٿي آئون گداگر آيس، ڪٿي ٿيس سلطان،
فرعون ٿي وجي حڪم هلايم، مصر جي مٺخان،

موسيٰ ٿي معراج ڪيو مون، طور سينا چوگان،
ڪو سمجهي هي سالڪ سرٽيو گوهر شاهہ جو گيان،



تلھہ: جقهپي نام نسنگ نروار ننگي، ٿيا رازرقص جي روپ رنگي،

الف مطالع ڪرتون ايجهو، غير وسار دنيا جو ڪو جهو،
ونحن وير انهن ڪي ويجهو، دل جنهين ويساهہ ونگي،

ناپ ڪنول ڪنون نام اٿايم، هردي اندر هُل مچايم،
خفيءَ کان خيال ڪمايم، جوش گهگهن ۾ جاڳيا جنگي،

آنمر گياني بيک بتائي، اُت پت اجلي سر ساماڻي،
اوهنگ سوهنگ راز رلائي دُرس پيئن دانهہ دنگي،

گانو گُن گوهر شاهہ ڳائي، محبت واريءَ موج مچائي،
عشق خزانو وٽج وهائي، تارڪ ٿيا لاهي طالب تنگي،



تلھ: بازي والا باغ بنيا، ڏوپڙي اندر ڏيان ڌرو پيائي.

جمنا ڪناري ڪرشن ڪنن ڪيا، بندرابن وچ آڪي پچن ڪيا،
دونهين دي وچ ڏوپ جلايا، ٻيائي والا ٻوٽا چرو پيائي.

مندروچ پيچ پچن تيا، گرو آوي ڏم ڏوم ڏمچر تيا،
نال عجائب چال چليا، تيو نانگي ناٿ نہ رو پيائي.

اس دنيا دا حرس ڳڙا هي، من مورک دي پوت ٻڙا هي،
هر دم ڪال کا ڏنڊ کھڙا هي، ڪمائي والي ڪرت ڪرو پيائي.

رام گام گوهر شاھ نيارا، سئير ڪيتا سڀ سيني سارا،
رڳ رڳ دي وچ هي رام پيارا، نال توڪل دي تار ترو پيائي.

•

تلھ: ڪرشن تي مهراج، جمنا ۾ سنان ڪيو.
رام نام رَلايون روح ۾، سٽي رياءَ ۾ رواج،
مٿرا ۾ مٿخان ڪيو.
پي پيالو پريم وارو، ڇڏي عيش اناج،
بدن کي بستان ڪيو.
گوڪل تو گلزار سان، جوڙي طبلا ساج،
نچڻ ۾ نيشان ڪيو.
سَيت، سلوڪ ٻڌائي ٻاٽيون، لاهي هنر هاج،
پرگهٽ ۾ پران ڪيو.
ونٹي نالو پڳوان جو ٻيو وساري بجاج،
گندرب ۾ گذران ڪيو.
ڪن ۾ ڪنيل ڳل ۾ ڳانا پائي چوڙا عاج،
ماٿوءَ کي مستان ڪيو.
گوهر شاھ گر گيان آنند سان پائي ترتئون تاج،
پچن ۾ پڳوان ڪيو.

•

ٿلهہ: عشق جي مئخان اول آيس ڪفر وساري،

خاڪي بت ۾ ذات ڇپائي بهشت ۾ برحال رهائي،
نينهن ٿيو نيشان، داڻو کيئن تو پارڻ پاري.

شِداد ڪونائي بهشت جوڙائي موسيٰ تي فرعون لڙائي،
ڪٿي تي ڀڳوان، برهمہ ڪرشن ڪاشي دئاري.

ڪٿي ڪيماگر ڪٿي چماگر ڪٿي ثناگر ڪٿي گداگر،
ڪٿي رانجهن سلطان، ڪٿي چاڪر تي وَڇڙا چاري.

ڪٿي تي آيو آهي عيسيٰ، ڪٿي نام سڏائي موسيٰ،
ڪٿي جوڙي قرب قرآن، ڪٿي نوح جو ٻيڙو تاري.

بيرنگ مٿون تي رنگ بنائي اڇي آدم نام سڏائي،
عبديت جي آستان غازي گوهر شاهہ ڏينهن گذاري.



ٿلهہ: مين دنيا مين سير هي ڪيتا،
چلو چل ديس اٺاڪر نام هري هر گيتا.

جهنگل جبل مين جائونگي، پريم ڪي ڀڳتي گائونگي،
واهہ گرو هري رامہ سري سنگ سيتا،
مين دنيا مين سير هي ڪيتا.

گنگا جمنا جائونگي، مندر تلڪ لگائونگي،
پيالا پاڪ، عجب اوطاق، پريمي پيتا،
مين دنيا مين سير هي ڪيتا.

گل گوهر شاهہ گلزاري هي، مک موهن واري ملهاري هي،
جهپون جهپ رامہ پي پر جام جڳت مين جيتا،
مين دنيا مين سير هي ڪيتا.



ٿلهہ: رنگپور ۾ راز سرتيونءِ رانجهن آ رنگ لايو.

راوي ڪناري رانجهو وڃايوءِ صورت وارو ساز سرتيونءِ
رانجهن آ رنگ لايو

چاڪ چارڻ آيو وڇڙاءِ برهہ اُڏايو باز سرتيونءِ
رانجهن آ رنگ لايو.

هير ٿي مستان ديوانيءِ پسي نرالو ناز سرتيون
رانجهن آ رنگ لايو

گوهر شاهہ چئي آه غازين ڪي محبت وارو مجاز سرتيون
رانجهن آ رنگ لايو



ٿلهہ: آکي لوڪ ڪيها تيئَن ڪام ڪيتا.
ميڏا روح رانجهي دي نال سيتا.

چاڪي مرلي ماهي آياءِ در تي ڪڙو واڃا وڃاياءِ
ڪنهن سئير ڪيتي چاسانگ بناياءِ جيءَ اُهينديِ جار نيتا.
چوڙ ڪي تخت هزارا سهڻاءِ رنگ پور دي وچ ماهي من منهڻاءِ
سانون جهوڪ رانجهن دي وچڻاءِ هئي جانب اسان ڏا هميشان جيتا.
لوڪان دي ليڪي چاڪ بشر داءِ ميڏا مالڪ رانجها رنگ پورداءِ
دين مليا حقي دلبر داءِ وِسر ڳئي سڀ پوٿي گيتا.
نسنگءِ ناتا لٿون ڙي لاياءِ بار برهہ دا چوڙس چاياءِ
عشق رانجهو عجب هئي آياءِ صاف ٿيا هئي دل دا پليتا.
آکي گوهر شاهہ ڳيا گماناءِ هُڻ سارا هويا نوَر نوراناءِ
ڪيوين نہ ٿيوي من مستاناءِ هتون ماهي دي مين جام هئ پيتا.



تلهہ: بي پرواهہ برهہ ماهي داء تخت هزارا شاهي دا

انا احمد آپ الاياء بلا ميمي حڪم هلايا
رنگپور دے وچ رانجها آيا ڏرڪي نام سپاهي دا

پاڪي قرب ڪجل دي ڪاني، آياء ساگيا سر سبحاني
جهنگل دے وچ جوڳي جاني، ڪيتس پوش گدائي دا

عجب رانجهي ديان چشمان چاليان، ميلڙي ماهي ديان ڳجهيان ڳالهيان
گهول گهتان جنهن تون سڀ سياليان ويکيم نور خدائي دا

گدا گوهر شاهہ در تي سوالي، سرڪ ساغر دا مست موالي
پير مغان پلائي پيالي، هويا عشق الاهي دا



تلهہ: شاهہ آيا هئي ويڙهي اسان ڏي، ڪرڪي چمڪار چيريان دا

ڳلي ڳلي وچ ڳاوي جوڳي، جوڙ تماشا ڦيريان دا

رانجهن آيا رنگپور دي وچ، پنڌڙا ڪرڪي پيريان دا

شاهہ رانجهو دا در شفا داء اٿان جهڪدا راڄ ڪيڙيان دا

آڪي گوهر شاهہ ماهي والاء ورهہ لڳا مئنون ويڙهيان دا



ٿلهہ: عشق اوهانجي ڪٿي امداديءِ وار ورهہ ڪان واندي ناهيان

هيرِ سڏير ڪٿي حب توهانجيءِ شوق شهنشاهہ لاٿي آ شادي
وار ورهہ ڪان واندي ناهيان.

جيءُ جڙي ويو شاهہ رانجهن سانءِ ٻئي راڄ ڪان ٿي آزادي
وار ورهہ ڪان واندي ناهيان

رانجهن رنگپور ريجهي آيوءِ ملڪ ساري ۾ ٿي وٿي منادي
وار ورهہ ڪان واندي ناهيان

گوهر شاهہ چٿي غم لهي وياءِ اڳڻ آيو جو حسن جو هادي
وار ورهہ ڪان واندي ناهيان



ٿلهہ: جانب جوڳي رنگپور ٿي ڪيءِ آپي نينهن نچيندا نچيندا

مُرلي چاڪي راوي ڪناريءِ محبت مچ مچيندا مچيندا

پرچناه دي بين وچا ڪيءِ رنگڙا يار رچيندا رچيندا

هير ويندي جهنگ چير ماهي ڏيءِ اس ڪون برهہ بچيندا بچيندا

آڪي گوهر شاهہ ماهي پيليءِ آپي طعام پڪيندا پڪيندا



تلهہ: راوي واليان تهڪن تاليان، ميڏي ماهي ديان چڱيان چاليان
ڪران گهور سهڻي تون سياليان

اسان آپي دليان پاليان، ڏوجها ڪونہ ڪريسن سياليان
خاصيان خاميان ڪيڙيان واليان، هير پٽ گهتيان نهاليان

جيئن باغ اُتون هي بلبل، ايوين رمز رانجهو دي رل مل
تيرا نام پڪاران پلپل، مينون ماهي تون مُڙ پاليان

ادب دي نال اليسان، ميٺ محبت والا مليسان
سيپ سهڻي دي نال سليسان، جي هويان ڳجهيان ڳالهيان

ڪران عشق ديان خبران ڪيهيان، مِن ڳُٺي گوهر شاهہ جيهان
تيڏي دامن لڳڙي مين هام ميڏي ماهي تون لجپاليان.



تلهہ: ڳيا رانجها رمزان لائي، تي هير دي دل دُعائي
اها بازي بره بنائي

رانجها رنگپور دي وچ آيا، ڪرسوز تماشي سعيا
ڳل چير چاڪ پهرايا، ماهي مُرلي، مير وچائي.

تٿي هير سُڌير ويچاري، ويک سهڻي دي سرداري
رنگي رانجها رمزان ماري، کهڑا ڪَن وچ ڪُنيل پائي.

اُتون آيا ڪرڪي آرام بن بره والا وٿجارا
چوڙ رانجها تخت هزارا، آيا چوچڪ چاڪ سڏائي.

ڪڑا گوهر شاه گولي، جنهن ڪون تات ماهي دي بولي
ساري ذات صفاتي ڳولي، هويا خاصا خيال خدائي.



تلھ: جانب جوڳي ٿي ڪي جهان آياءِ
* تنبو چاڪي صاحب طولان آيا

رانجها رنگ پور آيا راز ڪنو ڻ، ست تخت هزاراءِ سُڪ ساز ڪنون
شاهي شوق وڏي شهباز ڪنون، ڪرڻ آپ آباد ويران آيا

رانجهن آيا تخت هزاري داءِ هئي عروج ڪڙا جنهن دي نعري دا
ڪيتا سئير جنهن جڳ ساري داءِ ڍڪ دلق دُشالي سامان آيا

ڪٿ چاڪ سڌايس چاهہ ويکو، ڪٿ لشڪر تنهندا سپاهہ ويکو
جنهن دا عاشق آپ الله ويکو، اُتون شمس قمر قربان آيا

آڪي گوهر شاهہ هوڪا هر جاءِ هُليا، چهرا چشم والا هئي چمن ڪليا
ويڪ صورت سارا لوڪ ڀُليا، اهين صورت وچ سبحان آيا

•

تلھ: رانجهن آڪي رنگپور سير وِڪايا سارا ڪرڪي عجائب آرا
حسن ماهي دا ڪليا چمن هو يا چمڪارا ڪرڪي عجائب آرا

ڪاڻ ماهي دي سئنيان، هير ڍونڍيندي بيلي، آندي ويندي ڪاهي وقت نہ پڇدي ويلي
لوڪ لتاڙ جهوڪ ماهي، وچ ڪريندي ميلي، هيردي سئير سُر نينهن مريندا نعرا.
هير ديواني ٿي هي، لوڪ آڪي سڀ سنيان، عشق لڳا هي مينون، شرم حيا ڪنون ڳئي هان
چوڙ ڪيڙيان دا ويڙهاءِ در دلبردي پئي هان، ذوق جاڳيا هي ذاتي ورهہ ڏتا هي وارا.
عشق والي لنگهہ ويندي جهنگ والا جهٽ لانگهاءِ طلب حقاني جنهين ڪون تار تنهين ڪون تانگها
ڪجهہ نہ ڳٺيندي ڪائي صحبت والا سانگاءِ پارندي دي ويندي، ڳمن رنداني چارا
موج والي مٿخاني، پرپيالي پيتي دلڙي ساري سئنيان سهٽي نال هي سيتي
غازي گوهر شاهہ گويا قرب والي هي ڪيتي پرت وچون هي پڪڙيا هير راوي ڪنارا

•

تلهہ: اکيان لڳيان وچ سهٽي دي نال، هڻ مين تتي آن چري ديواني
حسن ماهي دي هُل هي کيتاء روح اساڈا لُٽ هي نيتا
کرکي چشمان والي چال، مارڳيا مينون پاکجل دي کاني
شوق رانجهن دي شور مچاياء هير کون هي نروار نچايا
لڳس جادو جهنگ سيال، حسن ماهي دي کيتي حيراني
بِرهہ ماهي دا بحري باشاء چنبي نال وکيندا تماشا
کري جسم کباب مثال کاوي بکيا طعام لاثاني
گوهر شاهہ گُر تنبورو ڳاهي اسانون برهہ ماهي دا آڻ لڳا هي
درد دل وچ لائي ڈمال، نينهن اسان کڻ آيا نشاني.



تلهہ: نقشا هويا روز ازل کنون،
دل تي رانجهن پياري دا.
چاک آئي هُپکار هوياء
مَنهن چوچک ويچاري دا.
آئي ماهي اعليٰ هوياء
رنگڙا راوي کناري دا.
گدا گوهر شاهہ رانجها مالکء
ويک عجم بخاري دا.



تلهہ: عاشق تي اظهار اليندي،
انا الحق اثبات، ميرا من،

چڙه سوري تي سئير كريندي،
عاشق يانون عرفات، ميرا من،

اني هي محبت دي مٺخاني،
بره والي برسات، ميرا من،

يوسف يارو وكاڻان و هوا،
مصر پڇو مسلات، ميرا من،

گوهر شاهہ غم غير ڳيا سڀ،
كيتا ظهورا ذات، ميرا من،



تلهہ: هُل ڳيا سياليان وچ عام ڙي، ملك هزاري داماهي آيا

دُوڌ مَنجهي دي پلاوٹ كيتي، كيتس عجائب كام ڙي،
چوڙ هزاري دي شاهي آيا،

راوي كناري ياڻ رانجهو خود، بناوي كيرٹي طعام ڙي،
چوچك دي در بن سپاهي آيا،

هير دي كيتي سانگي بٹيا، سيالين دي درنام ڙي،
عشق عجب بن الاهي آيا،

گدا گوهر شاهہ بن چاك كناري، صادق صبح شامڙي،
كٿون رانجها كاهي آيا،



ٿلہ: مينون ماهي مولا ميلي، ويسان ٽر ٽر نديان پيلي،

رانجها آيا راوي كناري كر سينگار صورت دي ساري،
ونجلي وڄاكي وير پكاري شام صبوح دي ويلي،

پاكي پوش خداوند خاكي بوتي دي وچ بنيا باقي،
رنگپوري دي وچ رهيا ياكي چوڙ آيا لک چيلي،

پار دريائون وٺن وٿاٺين اسان ڏي دل كون صحن سيباٺي،
ويكھ ماهي دي ٻهاريل پاٺي روح ڏيندا نت ريلي،

ست گمان گوهر شاهہ گيتام روح سهٺي نال هي سيتام
قرب مينون هي كيتام كيڙيان دي رخ پيلي،



ٿلہ: آيا دلبر هر گهر عيد هوئي، خوشي والي خريد هوئي

چقمق جادو هي چشماتي، لڳا ذوق ظهورا ذاتي
سارا نينهن در سير صفاتي درشن والي ديد هوئي

ناوت لا دا ذكر لساني، جاري قلب ٿيا سلطاني
من وچ تار وڳي سبحاني، طلب سهٺي دي توحيد هوئي

سڀ سياليان وچون ٿي ظاهر من مهٺي ماهي دي كيتي ماهر
اٿون نام ماهي دي ٿي نشانبر بازار دنيا دي كنون بعيد هوئي

گڏيا گوهر شاهہ نال فقيران، هويان ساهہ كون صاف سُڌيران
مير محمد حضرت ميران، خلق اُهين دي مريد هوئي



ٿلھ: رانجھا رنگپور دي وچ آيا هيء جنهن پوش فقيري پايا هي

ماهي مرلي چاڪي ملهنگ بنياء لاثان لاهوتي للنگھ بنيا
خاڪي چولا پاڪي خطنگ بنياء نر نينهن نظاري لايا هي

برهہ ماهي دا بي پرواهہ هوياء اسانون ونحن والا ويساهہ هويا
آپي آپ هزاري دا شاهہ هوياء سهٽي نامر چاڪان دا چايا هي

عشق آيا جنهن دي جهوڪ سڻنيانء ڳل مير پاتا ڪر طوق سنيان
سارا لوڪ ڪريندا ٿوڪ سڻنيانء جنهن ڪون گهور حسن دي گهايا هي

غازي گوهر شاهہ جنهن دا نينهن نالاء ڪر آيا هي اسا ڏي اڱڻ چالا
اسڪون خيال الستي والاء جنهن دي ماهي من وچ مايا هي



ٿلھ: رانجھا تخت هزاري داء مين هير سيالڻ جَتي،

راوي ڪناري رانجهن هٿونء پيتمر ڪير دي وٺي،

ڪيڙئين دي مين مول نہ تيسانء يار دي پريسان مٽي،

غازي گوهر شاهہ هير چٽي دي ڪيڙيان ڪنون دل ڪٽي،



## سَسئي

تلھہ: ڪنڌو پاڻ پنهل پرويشيءِ دل جا حال ٿيا درويشي،

ڏينهن سچوئي ڏونگر ڏوريان، سور عجيبن جا ٿي اوريان،
آفتاب لٿو پئي پيشي،

ڪاڻ سڄڻ جي سانگياڻي ٿيءِ جهاڳيان جبل ڪي جوڳياڻي ٿيءِ،
ٿاڪيان ٽڪر ڪنيو هٿ تيشي،

هوت وني ويا ڏيرن جا ڪٺيءِ ڏوهہ ڪياٿون رات وڇن ڏٺيءِ،
آڏيءَ نيٺر پڇي ويا نيشي،

گوهر شاهہ چئي گس وني آئي پيس پنهل جي پاڻ پُني آئي
ريءَ هوت بناءِ پيا شيشي،

•

تلھہ: جن ڏٺا تنهنجا عين "سُهڻا سائين"
سي ٿيا سيلاني

ڪولي ناز نقاب جو نٽڪوءِ ڪٺي نهاريو نين "سهڻا سائين"
سي ٿيا سيلاني

سوز وارا سور تنهنجي ۾ دانهون ڪن دن رين "سهڻا سائين"
سي ٿيا سيلاني

ڳليءَ ڳليءَ ۾ دائم در تيءِ هٽن هر هر سٿين "سهڻا سائين"
سي ٿيا سيلاني

گوهر شاهہ گلزار سان واسيوءِ برهہ بندر بحرٿين "سهڻا سائين"
سي ٿيا سيلاني

•

تلهه: وڃ تون، اڏامر ڪانگا، آڻ پنهل جا پيغام ڪانگا
پائي ڳاري، ڪري نِت نيازي، ڏيچ سڄڻ کي سلام ڪانگا
آريءَ جي افسوس جوء من اندر ماتام ڪانگا
وٺي آءُ تون خير جون خبران، پارچ اڄ انجام ڪانگا
گوهر شاهه چئي، گل قل توکي، ڏيندس آءٌ انعام ڪانگا



تلهه: من ٿيو مستان، وي ميان، شينهن پيالو شوق پياريو
اَنا احمد بلا ميمي، نبوي آ فرمان، وي ميان
شينهن پيالو شوق پياريو
پاتو يار جي خاطر پرتئون ڳل جٽيو صنعان، وي ميان
شينهن پيالو شوق پياريو
ذوق زليخان لڳڙو ذاتي، مصر ٿي مستان وي ميان
شينهن پيالو شوق پياريو
ڏونگر وجي فرهاد ڏاريا ٿي، شيرين واري شان وي ميان،
شينهن پيالو شوق پياريو
گوهر شاهه چئي گُر اچي مليوء لٿا غير گمان، وي ميان
شينهن پيالو شوق پياريو



تلهہ: ڪيچيءِ لاءِ ڪوهيارو وي ميان، ڏکيءَ کي ڏونگر ڏورڻ آيو.
چڙي شهر پنپور هلي آ، عشق ڪئي اظهار وي ميان،
ڏکيءَ کي ڏونگر ڏورڻ آيو.
ڪٽي پيرو جام پنهل جو، ووڙيائين وڻڪار وي ميان،
ڏکيءَ کي ڏونگر ڏورڻ آيو.
لنگهي لڪ لتاڙي ويڙيءِ، ڪلهہ ڪرهن جي قطار وي ميان،
ڏکي کي ڏونگر ڏورڻ آيو.
گوهر شاهہ غمناڪ ڪندي ويئي، وندر منجهہ ويچار وي ميان،
ڏکيءَ کي ڏونگر ڏورڻ آيو.

•

تلهہ: آيا آس تيام، پينر شهر پنپور باروچا.
مچي تيس مسرور مدامي، گوندر سپ وسريام،
پينر شهر باروچا.
منجهؤن چاهہ محبت جيءِ سهرا صاف چيام،
پينر شهر باروچا.
عقل، مت، حجاب چڙي سيئي اگڻ آيام،
پينر شهر باروچا.
گوهر شاهہ چئي گهورون گهوريءِ، خوشيون خير ڪيام،
پينر شهر باروچا.

•

تلهہ: تنهنجي ملڻ لاءِ آهي دلڙي ديواني
پرچ پيارل ڪيون پرچاڻيون.
سسئي ويچاري پيرين پيادي، سُورن ڪئي ساٿي،
پرچ پيارل ڪيون پرچاڻيون.
ڪهندي ويئي ڪيچ وٽن ۾، رڻ ۾ رُلندي رات وهاڻي،
پرچ پيارل ڪيون پرچاڻيون.
گوهر شاهہ غمن جيءِ، ڪهڙي ڪيان ڪهاڻي،
پرچ پيارل ڪيون پرچاڻيون.

•

تلهہ: اوجاڳو اکين کي پنهل پاڻ ڏنو،
هوت هاڙهي ۾ هيٺيءَ جوءِ چاڪان سنگ چنو،
سسئي قري پئي سڄ ۾ ڪنيون عشق ڳنو،
ڏسي ڏيل ڏونگر جام سارو لوڪ ڊِنو،
گوهر شاهہ چئي گسَ ۾ پيادل ڪي پُنو،



تلهہ دلدار دل جي شوق، منهنجو حال هيٺو تي ويو،
اوهان ڪاتي پنهل ڏنوڙيءِ ڏس مون کي جيڏيون ڏيو،
ڪانہ سري منهنجي سڄڻ ريءَ، ڏونگر ڏورڻ مون پيو،
لُوهُون لالڻ ڪاڻ ڏينديءِ پانيان لکن ۾ آئون لِيو،
سيِ سُکڙا آئون وساريان، سوز سيني ۾ اچي تيو،
جت ڪري ويا چاڙ مون سان، جن ننڍ مؤن منهنجو پنهل نيو،
ڏيو مون کي پتوڙيءِ اوهان سدا جيڏيون جيو،
آهن هوت ڪيچي گهٽام مت نہ پنهل جو پيو،
غم ۾ گهاريان ۽ گذاريان، گوهر شاه گفتو ڪيو،



ٽلهہ: وڃان ڪيچ شهر ڏي ڪاهيو ٿيءِ وٽان لڪ لڪ ٽي اديون لڙندي آئون،

پيئڙم پور پنهل جوءِ وٽان روهہ جبل ۾ رڙندي آئون،
ٻڌي سڪ مؤن سندروءِ وٽان پنهل جو پڇندي آئون،
ڪاڻ ڪوهيارل جي وٽان فڪر انهيءَ ۾ ڦرندي آئون،
گوهر شاهہ چئي گسن ۾ءِ وٽان پرت سبق پڙهندي آئون،



ٽلهہ: جيڏيون جانب پنهنجوءِ پڇندي وٽان مان، لُڇندي وٽان مان،
ڪيڇي ويو ڪوهياروءِ ڇني سنگ مي ساروءِ سبق سُورن وارو پڙهندي وٽان مان،
چانگو ويو چوريءَ ۾ءِ ڪسي دل زوريءَ ۾ءِ جانب جي جهوريءَ ۾ جهڄندي وٽان مان،
ويو سُور ڏيئي، ڪَلَ ڪانہ پيئي، گذريا سال ڪيئي سڪندي وٽان مان،
گوهر شاهہ غمن ۾ءِ رُلان پئي رُڃن ۾ءِ سڄڻ لاءِ سُڄن ۾ سڙندي وٽان مان،



ٽلهہ: ورڪيچ شهر جا ڪوهيارل ميان، ڏکي ڏيل منهنجو ڏسيو ڏونگر ڪي

وٽان رڙندي رَندن ۾ءِ ڪنيو غم برهہ جي گوندر ڪي،
توڏا تڙي ويا تڪر مؤن، ڪيون هوت هوشياري هونگر ڪي،
وڃي پهتا ڪيچ ڪيءِ جت ڳائيندا جُهونگر ڪي،
ڪيچ گوهر شاهہ وَسَ ٿيءِ ساري ساهہ ڇڙن جي چونگر ڪي،



ٿلھ: ڪارڻ ڪوهيارل جي، ووڙيان ٿي وندر ميان.
جن کي پياس پنهل جي، سي ڏوريندڙيون ڏونگر ميان.
ڪوڙي وينا ڪيچ ۾، قناتون ڪونڌر ميان.
ڏوٻياڻي چام پنهل جي، سونهين ڪيچ بازر ميان.
آيو ڪو هيارل عيد ٿي، گوهر شاھ هر گهر ميان.

•

ٿلھ: وڃان ڪاهيندي ڪيچ ڏي، ونيو وندر واٽ ميان.
دل ۾ مون کي درد جي، دُکي دونهي لاٽ ميان.
اُج لهي نہ ٿي اديون، ڏني عشق اُساٽ ميان.
اديوڻ ڙي آنڌار جام لکن منجهہ لڙاٽ ميان.
ملي گوهر شاھ گهوٽ سان، لنگهي ڏونگر گهاٽ ميان.

•

ٿلھ: پنهنجي جانب ڪاڻ جيئنديس جيڏيون، پٿر پير ڏري
آهيان اڪيلي بڙپٽ بر ۾، آري تيندم اڳواڻ،
آءُ پاڻي پٽن جو پيئندس جيڏيون پٿر پير ڏري.
ڪاڻ پنهل جي پيرين پيادي، حُب منجهارؤن هاڻ،
سور سختيون سهنديس جيڏيون پٿر پير ڏري.
پنهنجو لال بحال ٻرن ۾، ڪري سوچ سڃاڻ،
لوچي لکن ۾ لهنديس جيڏيون پٿر پير ڏري.
وڃي ملنديس محب پنهنجي کي، گهوري گوهر شاھ پاڻ،
ڪين رڻن ۾ رهنديس جيڏيون، پٿر پيري يَري.

•

تلهہ: چتن کي تي ڳوليان، جبل ۾ جهنگن ۾
پچان روز پانڌي، وندر جي وٿن ۾

چڻي ڏيهہ ڏيرو، وٺي وحدت ويرو، ڪهان پنهون ءَ جو پيرو، لوچي آءُ لکن ۾.
اَڏيا درد ديرا، ڪيان ڪيئي پيرا، ڦيريدار جيان ڦيرا، ڏيان آءُ گسن ۾.
هيس آءُ راڻي، سَيِن ۾ سياڻي، تيس پوءِ جو ڳياڻي، پنهل لاءِ پنڌن ۾.
سوريتا سناسي، پنهل جا پياسي، گذارن اُداسي گوهر شاهہ غمن ۾.



تلهہ: سور پنهل دي سلهيان، جند ڳٽتيان دي وچ ڳلدي.

سڪ سسئي نون جاڳي، گهوٽ پنهل دي پل پل،
چڙهندي تکر چوٽي، برهين والي بَل بَل،
پيريان پيادي جوڳڻ جبل وچون ڳئي جلدي.

سُٹو سهيليان سرتيان، نينهن پنهل دا نانگا،
آندا اُمالڪ سِر تي، ڪون ڪريندا سانگا،
لڳي جنهان نون لوري، باهہ اُنهان نون ٻلدي.

سور سڄڻ دا سرتيان، جيءَ جيئڙي وچ چُڪدا،
عشق آري دي ڪيتي، ڏونگر ڏوريم ڏکدا،
ڪيچ وٿين ڏهون ڪامڻ، بار برهہ چا چُلدي.

مٿا اڳهاڙا ڪيتس، عشق آريءَ دي اديان،
آکي گوهر شاهہ گذريان، سڄڻ ڏٺي هن صديان،
چاکي پنهل دا پيرا روهہ جبل وچ رُلدي.



ٿلهہ: انهن نيڻن جي نظاري، آٿي آڙايس جيڏيون.

سسئي سُڄَ ۾ ورهہ وسائي،
نرمل ناٿ نياري، ڪري ڪوڪارون ڪيڏيون.

وندر جي وڏڪار ۾ پاهيون،
پارو چل لاءِ ٻاري، هوت ڪري ويا هيڏيون.

سسئي، پنهونءَ جو روز ازل ڪٿون،
آتڻ عشق اُجاري، ورهہ پڙهايون ويڏيون.

گهور گوهر شاهہ جنهن ڪي لڳي وئي،
ڪيڻن سان گهنگهر گهاري، طلبون تنهن ڪي تيڏيون.



ٿلهہ: سسئي ساريو ساري، پنهل تيو پرڏيهي.

پيرين پيادي جبل جوڳيياٽي،
گهڙي پلڪ گذاري، وندر ويڙهہ ۾ ويهي.

ڪاڻ ڪوهياري، سک مٿون سسئي،
هَلي ڏونگر ڏاري، رمزن دلڙي ريهي.

پنهونءَ جهڙا پارس پيارا،
ڪندا ڪول ڪناري، جيهي آهيان تيهي.

گدا گوهر شاهہ سک وارن ڪي،
توڪل پئي تي تاري، ڳالهہ ڪيان وري ڪيهي.



تلهہ: شهر ڀنڀور ۾ منهنجو چاهي،
عشق لڳو آريءَ جو آهي.

برهہ ڀاريون آهن، جنهن کي ٻاهيون،
ڪيچ ويندي، اُها مُنهي ڪاهي.

ڪين ڇڏينديس، پيهر پنهل جو،
ڏس ڏنو آهي، مون کي ڏاهي.

پيچ پيو، جنهن جو پنهل سان،
اُها لاڳاپا سڀ لاهي.

گِلاڻون گوهر شاهہ ڪنيون سِرَ تي،
سندرو سِڪ مڻون پڻم ساهي.



تلهہ: خان ڀاروچا خيال تنهنجي ۾،
ڏونگر ڏولي آءُ تي ڀانيان.

سڪ سچڻ تنهنجي، سڪ ڦٽايو،
پرچي پنهل توسان نينهن نڀايان.

ڪجانءِ ڪوهيارا، مِهر ملڻ جي،
ٻانهي ڀاروچا تنهنجي آهيان.

سُکَ ڀنڀور جا سيوئي ڇڏيم،
پيهر پٿر ۾ تولاءِ پانيان.

گِلا گوهر شاهہ لوڪ ساري جي،
سيئي سر تي چُميون چانيان.



ٿلھ: چني نہ چڏجوءِ چوري ويچاريءِ، خان پاروچاءِ ڪجو پوءِ واري،
آهي ڪنيزڪ هيءَ ڪميٽيءِ ڪڄ ڪا سهٽا پنهن جي ستاري،
پاند پايو ڪيان پڪارونءِ در دلبر جي منهن جي زاري،
سنگت سڄاڻي مهر ڪجو ڪاءِ هيءَ جا ڏوہڻ آهي ڏاري،
گوهر شاھ چئي گڏجو ڪيچيءِ ننگ اوهان جو آهي آري،



ٿلھ: آريءَ جي افسوس جوءِ مون کي روز ماتام ڙي،
هاڃي منجھ هٽي ويوءِ مون کي پنهل چام ڙي،
ڏئي ويا سور سڄڻ جوءِ ڦٽي ويو آرام ڙي،
دل تي پور پنهل جاءِ ولين جيئن وريام ڙي،
هلي گوهر شاھ گس سانءِ ڪنيو لوڪ ملام ڙي،



ٿلھ: پينر شهر پنيور ڪوڻءِ آهي دل آزاد ڙي،
پاروچل جي پاجھ جونءِ آهن ڳالهيون يادڙي،
ڏيئي ويا ڏونگر ۾ءِ پنهنجو عشق امداد ڙي،
سڄڻ ريءَ سڀ سرتيونءِ باغيچا برباد ڙي،
گھاريان ٿي گوهر شاھ غم ۾ ڳچيءَ پايون پاند ڙي،



تلہ: سڪندي سال لنگهي وياءِ جيڻيون جانب ڪاڻ،
اصلئون آريءَ چامر چاءِ سور ڪنيا هٿر ساڻ،
چوري پلاٿي اُٿ وياءِ ملندي نہ ڪيائون چاڻ،
اٿر سوز سڄڻ جوءِ رُڃن منجهہ رهاڻ،
گوهر شاهہ غمناڪ ساڻ، پنهل ملندو پاڻ،



تلہ: هلندي هوت پنهل ڏيءِ هيٺو ٿيئڙمر حال ڙي،
رويو رويو راهہ ساڻ، جروهايان جال ڙي،
سيني اندر سور جيءِ لڳي درد ڌمال ڙي،
ڪٿي بار گونگن تيءِ برلنگهي ويا بحال ڙي،
گوهر شاہ غمناڪ جيءِ سڄڻ لهندو سنڀال ڙي،



تلھہ: روح منھنجو رڻ پٽ ۾ آريءَ لاءِ آ اداسي،
آري لاءِ آ اداسي،
وڻ ٽڻ شھر پنهور جاءِ پنھل ڪاڻ پياسي،
پنھل ڪاڻ پياسي،
اُن آريءَ جام جيءِ وندر آھي واسي،
وندر آھي واسي،
ڏونگر، خان پنھل جيءِ خبر ڏي ڪا خاصي،
خبر ڏي ڪا خاصي،
گوھر شاھہ چئي گرجيءِ سِڪ ڪيو آ سنياسي،
سِڪ ڪيو آ سنياسي،

●

تلھہ: سو ڪوھيارو ڪيچ ويو، لئون جنھين آ لائي،
لئون جنھن آ لائي،

ھون ھون جي ھونگار جيءِ وندر منجھہ وائي
لئون جنھن آ لائي،

واڪا ڪيان ٿي وَرَ لاءِ جبل منجھہ جائي
لئون جنھن آ لائي،

ٻُڌي پاروچو من وريءِ ڪُوڪَ سُٺي ڪائي
لئون جنھن آ لائي،

گوھر شاھ چئي گس ۾ بُوءِ بودن جي آئي
لئون جنھن آ لائي،

●

تلهہ: جن جو پيچ پنهل سان، وندر سي تيون وجن ڙي،
پيون وريتيون ورن سان، سنجهي ٿي تيون سمهن ڙي،
ٻڌي سک جو سندروہ کيچ وڃن ڏي ڪمن ڙي،
وجي پهتيون پنهل کي، رهايون کين رُجن ڙي،
گوهر شاه چئي، گُل خان کي، محبت واريون مجن ڙي،



تلهہ: ويو ٻاروچل ٻاڻ هٽي، چڙي شهر ڀنڀور ڙي،
اڀو ڏاڏو آريءَ تان، گهر تڙ سڀ گهور ڙي،
سا وجي ڪاهيو ڪيچ ڏي، ڏاهي وڏي جنهن کي ڏور ڙي،
آريءَ جي افسوس جي، آهي اندر ۾ اور ڙي،
گوهر شاهہ چئي گس تي، محب ملندو مورُ ڙي،



تلهہ: ڪانهي سورن ۾ ڪائي، کنهن سان سور سليان، سليان،
ڏاڙو ڪري ويا ڏوہڻ سان، ڪيئن آءُ ٻاڻ پليان، پليان،
روج آريءَ چام جوہ اندر روح رليان، رليان،
سُورن سانگهيڙا ڪياہ ڪيئن پنهنجو جيءُ جهليان، جهليان،
گوهر شاهہ چئي گهوٽ لاءِ ميندي مُشڪ مليان، مليان،



ٽلهہ: سارينديِ سڄڻ کي ڳوڙها پيم ڳڙيِ، ڳڙيِ.
جيڏيون جانب يار سان، اتم جيءَ جڙيِ، جڙيِ.
ميٺا تيئڙم حال ڙيِ، رُڃن منجهہ رڙيِ، رڙيِ.
لالڻ ڪاڻ لڪن ۾، ليئڙا پاتم لڙيِ، لڙيِ.
غازي گوهر شاهہ چئيِ، لڪٺي انگ اڙيِ، اڙيِ.



ٽلهہ: کهڙو ڪريان حال آئون پينري لوري سڄڻ مون کي لايون تہ مليو ويو.
آءُ نماڻي هُيسِ اياڻيِ، پيچ پنهل مون، پايون تہ مليو ويو.
ترس تہ پيئڙس من تنيءَ جوءِ ڪيچ ڪوهيارل ڪاهيون تہ مليو ويو.
حُسنَ پسائي رمز رلائيِ، روح اسان جو رايون تہ مليو ويو.
گوهر شاه چئي غم لهي وياء بار بره جا چايون تہ مليو ويو.



ٽلهہ: نالو نماڻي آهي ڙي جيڏيون، آءُ ڪٿين چڏيان پير پنهل جو.
ويندِيس شهر ڀنڀور مؤن ڪاهيِ، سندرو ٻڌو اتم ساهي ڙي جيڏيون.
مون کي شهر ڀنڀور جي طعنو، ڏنو آهي تاڻي ڙي جيڏيون.
ڪنديس ڳالهيون هوت پنهل سان، پاند ڳچي ڳل پائي ڙي جيڏيون.
گوهر شاهہ چئي گڏيس پرينءَ سان، لاڳاپا سڀ لاهي ڙي جيڏيون.



ٺلهہ: ڪنيو ويراڳ وندر ۾ ووڙيان،
لئون ڪوهيارل لاتي الا، ذوق موؤن ظاهر ذاتي الا.
ڏسان چام پنهل جي پلڻ، پائي جبل ۾ جهاتي الا،
وجي وينا ڪيچ شهر ۾، ڪوڙي ڪامل ڦناتي الا.
برهہ ڪيو بيگانو بر ۾، پرت پنهل سان مون پاتي الا،
ڪيچ موؤن هن ڪميٽيءَ ڏي ڪونہ مُڪائون خاطي الا.
ڪريان ڪوڪارون ٽڪرَ چوٽيءَ تي، ساريو پنهنجا ساٿي الا،
محبت موهيو خان پنهل جي، قرب وهائي ڪاتي الا.
گوهر چئي گهوٽ پنهل لاءِ دلڙي منهنجي آتي الا،
لهندو نيٺ سنڀال سُڄن ۾ بيراڳڻ جو ڀاتي الا.

•

ٺلهہ: آيو عشق حضرت، ڪيو عيد جيڏيون،
ڪٿوري برہ جي ٿي، خريد جيڏيون.

ڪٽندو بار باري، اجهو ٿيندو آري،
طلب تات واري، آ توحيد جيڏيون.

قرب سان ڪوهيارل، ٻاجهہ موؤن ٻاروچل،
پسائي آ پيارل، ديري ديد جيڏيون.

ورہ ويڙهہ ويڙي، پڌر پاڻ پيئڙي،
منجهان شوق ٿيئڙي، آ شهيد جيڏيون.

گوهر شاهہ نرمل جام سدائين سهڻل جام
ماڻهو سڀ پنهل جام آهن مُريد جيڏيون.

•

ٿلهه: اديون، پينر منهنجوڙيءَ، من کو ترس ٻاروچي کي پوي،
سسئي سُڄ ۾، ڪاڻ سڄڻ جيءَ، راتيو ڏينهان رَوي رَوي،
ڪانگل ڪيچ وڻن جو بر ۾، لات ڪيو ٿو لنوي، لنوي،
وڃان هلنديءَ، ڪيچ ڏي ڪهنديءَ، ماڻ ڏکن جا مَويءَ، مَوي،
ڏاڍي ذات گوهر شاهه گر جيءَ، ڪير ڪوهياري کي چوي، چَوي،



ٿلهه: آهيان ٻاروچل جي ٻانهي پيلياڻيءَ، ٿيندو اديون ڙي اڇو آرياڻي،
ڪيچي ٿيا قهاريءَ، پر عشق آڻي اجاريءَ، ورلاءِ ويچاري وندر ۾ ويڳاڻي،
پيادل پنهل جيءَ، جوشن ۾ جبل جيءَ، سسئي سهٽل جيءَ، نيڻهن ڪٿي نماڻي،
جنهن جو نينهن نعرو، ڪيچي ٿيو ڪرارو، ڪري ويو ڪوهيارو، سسئي سانگياڻي،
گوهر شاهه صفاتيءَ، لڳو ذوق ذاتيءَ، ڪندو ڪول ياتيءَ، سڄڻ مون سڃاڻي،



ٿلهه: جهنگ جبل سڀ جوڳياڻي ٿيءَ، ووڙيان خان پنهل،

پيرين پيادي آهيان پٿر ۾، پورپون پلپل،
درد اندر ۾ ڏڙيون، لايون من ٻري ٿيو منگل،

سک پنيور جا وسري ويڙاءِ جهاڳڻ آيو جبل،
نينهن ڦٽائي ننڊ نيڻن جيءَ، اوجاڳو ٿيو اصل،

ڪست منجهاروُن ڪيچ وڻن ڏيءَ، ڪاهي ويا ڪرهل،
وره وسايان، گهڙيون گهاريان، ساريان ٿي سهٽل،

وڃان ڪهندي ڪيچ شهر ڏي تڪيو ڪري توڪل،
وَر وندر ۾ گهٽا گوهر شاهه ٻاجهه ڪندو ٻاروچل،



ٽلهہ: آري ڄام جو آهي ارمان جيڏيون، ڪالهہ قافلو مون وٽ مهمان جيڏيون،

شهر ڀنڀور مان ڀينگ تي پانيان، ڪيچ وڃڻ ڏي ڪاهيون ڪاهيان،
ڪنيو سڀ سر تي سڪ منجهان سامان جيڏيون،

وڃي وڪارؤن ورلاءِ ووڙيون، جهاڳي جبل جون چاڙهيون پوڙيون،
ڪهندي وڃان آءٌ ڪيچ مڪران جيڏيون،

نينهن پنهل جي ننڍ ڦٽائي، عشق اندر ۾ آگ مچائي،
جهاڳي ويڙيس وندر ويران جيڏيون،

وس وندر ۾ ڪندو شل ڪوميارو، گوهر شاهہ گُر پنهل پيارو،
ٻنجي ويندا سڀ بر بستان جيڏيون،



ٽلهہ: خان ٻاروچل جي در تي، زاري ڙي منهنجي زاري،

مل اچي مسڪين سان، هوت پرين هڪ واري،
چنني نہ ڇڏجان ڏاري،

ڪيان پڪارون پڀَ ۾ پايو ڳچيءَ ۾ ڳاري،
ڏج اچي ڪا دلداري،

حامي ٿجان حَبَ ۾ گهوٽ نہ وڃجان گهاري،
ڏجان اچي ڏيڪاري،

گوهر شاهہ ڇٽي گسن تي، چور ٻجهن ٿا چاري،
امن ڏجان تون آري،



تلھہ: تيس آئون ترن ۾ جانب لاءِ جوڳياڻيءَ
ملندو پنھل پپ ۾ اديون آرياڻي.

سرتيون سک آهي مون کي کيچ ڏسڻ جيءَ
شهر ڀنڀور جو وڏي نڻو پاڻي.

پيرين پيادي پنڌ ۾ مٿي آئون اگهاڙيءَ
وتان ور ووڙيندي وندر ۾ ويڳاڻي.

کيان ڳالھہ کمڙيءَ ناهي سلڻ جهڙيءَ
آهي اوکي اديون عشق جي آکاڻي.

کندو پاجهہ پاروچوءَ ولهيءَ سان وندر ۾ءِ
ويندا غم گوهر شاهہءِ تيندو سجڻ ساڻي.



تلھہ: ايندا اڱڻ اباڻا قرب کريءَ لهندا سار سانگي پرين پير پري.

پين پوچ پُسيون پرڏيهي پنڌءِ اڏي ويهن ويڙهيچا ياڻ پنڌءِ
کيا قسمت مون کان پنهوار پري.

ساريو سانگيئڙا سڪان سڪ ۾ پئيءَ دل جو حال ڏيان کنهن کي کيئن چئيءَ
منهنجو ڳُٽيءَ ۾ تن لاءِ جيءُ جُهري.

اُنا بادل برن ۾ پيچ پليءَ ڦٽا موت مُنيا پيون کنيپيون کليءَ
ڏڻوال کائنءِ خاصو ڏيان ڏري.

گوندر غم ۾ گوهر شاهہ گهاري سدا آيا کين مارو موتي ماگ مُندان
منهنجي سانگين بنام نٿي ساعت سري.



تلھہ: اينڊا نيٺ اباڻا پينرءِ پاڻھي کوٽ پُڇائيءِ
آسون پير پڇائيءِ

هاڻي آجايو هت الا! ويھڻ مون وِھُہ آھيءِ
ماڙيچن جي مون کي جيڏيون ڏنو آ طلب تپائيءِ
آسون پير پڇائيءِ

مارو مال وَلر کيو وٽ ۾ اچن لھورتي کاھيءِ
تر اُنو ٿڏکار لڳيءِ چونگار چڙن جي چاھيءِ
آسون پير پڇائيءِ

کري وٿاڻ ويھن ويڙھيچاءِ پٽ تي پاڻ بناٿيءِ
بادل کيڙي پيچ بھاريءِ قربٿون ککر وَسائيءِ
آسون پير پڇائيءِ

سانوڻ جون لڳيون مينگھہ ملاريونءِ موج ملير مچائيءِ
گوهر شاہ کٿين گاھہ ڦٽاءِ بينا لنب لُلرَ لالي لاٿيءِ
آسون پير پڇائيءِ



تلھہ: عمر کر نہ اھڙاءِ ڏنارن سان ڏاڙاءِ ڏسان شل اکين سان ويڙھيچن جا واڙا.

عمر کوٽ تنھنجوءِ مَرکي مستيءَ سانءِ ٿرن جي ٿُمن کان پکرار پاڙا.

بادل پٽن تي کن پيا برساتونءِ لڳو واءُ اُتي جو تنوارن پيا تاڙا.

جن سان گذاريم زندگي زمانوءِ وسرن کين مونِ کان پنھوارن جا پاڙا.

گوهر شاہ گاھن ۾ چڙن جون چونگارونءِ کاٿن کاچ مارو نانگيليون ۽ ناڙا.



ٿلهہ: ويندِيس ملڪ مليرءِ ڏسنديس ڏيهہ اباڻو،

راتيان ڏينهان روح اندر ۾ اتهہ آس اُڪيرءِ
وڃي ڏسان پکو پراڻو،

پرت منجهان پنهوار پٽن تيءِ پين پاڪ پنيرءِ
جتي آهي لُلرءِ لاڻو،

پسي ڪانگا ماڙ ملڪ جاءِ تيئڙم ساهہ سڻيرءِ
سهڻو سئير سيباڻو،

غم گوهر شاهہ مارن لاتاءِ پيئندس ڪاهڙ ڪيرءِ
آهي جاتي ڪيت نماڻو،



ٿلهہ: جن سان جنب گذاريم جيڏيون، سي ماروئڙا تہ مليرءِ،

عمر تنهنجي باغ ۾ ڪئين قسم ميوا ڦرياءِ
جهڙو ساءُ سگر ساگ ۾ تهڙي شيري ناهہ انجير ۾،

مولا ميليندو مونکي مارو ملڪ موهر جاءِ
حال منهنجو هيٺو تي ويوءِ اباڻن جي تہ اڪير ۾،

محل ماڙيون ڪين وڻن تيون، گلم غاليچا تنهنجاءِ
ريجهي رس رهاڻيون ڪنديس چاهہ منجهان پَڪي ڏير ۾،

گوهر شاهہ گلزاري تيئڙيءِ گاهن جي تر ڏيهہ ۾ءِ
هن ڪٿيءَ جي لچ ڪيت رکندوءِ رهجي ايندي سَچَ سيرَ ۾،



تلہ: مارن پاڄهون ڪل نہ لهي پيوءِ ڪوئي قاصد ڪانگ ادا.

ڪنياتا توکي خوشيءَ منجهارُون لکي خطڙو ڳچيءَ ٻڌان،
سانگين اڳيان سائين لڳ ڪجانءِ سڪايل جي تون صدا.

آهہ اباڻن جي آسُ اندر ۾ ڳُٽين انهن جي آهيون ڳڌا،
مارو پاڻ سڃاڻي پنهنجو هن ڪميڻي تي ڪرم ڪندا.

آءُ هجان ماروئڙن ۾ جهانگيڙن ڪان ٿيان نہ جدا،
پياريندو پنير پرين سان، ڪاهڙ جون اديون ڪير خدا.

بادل پيچ لائي موهر تيء آٿي خوشين ۾ مارو وڏا،
گوهر شاهہ گلزاريون ٿيئڙيون، موٺي آيو مينهن مُدا.



تلہ: منهنجي مارن لئہ دل ماندي، بند ۾ بيوس آهيان باندي.

جهجهي جهانگيڙن جي جهوري، حب واري هوري توري،
لئون لئون ۾ آ جن جي لوري، آهيان وار نہ هڪڙو واندي.

پٽ نہ اوڍين ڪوئي ڏٿوال، ڪٿيون ڪن ڏوئي،
لاهيان ڪيئن اباڻي لوئي، ٻن بخمل ڏيان چَٽ چاندي.

ڪيان ڳالهہ تنين جي ڪيهي، ڏٺ ڪائين وٽ ۾ ڏيهي،
ويڙهيچن سان ويءَ ۾ ويهي، حب مؤن تيان حال هيڪاندي.

ڦٽو ڳاهہ گوهر شاهہ لاٿوءِ ڪيو مينهن ملير مانڊاڻوءِ
آهي ملڪ اصل مُهراڻوءِ امر لکئي هت آندي.



تلھ: پل پل ڪيان پڪارون الاءِ تاڙي جيئڻ تنوارون الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،

مُرڪ، منگھام ڦٽا گاھ گسن تيءِ ڦوڳن جون ڦلھارون الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،

وچن اسر جوءِ ويڙھين ۾ ڪيءِ چڙن جون چونگارون الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،

ماڙيچن جي محبت جون ڪي لئون لُئون ۾ اتم لارون الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،

وسرن ڪين ڪي ويڙھيچاءِ مون ڪان ملڪ ملير جا مارو الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،

وينٺي ڪريان ڪوٽ اندر ۾ تن پرين جون ڪي پچارون الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،

ايندا اگڙ تي سنگ سجاڻيءِ موڪيندا ڪي ميارون الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،

سانوڻ جون لڳيون مينگھ ملھارون، ترين ٽيون ٽنڪارون الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،

بوند اُٺي پيچ پنيءَ جوءِ ٽيون گوھر شاھ گلزارون الاءِ
سڪ سانگين جي سيني اندر،



ٿلهہ: نيڻ وهن منهنجا نسنگ نماڻام الله کندو ايندا اڳڻ اباڻا،

ماڙيچن جي جهوريءَ ۾ جهڄان ٿيءِ ساريو سڳر کي حال ۾ هڄان ٿيءِ
راتيون ڏينهان پئي رئان ٿيءِ شل وسن تن جا پيٽن تي پاڻا.

ماڙيچن لاءِ آهيان ماندي کهُ پيبون کٿون تنهنجا چٽيل چانديءِ
امر لکئي آ هتڙي آنديءِ انهن جا اندر ۾ اچن اوراڻا،

سوين سڄڻ مونکي سورڙا ڏئي وياءِ دل ۾ دره جا دونهڙا دکي وياءِ
پلئہ پرئين جا پوربڙا اچي پياءِ ساريو ساهہ سکي منهنجو ڏسان پکڙا پراڻا.

گوهر شاهہ چئي آهيان گهوريءِ اتم انهن جيءَ جيءَ ۾ جهوريءِ
ڏينهان راتيان هوري توريءِ سور سانگين جا ساهہ سيباڻا.



ٿلهہ: دلڙي درد ڦٽي ڦٽيءِ سُهڻن سانگيئڙن جيءِ
جيئري مِٺين ۾ وڏيک جندڙي جوشن جَهٽي جَهٽي.

دل تي راتيون ڏينهنءِ اُنا محبت مينهنءِ
لڳو کيت سان نينهنءِ هيس آءُ چٽي چٽي.

اولا ڏيئي ڊاهرءِ جوڙي وينا گهرءِ
مارن سان موهرءِ پيتم جهڻ تي کٽي کٽي.

جڙي ويهَن جکيءِ حب مان خان حقيءِ
جنهن جي پرت پکيءِ اها کان هٽي هٽي.

گوهر شاهہ گلزارءِ بيحد باغ بهارءِ
ويڙهين ۾ ولهارءِ ورهہ وٺي وٺي.



تلهہ: پيبو ڪنڀ ڪيرہ ٽيو سڏيرہ مرڪن ملير ماروئڙاءِ
آڏي ايوانءِ موهر مٽخانءِ ويٺا سلطان سانگيئڙا.

ڪنيون ظاهر ڏنگهر ڏاهرہ مارو ماهر اڏين پيهونءِ
چارن ٽا مالءِ ڏکي لويون لالءِ پٽن تي بحال ٽي بيهونءِ
اڇن ڏنارہ ڀَهريا پنهوارہ چڙن چونگارہ وڇن ويهونءِ
ڪوڪڙ جا ڪوڪءِ پايو ڳل طوقءِ جهونگارن جهوڪ جهانگيئڙا.

محبت جا مينهنءِ وسن شب ڏينهنءِ منجهارٿون نينهن هٽي نعروءِ
مَلهيو موهرہ ڦٽو ٽوهرہ ڪيليون ڪوهر ڀريا ساراءِ
ماروئڙا مورہ اڇن ٽا اجهورہ ڪاهيون سڀ ڏور ڏٿ واراءِ
مٿي پٽنءِ لاڙيون ڪائنءِ ڏاريون ڏنئرنءِ ڏوٽيئڙا.

جهُڙن جهڪورہ ڪئي ڪڪورہ چڻي چڪور ڪن ٻوليءِ
ساوڪ گاهنءِ ڪئي آ پٽنءِ لائيٰ حسن آهي لوليءِ
پيالا پُرپيءِ ٽرن ۾ ٽيءِ ويڙهيچن جي گهُمي ٽوليءِ
مارو ڀري پيرہ چونڊين ٽا ٻيرہ سونهن ٽاسئير سا ميئڙا.

گوهر شاهہ گهُورہ ڪيو مسرور ويو سڀ سور ساهيڙيءِ
پنهنجي گر پيرہ جي اڪيرہ عجب اڪسير آهي ڙيءِ
ڏنم ولهارہ سرتيون سنگهارہ پنهنجا ٻڪرار ڪاهي ڙيءِ
بيٺا ٽر وارہ اندر ڦولارہ لايون گلزار گيدوئڙا.



تلهہ: ويڙهين ۾ وتاٺا اڏن جي اباڻا،
منهنجي ماروئڙن جا پلي وسن پاڻا.

وطن مينهن وريا، اڇي تلاءَ پريا،
ڦٽي ڦوگ ڦريا، لُلر لنب لاڻا.

جهانگيئڙن مٿون جهانگيءَ وريو کونہ وانگيءَ،
کري ويهن سانگيءَ واريون وهاڻا.

اڏي پَن جون پيهون، ونڻن ورهہ ويهيون،
رُئڻ راتو ڏينهون، منهنجا نيڻ نماڻا.

گوهر شاهہ گسن تيءَ ونيو ولر وسن تيءَ،
مارن جا موهر تيءَ وسن ڻاک ڻاڻا.

•

تلهہ: مون کي ٿيارڙي جيڏيون، ورهہ ڏني ويڙهيچن،
آس اندر ۾ آهيءَ پل پل پور پون.

ساهہ سدائين ساريءَ سانگيئڙن کي سرتيون،
سڪ اجاري آ دلڙيءَ جيءَ بهاريو جوشن.

ڪوٽ عمر جون جايون، مڙئي متاريون مايون،
جن کي جهانگين جي جهوريءَ سي ڪئين اهي ٿيون مچن.

ڪاڃ مارن جو ڪنييون، ڏٿ ڏونٺراءِ پٽ پُسيون،
سوئي سڪايا سرتين، سگهرسانوان، سانگيئڙن.

گوندر گوهر شاهہ گهاريءَ مارن دل ماندي،
وَرهين ڪان پوءِ ويڙهيچاءِ من ڪا سار لهن.

•

ٿلهہ: منهن جو ملڪ مليرہ مارن ريءَ هت ڪيئن گهنگهر گهاريان.
لنبہ للرہ ۽ ريهڙ راندمان، پڪا پيرون، پنيرہ چاهہ مٿون مال ڪي چيڙ چاريان.
سنگهارن لائي ساهہ سڪي توہ اتم آس اڪيرہ ويڙهيچن ڪي ڪين وساريان.
ڪٿي آيو فريب سان ڪوهہ تان، فالم ڦوڳ وزيرہ نيڻ ڪنيو مارو نهاريان.
گدا گوهر شاهہ گيدوڙا ڏيهي، آهن سڀ اڪسيرہ جن سان ويٺي جيءَ جياريان.



ٿلهہ: ملان آئون وڃي موهر ۾ ويڙهيچن ۽ ولهارن سان،
پيان پسيون پٽن تيءِ پرتئون پرچي پنهوارن سان.

ڪٿي ڳل ڪيت جي پائي، چوندس حال جيڏين ڪيء
وڃي ڪائيندس آئون ويڙهن ۾ سڱر ساوا سنگهارن سان.

چارن ڏڻ روز شب مارو پٽن جي ڪير سان ڪاهيوء
رهاٽيون دن رين ڪن ساري، گاهن گل ڦل گلزارن سان.

وٽي مون ڪي ڪينڪي واچوء ڏمرن ۽ شرنائين جوء
ريجهي منهنجو روح آوٽڙو چڙن چنگ جي چونگارن سان.

آهي سدا آسرو اهوء ڪندا مارو مونکي پنهنجوء
گوهر شاهہ چئي گذاريندس ڏوئي لوئي ڏنارن سان.



تلهہ: ا ٿم آس اڪيرو ونهين ويڙهيچن جي،

ٻُجهي پڪار تنوار تڙ تي، مٺي ملڪ مليرو
ٻولي ٻڪرارن جي،

پرين منهنجا پٽن تي، پين پاڪ پنيرو
ٻي پياس اٿن پيرن جي،

اصل روز ازل کئون، سرتيون منجهہ سريرو
سڪ اٿم سانگين جي،

گوهرشاهہ چٺي گسن تي، لاٺي موج عنبيرو
گهري گلزارن جي،



تلهہ: عمر اسان جي اڇهور ملڪ موهر ۾ مال سان مرڪي،

ڪري ميل محبت جا موهرو شوق مچائي شورو
پُسيون پٽ تي پيون سَتُ سرڪي،

هر هڪ پنهنجي حيرت اندر زينت پريو زورو
موهر مارن جو جهوپو جرڪي،

صبوح جي ويلي سوز منجهاروُن ڪير انهن جي اورو
ڦوڳ پٽن تي ڦولر سان ڦرڪي،

گل گوهر شاهہ گاهن جهلياءِ لاٽيون ڪن پڪي مورو
وچون وسايون گوڙ جي گهرڪي،



ٿلهہ: مون کي جا تار مارن لائي آ، کيان روز پٽن لاءِ هاءِ جيڻيون،
روئان روز پٽن لاءِ هاءِ جيڻيون.

ادا عمر تنهنجا طول وهاڻا، ساهہ منهنجي کي کين سيباڻا،
لوئي پيکن مون کي پهرائي آ.

لاک رتي لوئي آهي لک جي، عزت عمر تنهنجي آهي ڪک جي،
مون کي ڪاڻ نہ تنهنجي ڪائي آ.

مهر گهرجي مونکي ماروئڙن جي سکہ سچي اتم سانگيئڙن جي،
ماڙ ملک ڏي ساهہ منهنجي کي سچائي آ.

مهر مولا ڪئي ماڙيچن تي، گهر گوهر شاهہ ويڙهيچن تي،
منهنجهي اميد پرور پُچائي آ.



ٿلهہ: وڃي ملک ملير وي، ڏسان اکين سان عمر اباڻا

پٽ پيرون، پسيون، پوواڙيون، پکا پلٽي پنيروي!
ليار للر ۽ لُولوڻ لاڻا......

مکڻ، ماکيون ۽ ميهاءِ چانهان، ڳناءِ ڳم ڳنيير وي!
سگر ساوا ۽ سيٽنگ ساماڻا.

هيرڻ، هرياءِ گولاڙا گيدوڙاءِ اکڙي، اکڙاءِ انجير وي!
ٿوهر ٿر ۾ حسين هنداڻا.

گاهہ گوهر شاهہ ملير مرکن، سانگي صاف سٽيري وي!
مارن جي چاڏين ۾ مکڻ چاڻا.



ٿلهہ: آهي مونکي ارمان وي! عمر ماڙين مٿون آءُ ڇا ڇاڻان.

موٽائي مُڇہ مليرِ ملڪ ڏيءِ سامہ هي سلطان وي!
وچي پسان آئون پکا پراڻا.

بنگلا بلوري باغ باغيچاءِ ڪين وڻن مي ٿان وي!
ملڪ موهر جا مونکي سير سيباڻا.

ڪتڻ، ڪوتڪ، واهاءِ وليون، اسان لاءِ عاليشان وي!
عمر عطر تنهن جا عيبن هاڻا.

پُسين، پيرن ۾ مُنگتہ مونن تي منهنجو گوهر شاهہ گذران وي!
مارو موهر جا سيڻي تي سجاڻا.



ٿلهہ: سُپني ۾ رات سيپيٺي، سنگهار مون ڏٺا هٺا،
پيٺندي پُسيون پٽن تي پنهوار مون ڏٺا هٺا.

مليرِ ۾ سگر سٽينديءِ ڏونرن ڏويون ونڍيندي ويڙهيچا وطن ۾،
ولهار مون ڏٺا هٺا.

ونڍيو ڏين ويڙهيچاءِ ڏونرن سنڌيون ڪي ڏويون، ڏٺندي ٽڙن تي لويون،
ڏنار مون ڏٺا هٺا.

ڪنپيون ڪايو ڪاهڙ ۾ پگتيون لائن سي پاگياءِ جهوپن ۾ جهانگيٽڙن جاءِ
جنسار مون ڏٺا هٺا.

مون ڪي جيڏيون موهر جوءِ پورو پتو پيو آءِ گاهن جا گوهر شاهہ چئي،
هيڪار مون ڏٺا هٺا.



تلهہ: مون کان نٿيون وسرن، ڇڙن جون ڇونگارون،
پون ياد هردمہ پنهوارن پڪارون.

ويڙهچا وسن تيءِ پليا پُسين تيءِ گهرِيون ٿيون گسن تيءِ،
گاهن جون گلزارون.

گهيڙن ۾ گهٽن تيءِ بهاريل پٽن تيءِ سونهن ٿيون پٽن تيءِ،
ڦوڳن جون ڦلهارون.

وسي وچون ويڙيون، سِنجهون سايون ٿيئڙيون، منڊون ياد پيئڙيون،
مينهن جون ملهارون.

گوهر شاهہ گوندر ۾ منڙو موهر ۾ آهن اندر ۾
پرين جون پچارون.



تلهہ: مارن کاڻ موهر ۾ سنمہ سر تي طعنا،
ساريان روز سانگيءِ وسايون ويرانا.

اڏي پَن جون پيهون، ماڙيچا موهر ۾
کري ويهن ويڙهيون، مهر جا مئخانا.

سرچي سگر ۾ وَسن تي ويڙهيچا،
کري کاڻن ماروءِ گِنا تريون کانا.

ٿورا ٿر وارن جا، لکين آهن مون تيءِ
وساريان نہ وسرن، شائق سي شاهانا.

گاهن جي گسن تيءِ مال سان ماروئڙا،
جهونگارين جهانگيءِ گوهر شاهہ چئي گانا.



تلهہ: چٽڪيا عجب نمونيءَ پيڪان يار جاءِ
موتين جي رنگ مثاليءَ دندان يار جا.

انجيل ۾ توريت ۾ زبور ۾ فرقان ۾،
مُک مان ٿيا تہ روشن بيان يار جا.

ابرو چوان ايرانيءَ ڪاڪل ڪنيا ڪمانيءَ
لاريب لب لاثانيءَ مرجان يار جا.

ثاني نہ دکن پُونيءَ گويا بي انت گونيءَ
رخسار نئين نمونيءَ بستان يار جا.

گلشن گوهر شاهہ گهاريءَ پيالا پريمي پياريءَ
نبوت واري نظاريءَ نيشان يار جا.



تلهہ: پڪا آهن پٽن تي گولاڙا گيدوڙاءِ
پنهواريون پاندن ۾ چونڊين مُٽ پيرونٽڙا.

للرءِ لنب لاٿاءِ پپونءِ پوهءِ ٿوهرءِ
چارن مال موهرءِ منهنجا ماروئڙا.

پاڻن ڳل پنهواريونءِ پُسين هار پويونءِ
ڪاڻن سگر سويونءِ ساجهر سانگيئڙا.

واٿي ويڙهيچاءِ ويهن ياٺ پٽن تيءِ
پلياسي پٽن تيءِ ڏؤنرن تي ڏوتيئڙا.

گوهر شاهہ غمن جونءِ آديسي آڪاٺيونءِ
ويڙهين ۾ واڪاٺيون جهونگارن جهانگيئڙا.



تلهہ: اهڙيون نيث ايندا، اڳڻ مون اباڻا،
آهن ياد مون کي سي سانگي سياڻا.

ايندا مير مارو موهر جا مدامي،
کلي آئون خوشيءَ مؤن وڃائيندس وڇاڻا.

ويٺي ڪانگ اڏاريان، سدائين وڻن تان،
پکي ايندا پيهي پرين سي پَڇاڻان.

ڏسان روز راهون، ڪنيو نيڻ نهاريان،
آهن منهنجي دل جا مارن سان ڪي داڻا.

ڳنڍيا گوهر شاهہ ويڙهي ۾ ويڙهيچا،
مهر جا موهر تي مينهن ڪيا ماندڻاڻا.



تلهہ: سُتي سپني ۾، ملڪ موهر ڏٺم، لاٺي، لنب، للر، ترين تومر ڏٺم.

اُنا مينهن ملير تي موج لڳي، ڦتا ڳم، ڳنڍيرہ ڳنا اوج لڳي،
ٿيا سانوڙا ساوڙا سبزي لڳي، ڪبڙ ڪرڙ ڪنڊا، چاريون چڱر ڏٺم.

وسن روز بادل، لڳيون ملهارون، ڳکُلي ميراٿرہ ٿيون ٿڌڪارون،
ڪيو ويس ڪُهنبا لُڏن ليارون، ڪتڻ، ڪانهہ ڪارا ساوا سر ڏٺم.

ڪاٿن ڪاڇ اباڻا ويڙهين ۾ ويهون، چارن مال ماروئڙا پٽن تي بيهيون،
اڏي ويهين ويڙهيچا پٽن تي پيهيون، مٿان واڙن جي، ڊاهر ڍنگهر ڏٺم.

ٿين ڳنڍ گوهر شاهہ ڪوٺن تي، ويهن مارو پٽن جي پوٺن تي،
چارن مال ڳاهن جي ڪوڇن تي، وڳر ويڙهيچن جا ولر ڏٺم.



ٿلهہ: جهڙي عمر ڪٽيءِ، تهڙي ڪونہ ڪريءِ، وڃي تڙ تي ٻيٺو ڏاڍو تالُ ڪريءِ.

لڳيون ملهارون اٿا مينهن موهر ڦٽا گاهہ گسن تي ڦُٽ ٿومرءِ ڪٽي خاص ڪبڙن ڦرجي ڦولرءِ چونڊڻ پيروئڙا مارو پير پري.

ويهن موهر تي مارو اڏي اجهاءِ ساريان سي تہ سهيليون سانگي پنهنجاءِ ويٺي ڪنياتا اڏاريان خير منجهان، من ڪو قاصد پرين ڏهون ڪانگ وري.

سرتيون سهيليون سانگين سان، ريڏو روح منهنجو آ ريڍارن سان، ڪنڊو مولا ميلا پنهوارن سان، جيڏيون ڳٽتين ۾ منهنجو جيءُ ڳري.

ويندڙيس ويڙهہ وريءِ، جن جي آهيان جٽيءِ، مون ڪي مارن جي وٺي آ محبت وٺيءِ، چٽي گوهر شاه اٿم آس گهٽيءِ، منهنجي ملير بنا نٿي ساعت سري.



ٿلهہ: آءٌ تہ اڏاريان ڪانگ ڪوٺن تيءِ، نيٽين وَهايو نديون نار.

جهانگيئڙن جون جهنگ ۾ جهوڪون، للرءِ لاٿاءِ تن جون پوڪون، پُسيون پٽن تي پين پنهوار.

سڪ سچي اٿم سانگيئڙن جيءِ من اندر ۾ ماروئڙن جيءِ ساريو سڪان آءٌ سرتيون سنگهار.

مال موهر تي چاه مؤن چارن، پنهوارِ پٽن تي گنڌجي گهارن، مينڙو موهيو چڙن جي چونگار.

بوند اُٺي لڳيون بهاريون پٽن تيءِ، ڦوڳ ڦولاريا پُسيون پٽن تيءِ، گاهن گوهر شاه لائي آ گلزار.



تلھ: ماڙيچن مارن لاءِ آهيان آئون ويڳاڻي،
کايون ڏٽ ڏؤنراءِ پين مينھن جو پاڻي.
ڪلي ڪنڌيس خوشيون، ساهيڙين سان سرچي،
اَڱڻ تي اباڻاءِ ايندا سنگ سُڄاڻي.
اڳي هئي اربيلي پنھواري پٽن تي،
مارئي مارن جيءَ پورن ڪئي سياڻي.
سنمُ سُھمون سر تي، مارن ڪاڻ موهر تي،
سانگيئڙن جي نام تي، وتان آءُ ويڳاڻي.
وٺن ڪين گلما غاليچا گوهر شاهہ
سرتيون انھن جيءَ سورن ڪئي سانگياڻي.

•

تلھ: مارن ملڻ جي طلب آ جيڏيون، منھنجي جيءَ ڪي وري.
مينھن موهر تي اُنا گلزار گاهن جي لڳي،
سيٽنگ ساوا صاف ٿيا ٿولهار ڪئي ڦوڳن ڦري.
آيو بادل برسي پلي، ميٽيون ڪڪيون ڪڪريون ڪري،
برسات پئي پٽن مٿان، هر ڪا ترائي پاڻيءَ پري.
ورھہ لنگھي ويا سانگين سنگھارن ڏني،
ڏني اباڻن جي اڇي ڪنيا تي خبر ڪري.
غم دور گوهر شاهہ ٿياءِ آيا پرين پيھي پکيءَ
سڏير تي سک جي سڙيل، مارن ڏني دلڙي ٺري.

•

تلھ: آيا ماروئڙا پرچي پٽن تي.
نپنا ماڙيچاءِ ڪيرن ڪٽن تي.
گھمن ويڙهيچاءِ چانگن چٽن تي.
چارن ماروئڙا گورڙيون گھٽن تي.
رکندا گوهر شاهہ مرهم ڦٽن تي.

•

ٽلهہ: آهي اداس اديون مون کي پنهنجي ملڪ ملير جي،
پرين پرچي پاڻ پٽ تي رکن پياس پنير جي.
گُهلي بهاري آ برن تي، هوا ٿڌڙي هير جي،
سِنجهون سايون ساوڙيون ٿيون، لڳي موج ڳنڍير جي.
اڏي ويهن پيهي پٽن تي، ڏوٿيڙا کنهن ڏير جي،
ڏين ويڙهيچا ونڊ ورهائي، خوشي منجهاروُن ڪير جي.
سومرا! ناهي تنهنجي ڪامون، پياس شڪر ۽ شير جي،
ڪاهڙ ۾ ڪنيپ ڪاڻ سان، اچي بوءِ عنبير جي.
گوهر شاه گُر ڪيت واري، محبت سرهي مير جي،
سڪ سيني ۾ سچي آ، عشق عجب اڪسير جي.



ٽلهہ: دل آهي اداس، اباڻن لاءِ، ساريو سڪ مان سڪان پنهنجا مارو ملير.

مير موهر جاء پرين پرڏيهي ڪاڻ خوب ڪنيون وَٽ ۾ ويهي،
سوز انهن جي ڪيو ساهہ سڏير.

وَلر ڪيو وَسن تي، چارن مال مارو، پوپاڙي پٽن تي ٻڌان چڙن چونگارون،
بيراڳي، ٻَرين جو ٿا ڪائين ڪير.

ڪين ڪاڻ ڪورماء سناسي سانگي، آڻن چاڙهن، جِهل سي جهانگي،
پيئن پٽن تي پوچ پنير.

گاهن گوهر شاهہ دلڙي ريهي، مرڪن موهر ۾ سانگي سيپئي،
سچو جنين جو ثابت سير.



تلھ: ياد پيا پنھوارہ وسري وياہ پيا سڀ ڪم ڪاريون.

درد لڳو آ دل سان، ويٺي ڪريان ويچارہ
سڪ منجھاروُن سانگي ساريون.
نت نھاريان راھہ سان ويڙھيچا ولھارہ
قرب منجھاروُن ڪانگ اڏاريون.
پٽن تي پنھوارن جي چڙن لائي چونگارہ
اچن اجھور تي مارو مال چاريون.
گوھر شاہ چئي غم وياہ ڪيت مليو منٺارہ
بوندہ اُتي لڳيون بيحد بھاريون.



تلھ: آياسي تہ سانگيء پٽن تي پيار سانء
ڪاھي مال مارو چڙن جي چونگار سان.

سانگي سير وارا سچا تي صبر ۾ اڏي ويھن پيھيون ٿرن جي ٿوھر ۾
ماڙيچا موھر ۾ مينھن جي ملھار سان.

ڪائن سگر سُين جيان سيڪيء سرتيون سھيليون جيڏيون جيڪيء
پين پوچ پُسيونء ونڍي ويچار سان.

پڪيون آھن پٽن تيء ڏوُنرن لال تاريونء ڪائن ڪاچ مارو لامن ڪي تہ لاڙيونء
صحبت سچائي واري سڪ سينگار سان.

گوھر شاہ گسن تيء ڦوڳن جون ڦلھارونء وسڻ جون وطن تي مينھن ڪيون ملھارونء
مليو ڪيت خوشيون تيون ھن گلزار سان.



تلہ: ڪنيا تا منهن جي ڪيت ڪي ڏجانءِ نياپو.
ماڙهو موهر جا هتي ڏين اوڙاپو.
سڪ سانگين جي ساهہ ڪيءِ جيڏيون جياپو.
منهن جو عمر ڪوٽ سانءِ ڪهڙو لاڳاپو.
ڪندو گوهر شاهہ مارن سانءِ مولا ميلاپو.



تلہ: نڪو سنيهو سلامءِ مارن مُڪو آ اسان ڏي.
رُنا ڪهڙي رنج ڪؤنءِ مير موهر جا چامہ.
پُسين جا پرين پٽ تيءِ پين جيڏين سان چامہ.
تن چڏيو چو وساريءِ هيس جن جي سامہ.
گوهر شاهہ گوندر جيءِ من پروڙي مامہ.



تلہ: مُڪو آ مارن اڄ سنيهو رات.
لکي ڪاغذ ڪانگ ڪيءِ سهٽي ڪري سوغات.
ڏاڍو عِتاب ڏکيءَ ڏيءِ آيو ڪالهہ قلات.
آيم ڪنياتل خير سانءِ پرهہ ڦٽي پريات.
گوهر شاهہ گلزار ٿيءِ بوند وٺي برسات.



تلھہ: مون کي آهي ارمان اباڻن جو، تن سانگين سھڻن سياڻن جو.
آهن مُلڪ موهر منهن جا ماروئڙا، جتي پُسيون پٽن تي پيرونئڙا،
ڪائن ساڳ سڱر سويون سانگيئڙا، سونهي ماڳ ويڙهيچن جي وٿاڻن جو.
ڪاهي ڪوچن تي هليا گورن ڪي، پنهوار پٽن تي اُنن اوڳن ڪي،
محبت مهر منجهان پنهنجن ڀورن ڪي، چارن گاهہ مارو للر لاڻن جو.
سونهن سانگي منهنجا ملڪ موهر جتي پڪا پٽن تي ٿُم ٿوهر،
آهي شوق گهڻو منهنجي من اندر ڏسڻ ڏوٿيئڙن ۾ ڏاڏاڻن جو.
ڏنو مارئي مٿو آ ملامت سان، غم گوهر شاهہ جي امانت سان،
وٺي ڪيت ويندو مون سلامت سان، پوندو ننگ مارن ڪي ناڻن جو.



تلھہ: منهنجون ماروئڙن سان، آهن ڳجهيون ڳالهڙيون،
سانگي پنهنجا ويا سُڄ ۾ ڇڏي، ڪيئن پايان هِت مان والڙيون.
لُلر لذيذ، مريڙا مناءِ ڪاٿي ڪين عمر! تو آهن ڏِناءِ
آڻن پنهوار پٽيو پيرون سُناءِ پيري ڏين مارو وٺا ٿالهڙيون.
آهن اباڻان منهنجا آب اندر سانگي خوش ڏنا مون خواب اندر
آهيان آءٌ هتي عذاب اندر پانيان ويٺي پرين لاءِ فالڙيون.
رات ستي هيس روئي رڙي، سانگي آيم خواب ۾ سپيئي مڙي،
وٺي ڪيت سان آهيان ڪبڙن تي چڙهي، لاهي ڏيندو مون ڪي لامون لالڙيون.
گوهر شاهہ چئي، آءٌ ڪيئن وساريان، سانگي پنهنجا سدائين ويٺي ساريان،
هت مردم ويٺي منجهون هاريان، وڃي شال ڪيان مارن سان مقالڙيون.



تلهہ: پيڻائي تون رک پَرمہ ڏينديٖن لڄ شرمہ
ڍکي وٽ ڍوليپاہ منهنجو لڄ شرمہ
ڏکن کيو آهي ڏوڙوہ آهيان تنهنجو ووڙوہ
کنديٖن کين کُوڙوہ کٽي آءُ قدمہ پيڻائي تون رک پرمہ
پيٽن بوءِ بهاريونہ سُرهيون تنهنجون ساريونہ
گلڙن جون گلزاريونہ اتئي باغ ارمہ پيڻائي تون رک پرمہ
گوهر شاهہ کري کُوکارونہ سهڻا سڄڻان تن جون تنوارونہ
توکي کيڻن وساريونہ کر کو پنهنجو کرمہ پيڻائي رک پرمہ



تلهہ: اڄ روح منهنجي جو رايو آہ مِلان ماڙ وچي مارن سانہ
هاءِ هاءِ مِلان مارن سانہ
کري بيٺا رنگ نرالاہ اِکڙہ اک موهر جا آلاہ
سگُرن سوز مچايو آ۔
نيٺ عمر تنهنجو کوٽ ويرانيہ پن ڏينهن جي آ مهمانيہ
سنجهہ صبوح سعيو آ۔
عمر عدالت موڻ نہ تون چاٿينہ کيت کاهڙ جو ٿيندو ساٿيہ
مون نينهن جنهين سان لايو آ۔
مير عمر اداہ مارو ايندہ غم گوهر شاہ سيئي ويندہ
مون پولي پول پڌايو آ۔



ٿلھ: مون کي ملڪ موھر جي معنيٰ، آٿي ڪوٽ عمر ڏيڪاريو.
ھٿ ھٿ آٿي ڪوٽ عمر ڏيڪاريو.

نت ھُيس اتي سُکي سانگين سان، پوڄ پيتم ٿي ملي مارن سان،
اھي شربت ھٿا شاھانا.

مڪت متو اچي ڪٽڪ داٿي مؤن، نڪري آيس ٿاڪ ٿاٿي مؤن،
اچي سٺم سانگين لاءِ طعنا.

نيٺ وري ويندؔيس موھر موٽي، ڪري مٿي تي لاڪ چپوٽي،
ڏسي تانَ تماشا گانا.

گام گھمنديس وجي گھيٽن سان، ڪنڍيون ڪوڪڙ جون پائيندس پيڪن سان،
وٽن ڪين عمر ٺنھنجا ڳانا.

مَنھ مارن جا موھرِ مرڪن، گاھ گوھر شاھ جال سي جرڪن،
وسن ماڙيچن مٺخانا.



ٿلھ: ويڙھيچا ولھار وي ميان، ڪيٺن وِساريان ڏوٿي ڏاڏاٿان.
مَچي ماڳ ملير ملڪ تي، سڪيا وسن سنگھار وي ميان،
اڏي پٽن تي پڪا پراٿان.
شرابا طھورا، شوقٿون شيشا، پوڄ پيٺن پنھوار وي ميان،
سونھن تن جا ويڙھيون وٿاٿان.
پوياڙيءَ جوءِ اجھور پٽن تي، چڙن جي چونگار وي ميان،
وسن پٽن تيء ياڳين جا ياٿان.
گاھن جي تيء ملڪ موھر تيء گوھر شاھ گلزار وي ميان،
گھمن گسن تي اديون اباٿان.



ٿلهہ: وُٺي بوندہ بهار ۾ وي ميان ڦوڳن ڪئي ڦلهار جوڳي.
ڇَنون اُنيون ڇٽڪار ججها ٿيا ۾ واسي سڀ وٺڪار وي ميان،
سونهن پٽن تي ۾ سنگهار جوڳي.
ڇڏي اسرُ جو ۾ اجهور اباڻان، ڏٺ ڇيڙين ڏنار ۾ وي ميان،
ويڙهہ ۾ وسن وَلهار ۾ جوڳي.
وٺي بوندہ برسات پٽن تي ۾ ٽر لڳي ٽڏڪار ۾ وي ميان،
ٻوهن تي ٻڪرار جوڳي.
گڏجي گوهر شاهہ ۾ ڪيت سان مارو ۾ پرٿون ڪن پسار ۾ وي ميان،
ورهہ جا وينجهار جوڳي.



ٿلهہ: ڪيئن مارو ويا مي چوري ڇڏي، ڪنهن ظلم ڪئون ويا منهنجا مارو لڏي.
هتي محل ماڙيون مان پانيان سُڃون، منهنجا مارو ويا ڇاڪئون پيرو پڃون،
شل ڪوٽ پنجي ويڙهہ وڃون، جتي پڪڙا اباڻا وينا اڏي.
مارو ويا سارو ساٿ ڪٽي، بر ۾ ڇڏي ويا هڪڙي ڇٽي،
جيڪا باب بنديءَ جي آهي بٽي، ڪيان آهون پئي پنهنجا سانگي سڏي.
مون تہ پانيو وينداا مارو وٺي، هوندہ س پنهنجي قبيلي ساڻ ڪَني،
پر قسمت آهي منهنجي مُٺي، تڏهن ويا هت چوري ڇَڏي.
گوهر شاهہ چئي سانگي سارِيان پئي، ڳوڙها ڳلڙن تان مان هاريان پئي،
هڪ پل نہ تنين کي وساريان پئي، جيڪي سڏڙا سٽي ايندا منهنجي تڏي.



ٽلھ: ڏيھ اباڻو ڏيھ ڏاڏاڻو وينديس ملڪ مليرِ
ڏسنديس ڏيھ ڏاڏاڻو.
مارو اسان جي ملڪ تيءَ پيئڻ پاڪ پنيرِ
ڏسنديس ڏيھ ڏاڏاڻو.
ٻَسي ڪانگا ماڙ ملڪ جاءِ ٿيئڙم ساھ سڌيرِ
ڏسنديس ڏيھ ڏاڏاڻو.
گوهر شاھ غم سانگين جي ۾ نيٽين وهايان نيرِ
ڏسنديس ڏيھ ڏاڏاڻو.



ٽلھ: مِٺو من اندر ۾ ٻولي ٿو ٻاجهارو.
وڳر لاءِ ويچارو ٻولي ٿو ٻاجهارو.
باغن ۾ ٻجلين جوءِ آهي تاب تجلو،
نہ پوي ڪل قبلي جيءَ پسي جوڙ جملو،
ٿي چانڊاڻ چوڌس، چمن ۾ چمڪارو،
ٻولي ٿو ٻاجهارو.
سڌائين باغن ۾ ڪٿوري ڪليل آءِ
چوڌاري چمن ۾ گلزاري لڳل آءِ
وسي ٿو وحدت جوءِ ٿڙ ٿڙ ٿوهارو
ٻولي ٿو ٻاجهارو.
ٻَڪي من پڇري ۾ آهي روز اداسيءَ
پرتان ٿيو گوهر شاھ پنهوارن جو پياسيءَ
سڳر لاءِ سوايو رويون رت هاريو،
وڳر لاءِ ويچارو.



ٿلهہ: منهن جو مارن لاءِ من ماندو آ، ڪنهن ڪنياتي خطڙو آندو آ.

سيني سور سَمايو سانگين جوءِ تن منن ماڙيچن مارن جوءِ
آهي جيءَ ۾ جهوراڻو جهانگين جوءِ نڪي روح ورهہ ڪؤن واندو آ.

مون ڪي آهي ويچارُ ولهارن جوءِ تن ڏٺ تہ چيڙن ڏنارن جوءِ
پين پاڻي مينهن تلائن جوءِ سڱر ساڳ تنين جو چاندو آ.

ڪنديس چا آئون دنيا جي اڪمل ڪيءِ ڪريان ترڪ طمع جي تجمل ڪيءِ
ڏيان باهہ عمر تنهنجي بخمل ڪيءِ منهنجو ڪيت حقي حاڪمزادو آ.

چوي گوهر شاهہ ڏوٿي چارن گهڻام ڪن لاک رتالڳين مارو لٿام
پين پوچ پُسين جا پريون وٺام سوئي ڏونٽرا ڏُٿ تن ڪاڏو آ.



ٿلهہ: ايندم اباڻام سانگي سياڻام سونهن وٽاڻا ءجن جا پٽن تي پاڻا.

آهي درد دل ۾ سانگين جو سدائين، رڻن انهن لاءِ نيڻ نماڻا.

اڏيل عجائب تن جا پٽن تَيءِ سُونهن پرين جا پڪاسي پُراڻا.

پيچ پني پَلي گاهن گلزاري تيءِ مرڪن موهر ۾ لِلُر لنب لاڻا.

گوهر شاهہ گهٽي منهنجي دل ڪي اميد آهيءِ محشر ۾ ملائيءِ سانگي سُڃاڻا.



ٿلھ: عمر مون نہ وسرن سنگهارن جون ساڙهيون، ساھ کي نہ سيباڻا تنهن جا محل ماڙيون،
مال جون اڇورون ،اعليٰ ملک منهنجي، قربئون کانگ اڏاريان عمر ڪوٽ تنهنجي،
انهيءَ لاءِ ڪولچ سيئي تاک تاڙيون،
اٺا مينهن مُهراٺي سرهيون ٿيون سنگهاريون، ڪيڏن راند ڪاهڙ ۾ پٽن تي پنهواريون،
ڪائن ڪنيين سان چڱا چيڙ چاڙهيون،
سچي سک سانگين جي، الست ڪان جا آهي، اهو پنڌ پنهوارين، ٻئي جو شان نہ آهي،
ڪرارن جون ٻهڪن، ويڙهين منجھ واڙيون،
گوهر شاهہ گلابي گاهن گُل جهليا، جهڻ تي جهانگيئڙا پٽن مٿي پليا،
چونڊن چاھ مؤن پيا ليارن ٽار لاڙيون،



ٿلھ: نٿي ياد لهي ڪا اباڻن جي،
تن ويڙهيچن جي وٿاڻن جي،

ڪوٽ ڇڏي آءُ ويڙهہ وچان،
موٽي ملک وڃان اتم آس اڃان،
جن جي جائي آهيان، سي مارو مڇان،
اها آس اتم پنهنجي ڏاڏاڻن جي،

ڪوٽي قسمت ڪيس، ڪيئن جاني جدا،
ساريان روز پنهنجا مان سانگي سدا،
ڪانگل! خطڙو ڪٽي وڃ نامي خدا،
مون کي سُڌڙي لهي ڏي ڪا سياڻن جي،

گوهر شاهہ چَئي، هتي آءُ ڪيئن ڪيان،
قابو آهيان ڪوٽن ۾ آءُ ڪيئن ڪُڇان،
شل موٽي وڃي مان ملير مران،
مون کي آهي پياس گهٽي انهن پکن ۾ پنهوارن جي،



تلھ: جنھن جي ساھڙ ريءَ نہ سري، ڪاھي ڪُن ۾ پئي سا پرَي،

درياءَ ڪناري ٿي سھڻي صورت، مجازي مٺي خيالي مورت،
تڏھين ٿي چالاڪ چري، جڏھن ساھڙ ڪان جنھن سُرڪ پيري،

ھُٿي ڪين درياءَ جي ڏڪي، جھوڪي اياري ڪُن جي ڪڙڪي،
پڪ ٿي پڪڙي ڏري، پار وڃي انھيءَ گھيڙ گھري،

پوي پارو پوھ سياري، سيءَ جي لھر وڃھي وٺ ساڙي،
لڳي سھڻيءَ کي ذوق ذري، وڃي ميھر ڏي تار تري،

جھاڳي گدا گوهر شاھ پيلو، تري ندي ڪري محب سان ميلو،
پڇي پيلو پيس پُري، پار لنگھي وڃي وير وري،



تلھ: جنھن جي محبت ساڻ ميھار، اھا لاڳاپا سيئي لٽيندي،

مينھن وسن مچي موج بحر جي، اڇي ڏسڻ ۾ لُڙاٽ لھر جي،
پلٽ پاڻيءَ جي تارؤن تار، وڃي سڪ مؤن سھڻي سٽيندي،

سڪ ساھڙ جي سھڻي ڪٺي آ، ڪَھي ڪچي سان واديءَ وٺي آ،
نينھن ڪنيو نروار، وڃي قربئون ڪُن ڪٽيندي،

پنڌ پاڻيءَ ۾ ڪير ڪري پيو، سھڻي ڪان تڪو ڪونہ تري پيو،
ھٽندي پانھون ٿي هوشيار، وڃي واھڙ جا ور مٽيندي،

گھڙي گوهر شاھ گھيڙ گھر ۾، ٿي نشانبر نگھور نھر ۾،
پھچڻ ڪارڻ پار، وڃي بحر جو واس جھٽيندي،



ٿلهہ: تري دلي تي درياهہ وڇي ساهڙ ڏي سُهڻي،

توڙي وهي لس، لُڙکيون، تہ بہ ويندِيس کيلي واهہ
وره واري کين آ ورڻي،

پسي ڪڙڪو ڪُنن جوءِ کيون ڪاهو ڪاهہ
منڍ ويرن ۾ وڃڻي،

ڪنيو پيلو بحر ۾، وڃي هٽندي پاڻهہ
رازواري رهيون رهڻي،

گوهر شاهہ چئي گهر ۾ ساري ساهڙ کي ساهہ
چُپ چڳي آهي ڪرڻي،



ٿلهہ: چڙيا سورت سب سينگار، راجا جي رنگ محلي،

چارڻ چنگ وڄائيو پارڻ پاريو تار،
راجا جي رنگ محلي،

سوين سورت جهڙيون، اچي تيون اظهار،
راجا جي رنگ محلي،

جهونا ڳڙهہ ۾ جذب ٿيوءِ قرب کيو ڪلتار،
راجا جي رنگ محلي،

گهر گهر تيون گلزاريون، گوهہ شاهہ گرنار،
راجا جي رنگ محلي،



ٿلهہ: سهٽيءَ کي سورہ پرين جو پورہ چشم چڪچورہ ڪيو چاهيءِ
منجهارٿونءِ حبءِ هلي طالبءِ لاڳاپا سڀ سُٽي لاهيءِ

گهڙي درياهءِ اندر اوڙاهءِ لاهي سر ساهہ جو سانگوءِ
جنهين سنيارہ پرين پچارہ تنهن کي تار ٿيو تانگهوءِ
منجهؤن اوساٽءِ آئي منجهہ گهاٽءِ لنگهي لڙ لاٽ جو لانگهوءِ
ملي ميهارہ ڪيس ڪيڪارہ سهٽي سدبار خوش آهيءِ

لهريون لس ليٽءِ چڪڻ چپيٽءِ ٻوڙي تو ٻيٽ ڪيئن پاٽيءِ
اولڙ اسرارہ اٿن ٻيهارہ پسي ڪڙڪارہ خود ڪاٽيءِ
سهٽي سٽيرہ دانهہ دلگيرہ ڏرياهہ جي سير ڪٽي ساٽيءِ
مليس مهوالءِ بحر برحالءِ حسن ڪمال ٻيو چاهيءِ

سپيٺي ساريءِ ٿرت تاريءِ منجهُون چاريءِ ڀڄڻ ٻيليءِ
جرڪن جايونءِ صحن سايونءِ ٻرن باهيون صبح ويليءِ
لهر اندرہ بحر بندرہ مولا ميهر مون کي ميليءِ
چڙهيم جشنءِ ڏنم حسنءِ ڪٽيندي ڪُنءِ وڃي ڪاهيءِ

دائم دن رينءِ قائم ڪونينءِ عجائب عين جو آروءِ
گوهر شاهہ گرہ مليو منورہ ساهڙ سرور سوپاروءِ
ڪُليو چمڪارہ عجب اظهارہ ٿيو گلزار جَر گهاروءِ
رهايو رَسُ چڙهيو حوسءِ ڏنو آ ڏس اهو ڏاهيءِ



ٿلهہ: ڪٽي پيچل اڳيان دان، سرتين سان آئي سورٺ.

هيرا موتي عاج اشرفيون سون ڪٽي سامان،
سرتين سان آئي سورٺ.

چارڻ ڪي ڏاڍي چاهہ مؤن، ڏين تخت طولان،
سرتين سان آئي سورٺ.

وڳي تند تنبير تي، هيڪر ٿي حيران،
سرتين سان آئي سورٺ.

گوهر شاهہ گرنار مؤن، مرڪي منجهہ ميدان،
سرتين سان آئي سورٺ.



ٿلهہ: سخي صورت جو سلطان جهونا ڳڙهہ ويو جهوري.

راڄا راڪو رعيت جوء ڪنڌيءَ جو ڪُستان،
جهونا ڳڙهہ ويو جهوري.

جنگي جوڙ جلالي جامي، جذبي وارو جوان،
جهونا ڳڙهہ ويو جهوري.

پارس پيرُ پيارل پڌروء پڙ سندو پهلوان،
جهونا ڳڙهہ ويو جهوري.

گوهر شاهہ چئي غم تيوء لاڏ ڪَيو لاٿان،
جهونا ڳڙهہ ويو جهوري.



تلهہ: جاڳيو سورٺ سيني سور جهونا ڳڙهہ وڃي جهرنديءَ
راڄا جو رهي روح ۾ پل پل پيڙ م پورءِ
ڳٽتيءَ ۾ وڃي ڳرنديءَ
سوز خيال ڪنگهار جيءَ چاڪن ڪئي دل چورءِ
سڪ هئين ۾ هرنديءَ
سڪ سورٺ جو سڪ ڦٽايوءِ ورهہ ڪئي وهلورءِ
غم بحر ۾ وتي ترنديءَ
گوهر شاهہ چئي گرنار ۾ءِ جنهن کي گهايو گهورءِ
سا ويراڳ ۾ ورنديءَ



تلهہ: چارڻ چنگ ڪٽي آيوءِ رکي سر جو روحي رايوءَ
سورٺ ڪئي ڳالهہ هڪ واريءِ مڱٽي سان مال جي ساريءِ
ڏيان توکي دولت باريءِ وطن تون وڃ پنهنجي چايوءَ
ٻڌي راءَ ڏياچ سِر پڳڙيءِ پهري آيو انگي اڱڙيءِ
منگتي جي راءَ نہ پڳڙيءِ بيٺو آ ڪنڌ ننگي نايوءَ
گوهر شاهہ چئي گرناري ٿيءِ پيالو پُر پُريمي پيءِ
چڙهي مستي هٿڻ جي هيءِ پرت جو پيچ آ پايوءَ



تلهہ: اُهي ايندا الائي ڪڏهين جنهن کي ٿي سورٺ ساريءَ
سورٺ کي سڪ آ ڏاڍيءِ جهونا ڳڙهہ ويو آ جهوري جوڳيءِ
چڙهيو گرنار جو گل آ نظاري نينهن جي نعريءَ
سورٺ کي سوز ٿيو باريءِ محبت جي مئخاني اندرءِ
جلي پيو جوش ۾ جيئڙو پر ڪيو جام پياريءَ
گوهر شاهہ چئي آهي گوندرءِ مون کي راءِ ڏياچ جو من ۾ءِ
عشق جي ميدان ۾ اچي ڪو سر سينگاريءَ



ٿلھ: من موهيو تنهنجي سازِ اچان نہ مڙين مڱڻا.

تند وڄائي چنگ جيءِ، ڪيئي عجب آوازَ
ساز نہ آهن سلٽا.

تار طلب تنوار سان، برھ اڏايو بازَ
آهن ڪي رنگ رنگڻا.

جيڪي گهُريئي سوئي مليئيءِ دوهرو دان درازَ
پوشاڪي پنڻا.

گر گوهر شاھ راجا جهڙاءِ رکن نينهن نيازَ
وحدت ڏي جي ورٽا.



ٿلھ: موهيو تنهنجي تندَءِ بدن بهاري ٿي.

سوز جي سامان سان، ڇُريو چنگ جو بندءِ
مڙم سان ملاري ٿي.

سُڻي واڄو چنگ جو ، جاڳي پيڙي جندءِ
ڳگن ۾ گلزاري ٿي.

سورھ سر ميدان ۾ بٽجي بينو رندءِ
حسن واري هسواري ٿي.

گوهر شاھ گلزار ۾ چشمن واري چندءِ
هر جاءِ چمڪاري ٿي.



تلهہ: ويو وڄي چنگ تنبورہ جهوري جهونا ڳڙهہ کي،

ڀيڄل کي ٻي رات جوءِ موڄ ڪيو مسرورہ
ملهائي بينو پڙ ڪي،

راجا راءِ ڏياچ جو من ڪيو وهلورہ
چڙيائين پنجين اڙ ڪي،

قرب حاصل ٿيو حق کان دُئي ٿي ويئي دورہ
محبت جني ڏني جهڙ ڪي،

غازي گوهر شاهہ کي مرد ٿيا مخمورہ
معنيٰ سان ماري چڙ ڪي،



تلهہ: سوڍا تنهنجي سوز ۾ پياوڻ ڦري،
ساوا وڻ سڀئي ٿيا بلبل نظر ڏري،
لونگ لکين ڦوٽا ڦريا ليار جيان لڙي،
ڪاڪ ڪکوريا گلڙا وس ٿي وري،
گوهر شاهہ چئي گل ٿيا ڊٺ کي ڊري،



تلهہ: مومل روئي ماڙين ۾ سوڍل کي ساري،
مينڌرو پنهنجي ميي کيءِ چندن ويو چاري،
راڻل جي رهاڻ جوءِ ڳاراٺو ڳاري،
سوڍل ويو سرتيون مومل کي ماري،
ڪانڌ بنا ڪاڪ ۾ ڪيئن گوهر شاهہ گهاري،



تلھہ: راضي تي راڻل تون مون ۾ عيب گھڻان،
جوڳياڻي تي آيس جاني، توکي شال وڻان،
ڏنا جوڳين ڏاج ۾، قرب جا تہ کٽان،
سوڍا تنهن جي سوز جام ويـنـي ڳڻ ڳٽان،
گوهر شاهہ چئي گام ۾، تنهنجا سڻ سٽان،



تلھہ: جيڏيون مون کي جلدي ڏيو،
راڻل ريجهائي، پيارل پرچائي،
سوڍو آيو سيج تي کرهل کڏائي،
سمجهي سيتل راءِ کي ويو واڳون ورائي،
کَسِري ويو کاک تؤن چاکئون الائي،
مونتي نہ آيو ماڳ تي، ويو مومل منجهائي،
مومل سور سوڍي جام کنهنکي سڻائي،
وڻ ککوريل کاک جام ويو قريل ڦٽائي،
سوڍو پنهنجي ملک تي، سوڍيون سڏائي،
گُجر گوهر شاهہ چوي ويـنـي واجهائي،



تلهہ: مومل مياري ڪري راڻل ويو رات اديون،
سوڍل بنا سومل پانيان، سُڃي هي محلات اديون،
سنجهي رُسي راڻل ويو، جاڳيس آئون، نہ پريات اديون،
ڍاٽي ورائي ڍٽ ويو، جانب پاڻي جهات اديون،
گوهر شاهہ چئي گوندر غم جي، واٽي آهي وات اديون،



تلهہ: پينر ڳوڙها ڳاڙيان ويٺي، اڃ نہ آئيا ڪاپڙي،
سو ڍل جي صورت جي، اتم سيني اندر ڇاپ ڙي،
بديون سڀ بخشيندو، پيارل مونکي پاپ ڙي،
عشق جي اديون مونکي، لڳي آهي لاپڙي،
گوهر شاهہ غم ۾ گذري، جَهپ نہ اچي جهاپڙي،



تلهہ: پلاڙي جيڏيون جاڙ ڪري، راڻل ويو رسي،
جانب آيو جوءِ ۾ پئي آ ڍٽ وسي،
سومل ڪيو سحر ساري، مومل پئي مُسي،
گوهر شاهہ چئي غم تيو، ڏوراپا ڏسي،



تلھ: مومل کي ماڙيءَ ۾ جادو ويو ھٽي،
ڪاري ڪري ڪاڪ ويوءِ ولھي ڪاڻ وٺي،
ايندو اتم آسروءِ منھنجا سڻ سٽي،
آهيان مينڌري مير جيءِ پيرن جي پٽي،
گوهر شاهہ چئي گھوٽ جيءِ اتم حب گھٽي،



تلھ: راٺو ويو رنج ڪريءِ ڪسري ڪاڪ تان،
وٺ ٽڻ سيئي ولھا تياءِ جانب ويو جٿان،
ستل سمجھي سوڍو ويوءِ سرتيون ھاڻ ھتان،
ڏئي ويو ڪام ڪچ ۾ءِ پنھنجي پاڻ ھٿان،
گوهر شاهہ چئي گل ڪوماڻاءِ ساوا سيج مٿان،



تلھ: ڏئي چنيسرچامءِ ھار ليلان ڪنيو ھنجي،
ڪوئنرو سان ڏاڍو قرب ٿيوءِ آيو عشق امامءِ
جند جانب سان وئي جھنجي،
عتاب آيس اوڏاهونءِ ڦٽي ويس آرامءِ
سڪ ۾ وئي آ سنجي،
چڙي لھور لاچار ٿيءِ من لايون ماتامءِ
وئي فيراقؤن ڦنجي،
گوهر شاهہ لھي غم وياءِ نينھن ورتوسين نامءِ
طمع اندرمَئون ويئي آ گھنجي،



ٿلهہ: بيوفا آهي زمانوءِ سمجهہ رک هوشيار ٿيءِ
ناهي سنگت ۾ سچائيءِ اهو عجب اسرار ٿئي.

توڙي لٽي ڏين مال ملکيت تہ بہ چون تو چا کيوءِ
سر کٽي تازو ترياءَ تي اچ اگهڻ اظهار ٿي.

ڪڻ اکيون ڏس تون هنن ڏي سخت دل سهٽا صنمءِ
در تنهنجي تي آيا عاشقءِ تن جو درمان ٿي دلدار ٿي.

بيوفا ٿيا يار اچو ڪاءِ ريج لبن جو ڏيئيءِ
دل نہ ڏيندا ظالم ٿيندا اهو عشق جو آزار ٿئي.

گوهر شاهہ چئي غماز آءِ سهٽن کي پنهنجي سونهن جوءِ
ڪڻهن ڪڻهن تا پاڻ ليئوءِ ڪنهن لاڏ مان لاچار ٿي.



ٿلهہ: محبوب منهن منورءِ لب احمر ڪُجا هيءِ
عينن جو آراعليٰءِ شمس و قمر ڪجا هئي.

منزل آ عشق واريءِ عقلي مجال ناهيءِ
بخمل بدن نورانيءِ هر مظهر ڪجا هئي.

سڪندر قرنين جَهڙوءِ مٽ نہ ماهہ لقا جوءِ
دلبر جو گنج اعليٰءِ راجا تونگر ڪجا هئي.

هر دم گدا گوهر شاهہ ثنا خوان آ ثنا گرءِ
بدرالدُجا برابرءِ اکبرءِ بابر ڪجا هئي.



تلهہ: عشق آ ظالم مٺاءِ ننگ نہ ڪو نادان ڪيءِ
جام محبت جو پياريءِ مست ڪري سلطان ڪي.

مجنون مثل مُلڪ ۾ مست ٿيو مورت ڏسيءِ
انهيءَ منزل تي پهچايوءِ آ عشق ڪٺي انسان ڪي.

عالم هو اعليٰ علم جوءِ صاحب شريعت جو ڏٺيءِ
سُوريون چارياڻين صحن ۾ءِ سِڪ ڪٺي صنعان ڪي.

فرهاد ڏونگر ڏاريا ٿيءِ شيرين واري شوق ۾ءِ
ڏڪاڻ ڪان ڏڪاٽڪي ويٺيءِ ڳولي پيو گل جان ڪي.

گوهر شاهہ غازي گلا ڪانءِ ڪين ڏچن سنسار ۾ءِ
ڇا ڪندي خواري خلق جيءِ عشق جي عريان ڪي.



تلهہ: ميان قاصد! مخبوبن ڪيءِ ملڻ واري اٿن يا نہءِ
ڪياٺون ڪاءِ تو سان گوياءِ گڏجڻ واري اٿن يا نہ.

ادا قاصد عجيبن جيءِ خبر ڪر ذوق ذاتيءَ جيءِ
رهيا ويهي ڇڏي ڇا ڪٺونءِ ڳنيڻ واري اٿن يا نہ.

ڳجهي ڪر ڳالهہ تون مون سانءِ محبوبن جي ملڻ واريءِ
ايندا ڪي جوءِ تي جانيءِ ورڻ واري اٿن يا نہ.

ايندا سهٽا اڱڻ منهنجيءِ گهوري سرڙو گهمائيندسءِ
پَسائي رُخ مون ڪي ويندا رهڻ واري اٿن يا نہ.

گوهر شاهہ ڇٺي غريبن جوءِ ڪجاڻ وجي عرض سهٽن ڪيءِ
سدائين ماٺي ۾ رهنداءِ پرچڻ واري اٿن يا نہ.



تلھہ: آماري نفس تي قبضو، جڏھن ڪنديون ٿينديون غازي،
نہ تہ تون راڇن اندر، آھين رنگروٽ روازي.

ٻڌائين ٿو جوڙي مسئلا، ڏئين ٿو ماڻھن ڪي وڏي تسلا،
جا چيٿي ڪين اندر جا وَسلا، آھين ڪوڙن سندو قاضي.

توڪي جنھن آ مُڪو ٿاھي، ھتي ڪرڻو توکي چاھي،
ويندين ڪاڏي ڪُوڙا ڪاھي، پڙھي ڏس ڪا طرح تازي.

گوھر شاھہ گدا آھي، مرشد تان مال فدا آھي،
عاصين جي مي صدا آھي، عجب فقراء جي آزي.



تلھہ: اسان عشق والي ڪا عبرت ھون،
برھہ بلاشڪ برڪت ھون.

ڪٿي بيدل ھون، ڪٿي بيخود ھون،
ڪٿي سچل والي صورت ھون.

ڪٿي ھندو ھون، ڪٿي مسلم ھون،
ڪٿي ذوالقرنين ڪي مورت ھون.

ڪٿي گوھر شاھہ ڪٿي بلا شاھہ،
ڪٿي گنگا والي تيرٿ ھون.



ٿلهہ: ڪنهن کي حال چوان، ڪٿي حُسن هَلان،
انهيءَ جهوريءَ ۾ پئي روز جَلان.

جڏهن فوج حُسن جي هُل ڪري،
شاهي تجمل تاب طبل ڪري،
لڳيون سيني دو ناليون دخل ڪري،
چرچي، چاڪ فڪر جي ۾ پئي ٿي چَلان.

توکي صورت جو سردار چوان،
توکي محب مٺو منٺار چوان،
تنهنجو نينهن نسنگ نروار چوان،
تنهنجي پيارا پسڻ سان ٿي جڳ ۾ پلان.

ايندو اڱڻ هلي سردار صنم،
پري قرب منجهئون پنهنجا پاڪ قدم،
ڏٺي دلبر جي ويندا گوندر غم،
وڃي محبوبن سان مان شال ملان.

جيڪي آهن جدائيءَ ۾ يار جدا،
آهن روح منهنجي ۾ تن جا رندا،
گر ڏي گوهر شاهہ تاڻن طلب تندا،
ملان تن سان پوءِ خوش ٿي ڪِلان.



تلهہ: بندا ڪسي جڳ نهين ڇپداءِ خدا جڳ لوڪ ساري مين،

ڪٿي ملان، ڪِٿي قاضي، ڪِٿي اوٿي دهلاري هي،
ڪٿي ڇهڙا چماگر هي، ڪٿي سڪندر ستاري مين،
بندا ڪسي جڳ نهين ڇپداءِ خدا جڳ لوڪ ساري مين،

قمر و شمس تاري ڪَتيان، برف بجلي اوپر ويکو،
باغيچي ويڙهہ ڪو ويکو حسن ڪي هل هزاري مين،
بندا ڪسي جڳ نهين ڇپدا خدا جڳ لوڪ ساري مين،

لڪين لڪ مور تان ويکو صفاتي صورتان هويان،
ڪلايس ڪيل ڪو خاصا، پتليون ڪي پساري مين،
بندا ڪي جڳ نهين ڇپداءِ خدا جڳ لوڪ ساري مين،

گوهر شاهہ گيان والا ڪوئي، اسي مئخانہ ۾ هويا،
جوڳي جنسار ڪا ويکو بلغ بيحد بخاري مين،
بندا ڪسي جڳ نهين، ڇپدا خدا جڳ لوڪ ساري مين،



تلهہ: ڏاڍو عشق آهي اديون اڙانگو،
هلي ڪائي حَب ڏي لاهي سِر جو سانگو،
آهيان آءُ اُداسڻ ورلاءِ ويڳاڻي،
سسئي ڪي تہ سُڃ ۾ نينهن ڪيو آ نانگو،
ونڊر جي وِڻن ۾ ڪري پٺي پڪارون،
محبوبن مُڪو آ ڪيچ ڏهون ڪانگو،
پنهل پاڻ ايندو ڪري قرب ڪيچي،
برهہ بار اوکو سولو نا سهانگو،
گوهر شاهہ گويا ڪٿي، ناتو ڪو نياڻي،
سچو ساٿ سرتيون محبت ڪاڻ مهانگو،



تلهہ: بيوفا آهي دنيا فانيءِ
گهڙيءَ جو چٽڪو جوڀن جواني.

ڪٿهن سڪندر، تخت جا صاحبءِ
ڪٿهن وڃي تيا خاڪ مڪاني.

ڪٿهن ڳاڙها گهوٽ دنيا ۾،
ڪٿهن مقامي مڙهہ ذرياني.

ڪل من عليها فانيءِ
قائم آهي قول قرآني.

هيءَ گذر جو مڪان گوهر شاهہ
هتئون ويا ڪيئيءِ للنگهہ لاثاني.



تلهہ: سچڻ سانگ ويڙاءِ الله تن کي آڻيءِ
ڪيان پٺي ڪوڪارون، عمر ڪوٽ هاٿي.

سدا سچ سومري ڪيءِ چٽو آءُ چونديس،
موهر ۾ مارن جوءِ هلي ڪو ملڪ ماٺي.

نڪي انگ لڪيل هوءِ نڪي دل لڳي هٽيءِ
نيت ڪيت سان آءِ خدا پاڪ جاٺي.

عمر ڪاڄ تنهنجاءِ مون ڪي ڪين وٺن تاءِ
منهنجو من موهيو آءِ للرءِ لنب لاٺي.

گيدوڙا گوهر شاهہ ڪائينديس ترن ۾ءِ
ڪاهڙ ۾ پڪن ۽ پيرن لاءِ پيوتن تاٺي.



ٿلهہ: خدا جي خيال ۾ خبردار ٿجان ءِ توحيد ۾ تصوف ۾ هوشيار ٿجان ءِ.
حقيقت ۽ شريعت ۽ معرفت ۽ طريقت ۽ ڏوئي ورق وجودي وينجهار ٿجان ءِ.
لائي ڏُن ذڪر جي فڪر فن ۾ فالم ۽ بزم بيد جي بن ۾ بيدار ٿجان ءِ.
گدا گوهر شاه جي صدا صحيح سالم ۽ آبحيات پاڻي پي پروار ٿجان ءِ.
خدائي خيال ۾ خبردار ٿجان ۽ توحيد ۾ تصوف ۾ هوشيار ٿجان ءِ.



ٿلهہ: بي مثل مئون مثل ٿي آيو ۽ آدم ۽ عشق الله جو الله جو
ونفخت فيه من روحي ۽ آيت قول ڪلام الله جو الله جو
انا احمد بلا ميمي ۽ نور نبي الله جو ۽ الله جو
من اندر ۾ مڇ مڇي ٿو ۽ ورد وليءُ الله جو الله جو
گوهر شاهہ چئي غير ڪان پاسي ۽ سئين صفيءُ الله جو الله جو



ٿلهہ: جيئڻيون دعا جي ڪيوءِ منهنجو مرض هٽيءِ
ويندءِ ويڙهچن ڏيءِ هي ڪشالا ڪٽيءِ.

اتم اُڪير اندر ۾ اباڻن جيءِ
تن ويڙهيچن جي وٿاڻن جيءِ،
تن سکين سانگين سياڻن جيءِ
ويهان ڪيئن ماڙ ملڪ کان منهنڙو مٽيءِ.

پنهنجو پيڪاڻو جوءِ ملڪ ڏٺمءِ
وسري مور نٿوءِ سر تي ستم سٺمءِ.
چيڙ چاهہ منجهئون پنهوارن سان پٽيمءِ
ڪائيندءِ ڪاچ ڪاهڙ ۾ سڳر سٽيءِ.

آهي مام مارن جي ملير واريءِ
خاصي ڪاهڙ ۾ ڪنيين ڪير واريءِ.
ڪندءِ پيروي ڪيت امير واريءِ
واريو ڦر واڙيندءِ نوڙيون تہ وٽيءِ.

گاهہ گوهر شاهہ ڦُٽا ڦوهہ ڪريءِ
ويندءِ ويڙهيچن ڏي پرتئون پير پريءِ.
منهنجي سانگين بناءِ نٿي ساهہ سريءِ
جهونگر جهانگين جي ٿي غمڙا لٽيءِ.



تلهہ: سِڪ سلامن ساڻ، لاهيان ڪانَ لهي تي،
لڪن منجهہ لالڻ جيء ڪامل جي آهي ڪاڻ،
سسئي ڪيچ ڳهي تي،
ساجن ڏئي مون کي سال لنگهي وياء ڪانهي روح رهاڻ،
وادي ورهہ وهي تي،
آءُ تہ ساڳي آهيان سسئي، پنهل پاڻ سڃاڻ،
تولاءِ طعنا سهي تي،
گدا گوهر شاهہ گس ۾ء پنهل ايندو پاڻ،
رمز انهيءَ ۾ رهي تي،



تلهہ: طمع جي چڙي ڏيء مون سان چال بازي،
الهہ لڳ ذڪر ڪرء تنئي روح راضي،
ناقص نفس آهيء نادان نادر،
ڪمڙي جنهن بنائي ڪوڙ جي آ بازي،
هلائيء گهمائيء ڦيرائي شهرن ۾ء
سڀ ڪنهن جي اندر ۾آهي هڪڙو قاضي،
گوهر شاهہ غلاميء خدا جي پلي آء
خدا جي ذڪر جو هجي ڪو آوازي،



# قلندر نامون

تلهہ: وڄدي گھنڊ گھڙيال، دَمادمِ مست قلندر لال،

نظارا نور سارا نرمل، قلندر کابڙا تجمل،
قلندر هئي برهہ بادل، برهہ کي پيچ لائي برحال،

حقي حيدر حَسن هادي، قلندر هئي وحدت وادي،
قلندر کي شکر شادي، قلندر کي رنداني چال،

والي حُسين صابر هئي، قلندر بيشک بهادر هئي،
قلندر صوفي ثنا گر هئي، قلندر کا قدم کمال،

مالک موسيٰ رضا منور، قلندر کا ڏاڏا باقر،
قلندر کا حامي جعفر، شب روز کڙي ڌمال،

امام زين العبا ظاهر، قلندر مستي وچ ماهر،
قلندر ساقي هئي ساغر، پلاوي جام شرابئون جال،

قلندر تي اصغر دا آرام، قلندر نقي دا نعرام،
عرش کا تقي هئي تارام، ولايت وحدت دي وصال،

قلندر علي رضا عالم، قلندر مهدي هئي معلم،
قلندر فوج فقر فالم، ننگي هئي هردم اسان ڏي نال،

قلندر محب منا مظهر، قلندر شير ننگي پرور،
قلندر کا نعرا حيدر، شهنشاهہ لاهوتي لک پال،

قلندر ناسوت وچ نانگام، قلندر ملکوت کا بانگام،
قلندر جبروت ست سانگام، کريندا عشق والا احوال،

قلندر لاهوت لاثاني، قلندر ماهوت حيراني،
قلندر باهوت باراني، آيا چا تيغ برهه دي ڍال،

قلندر يڪدم يگانا، قلندر مرد مستانا،
قلندر مير ديوانا، قلندر حامي هئي هر حال،

قلندر فڪر ڪا فياض، قلندر شهنشاه شهباز،
قلندر تي رباني راز، سڄڻ ڪون سيني وچ سنڀال،

گوهر شاهه دي غلامي هئي، ڪربل درگاهه سلامي هئي،
مليا تئي عشق انعامي هئي، ڳئي سڀ طلسم والي تال،

•

## ڪافي روپ ڪوهياري

ٿلهه: دين مذهب ڇڏيا ٽوڙي عشق پارايا ڄٽيا جوڙي،
صنعان وڃي ڪفر ڪمايو، بزرگ صاحب هُيڙو توڙي،
لڳيون چانوٽيون لوُن لوُن اندر عشق لتو اڇي خيما ڪوڙي،
سچو، بلا شاهه، خير محمد، ناٿ نچايا نينهن جي گهوڙي،
گوهر شاهه چئي غازي آيا، پيائي وارو ٻائڙ پوڙي،

•

## ڪافي روپ پيبروي

ٿلهه : جيڏيون جانب يار سان منهنجو لڳو آ نينهن،
وسايم وندر ۾ محبت وارا مينهن
ويندس ورنديس ڪينڪي توڙي گجن شينهن،
کهندي وجان ڪيچ ڏي توڙي تپي ڏينهن،
گس سان گوهر شاهه واٽون تيون ويهه،

•

# ڪافي روپ ڪلياڻ

ٿلهہ: آيا عشق ميدان ۾ عاشق ٿي، ڪري ترڪ طمع تارڪ ٿي.

هڻي نعرو انالحق جوء پيچي پيولو شائق شڪ جوء
چڙهيا سوريءَ تي سالڪ ٿي.

ڪُڏي ڪربل ناڪ نيارا، هڻي نعرا نينهن نظارا،
مام ملائي مالڪ ٿي.

ڇڏي حد مِلت کي ڊاهي، پيا قصور ۾ ڪاپڙي ڪاهي،
لنگهي لاحد ڪؤن لاشڪ ٿي.

پرت وارو پيالو پُرپي، گوهر شاهہ ڇئي پاڪ پنجتن جي،
حب رکي آيا هاتڪ ٿي.



ٿلهہ: رات نياپا نيهن، مڪا اسان ڏي مهر مٺون.

محبت وارا ڪين مڙن ٿا، توڻي گجن پيا شينهن.

اکر پڙهي پس الف جو ورق وسارج ويهہ.

سڪ وارا وڃن سيلاني، توڙي تپن ڪٽي ڏينهن.

غازي گوهر شاهہ وسائيا، محبت وارا مينهن.



تلھ: منھنجي جند يار توسان آهي جڙي وٺي، ماڻن سان نہ مار
منھنجا جاني جاني،

لائي ديد دلبر کيو آ ديوانو، درسن واري ديدار
منھنجا جاني جاني،

سنبل پيچ ڪاڪل وڏا ونگ، ولچل روءِ رنگي رخسار
منھنجا جاني جاني،

تنھنجي ناز ناتي نھوڙ ي نيو آ، ڪٺي نيڻ نھار
منھنجا جاني جاني،

گوهر شاھ چئي گھايا ڪئين گھوٽ گھورن هزارين هزار
منھنجا جاني جاني،



تلھ: جيڏيون چئو جانب کي پرچي يار پيارل،
مون سان سرچي يار سھٹل،
پائي گھنڊ رخ ۾ چوي دور چل چل،
ڪري ويو ديوانو لائي رمز رل مل،
تنھنجي ڪاڪل ڪنڍڙي، وڏو ونگ ول چل،
گوهر شاھ چوي گل جو، آهي شوق شامل،



ٿلهہ: آهي ارمان منهنجي دل کيء جان من جي جدائيءَ جو،

مشتاقن کي ماريو ماڻيء نڪي زر زيب، نڪي ناڻيء
اوڏاهين تن پيو تاڻيء پسي جلوؤ الاهيءَ جو،

اکين جي آر اشاري ۾ پسڻ جي پاڻ پساري ۾
آيو نيڻن واري نظاري ۾ وسريو تخت ماهيءَ جو،

خوشيؤن خرڪو خاڪي پائيء عشق سان لؤن عاشق لائيء
آيو هت عبد تي آهي وساري شان شاهيءَ جو،

ڪٿي فرعون ڪفر ڪارو ڪٿي موسيٰ مصر نيارو،
ڪٿي مومن دين وارو، چمڪي ٿو نور خدائيءَ جو،

ڪن فرياد اُيي عاشق ،پنجتن جي سڪ ڪيا صادق،
گوهر شاهہ غور ڪندو هاتڪ، سٺي هي سوال سپاهيءَ جو،



ٿلهہ: آيو ٿلي اڱڻ تي ٿاڻي سان، محبوب محبت جي ماڻي سان،

ڪڏهن سڏ ڪري ڪڏهن دور چوي چل، صحبت ڪئي سون سياڻي سان،
ناز ڏاڍي سان راز رندي رکيء وصل واري وڇاڻي سان،
پنهنجو عجيبن پاڻ سڃاڻيء ويهي ورهہ وندريو آ ويڳاڻي سان،
گوهر شاهہ چئي غمزون هٽي وئين لائي نينهن نماڻي سان،



ٽلهہ: آهيون ڪافر عشق جا ڪاراڻ بره حسن جي پياس وارا.
عشق پارايا جڻيا جن ڪيءِ صنعان جهڙا ٿيا ڪيئن ڪفارا.
ڪڏهن هندوءِ ڪڏهن مومنءِ روپ اسان جا آهن هزارا.
ڪڏهن سڪندرءِ ڪڏهن گداگرءِ ڪڏهن ڪا شي ويڊ دٺارا.
گوهر شاهہ گر تيرٿ ۾ ڪڏهن گنگا ۽ گرنارا.

•

## ڪافي روپ پهاڙي

ٽلهہ: فنا ۽ بقا جو سمجهي سير ساروءِ
نسنگ ٿي نظر سان هٽي نينهن نعرو
سچو لوڪ لهہ وارو وهي ويرانهي ۾ تري تارتون وڃءِ
عاشق ٿي اويارو.
انا الحق الائيءِ قدم ڪُڏ ڪُڏائيءِ
سوري سيج ماڻي سورهہ ٿي سچارو.
نڪر ناه سان ٿيءِ سانگو لاهي سرجوءِ آڏو ٿي عدم ۾
اڏي رهہ اوتارو.
وجڻ وطن پنهنجي آهي ذوق ضروريءِ گهڙيءَ جو دنيا ۾
گوهر شاهہ گذارو.

•

ٽلهہ: ڪيا يار تو لئي جنسار جنگيءِ
ڪيا يار تو لئي دلدارءِ تولئي جنسار جنگي.
ڪري سورهيہ آيا سينگار جنگي.
نچي ناٿ آيا نروار جنگي.
پسي دانهہ ٽيڙا ديدار جنگي.
گوهر شاهہ گلابي گلزار جنگي.

•

# ڪافي روپ ڌناسري ۽ پيروي

ٿلهہ: دل جا حال ٿيا درويشي، ڪندو پاڻ پنھل پرويشي،

ڏينھن سڄوئي ڏونگر ڏوريان، سور عجيبن جا ٿي اوريان،
آفتاب لٿو ٿي، وئي پيشي،

ڪاڻ سڄڻ جي سانگياڻي ٿي، جھاڳيان جبل ڪي جوڳياڻي ٿي،
ٿاڪيان ٽڪر ڪيون هٿ تيشي،

هوت وئي ويا ڏيرن جا ڪئي، ڏوهہ ڪري ويا رات وچن ڏئي،
آڏيءَ اُٺ ويا نر نيشي،

گوهر شاھ چئي گس وئي آئون، پيس پنھل جي پاڻ پئيءَ آئون،
ڪيون ٿا نگو روان شم شيشي،

•

# ڪافي سر ڪاريھر

ٿلهہ: آيو مير ٿاچي محلي، مرڪن چونہ مياڻيون،

گندريون گوليون ڳائن وڄائن ٿين رس رهاڻيون،

سمي ڪارڻ سيج سينگاري، وڄائن وڄاڻيون،

آيون سلام سمي جي سيپئي، ڪري ميل مهاڻيون،

گوهر شاھ چئي غم لٿا سڀ، راڳ ڳائڻ راڻيون،

•

# ڪافي روپ پيروي

ٿلھ: جڏهن آيا اڱڻ اساڏي يارہ ٿي آن مين قرباني سووار،

ڪليا هي ديدار درشن داہ پوِنٹر پرون رنگ چهرا چمن داہ
جلوہ ويک جانب دي حسن داہ عاشق مردي هزار،

شوق والي شهيد جي ٿيسن، پُر مئي پيالي پيسن،
ديکھ جانب ڪون عاشق جيسن، رهسن باغ بهار،

ڪٿان بروچ مجنو ڪڙهاہ ڪٿان صيفل سمنڊ گهڙيا هاہ
ڪٿان خليل الله سڙيا هاہ نار هوئي گلزار،

غازي گوهر شاہ عاشق رهنديہ طعني تنڪي سُمان سهنديہ
ڳانڊي نچنڊي ناول پهنديہ قردي برہ دي بازار،

•

# ڪافي روپ تلنگ

ٿلھ: جوڳي جسم ڪؤن ڪري ويا جُدائي، فرض پڙهياٿون فڪرئون فنائي،

شيخ سعدي فرق ڪري ويوہ ٿي سؤ زال ڪي ترڪ ڪري ويوہ
غازي غرور ڪي غرق ڪري ويوہ عاشق ٿيڙو خاص خدائي،

ابراهيم ادهم وارو چڏي تخت نسنگ ٿيو نياروہ
رکي رايو روحي سارو جوت جڳائي جبل ۾ جائي،

بلا شاہ بيراڳي شاعرہ مچي محبت ۾ ٿيو ماهرہ
نينهن نچائي ڪيڙو ظاهرہ وات انهيءَ ڪي ورھ جي وائي،

گوهر شاہ چئي ٿي گلزاري، محبت واري مينگھ ملاري،
ڪٽي سر تي خلق جي خواري، چمي ملامت عاشقن چائي،

•

تلھ: اڄ ياراڳڻ اسان جي آيو آ، مون ڳليءَ ڳليءَ سهرو ڳايو آ.
پڌي ڳل ڳانا جنسار جنگي، پرتئون پيچ پرت جو پايو آ.
جوڙي ساز ستارون صاف سنگي، واڄو وحدت وارو وڄايو آ.
حق پاڪ جناب هزاري جوءِ اچي چاق سيال سڏايو آ.
گلزار گوهر شاهه يار ڪري، اچي ويڙهو اسان جو وسايو آ.

•

# ڪافي روپ ڌناسري

تلھ: حسن لايا هبڪار سرتيون، جنگي جانب يار جي،
جوڳي جادوگر بنجي آيو، جهدؤن ڪري جنسار سرتيون،
حوران پريون حيران ٿيڙيون، قمر ٿودا غدار سرتيون،
ڪليا خم خم خوبان خوني، مٿي رنگي رخسار سرتيون،
گوهر شاهه گلزار حسن جا، چوڌاري چمڪار سرتيون،

•

# ڪافي روپ بلاول

تلھ: جهپ نام خدائي نام، تنهنجو ڪهڙو پئي سان ڪام،
پير تيو تو پاڻ پڌائين، مايا ڪارڻ مير سڏائين،
سارو هٿڻ حرام،
ظالم وانگي ظلم ڪمائين، خلق خدا جي چو تو ايذائين،
خيال ڦٽا ڪر خام،
ڏاڍو رب قهاري آهي ڪلھ ڪوٺيا سان ٿئڙو چاهي،
مرد سچائج مام،
گوهر شاهه ٿي غير تي غالب، آهين حُسن جو ٿهدل طالب،
قربئون چئج ڪلام،

•

# ڪافي روپ وهاڳ

ٿلهه: عشق جو آزار جنهن کي، عاشق چئجي صاف سو،
برھ جي بيمار کيءَ پڇڻ آيو ڪونہ ڪو.

وٺي چڙي محبت ماڻھن مؤن، ڪلفت گھٽي پئي ڪاھجي،
اڄ مزو ناهي ساڳيو، ميان جو مزو ير ڪالھہ ھو.

ڪنڊا وتن رهندو گلاٺون عام ماڻھو عاشقن جون،
تون پڌي تن جون ڳالھيون، منھن مٿي وٺين يار ڇو.

سو چُٽي ڪين ڪي موراهون، عشق ويو جنهن کي ڏنگي،
ناسور ڦٽ آ نينهن وارو، چڪي پيو شب روز ٿو.

گوھر شاھ غم وهم ويڙا، جڏھن جانب آيو اڱڻ،
ھو مليو مندر مٺخاني، جو گھريو ڏن رين ٿو.

•

# ڪافي سرپيروي

ساري دنيا آهي هڪڙو، مسافر خانو ملت،
سيڪو سنبريو ويٺو آهي، اصل پنھنجي وطن ولايت.
ڪٽي موڙيون سپ کو سنبريو سٽي ھي دور دنيا جو،
هليو ٿي هيڪلو هڪڙو چڙي مائٽ ساري سنگت.
سٽي سياڪا پائي ڪفني ٿيا گُم غار شب اندر،
ٿيندو ميلو ماروئڙن سان ڏھاڙي ڏينهن وري قيامت.
ڪارڻ سودي آيا سنبري سفر جو ڏاڪڙو ڏورڻ،
رکي هردي هيرو حب جو ميڙي ويا مال هتئون محبت.
مٿيءَ مُٺ مؤن بنيو بنگلو خلق الآدم عليٰ صورته،
گوھر شاھ شوق جو شڪرو اتاريو نينهن جي نوبت.

•

# ڪافي روپ وهاڳ

ٿلهہ: عاشق ٿي آيو آهيان، نروار ناتي نياز سان،
سهڻن ڪي سڪ سوز مؤن چاهيان، رمز جي راز سان.

عاشقن ڪي اي عجيبو! ڪاڪل جي بازار،
نينهن مئون نقاب کولي، تو نهوڙيو ناز سان.

پسي تهمت عشق واري ڪيئن پرکي رهيا،
مرد سي منصور ٿي ويا، جي مڙهيا مجاز سان.

عاشق آهوءَ جان بيهي ويا، مورچا ٻڌي ميدان ۾،
طرفئون حسن توبون ڇٽي ويون، وِڙن باڏن جي آواز سان.

گوهر شاهہ گولي سڏائي نوڪر تنهنجي نام جو،
سِهرا صحن ۾ صاف ڳائي صورت واري ساز سان.



# ڪافي سر بلاول ۽ تلنگ

تلهہ: عشق آدم خور قهار جن تي لتو پڇو خبر انهن ڪان،
شاهہ حسين قتل ڪيائين، نيزي تي نروار،
مير منصور کي سوريءَ چاڙهيائين، سِر سرمند جو ڪيائين ڌار،
عنايت ميدان مارياين، کُهي برهان کي ڪيائين شڪار،
اڪليداس کي تعذير ڏنائين بُلي شاهہ کي نچاياين بازار،
ڪنهن يوسف ڪنعان وڪيائين، ڪنهن زليخان مصر بيمار،
ڪنهن فرهاد کان جبل ٽاڪاياين، ڪنهن ڪنائين عاشق عطار،
ڪنهن صينفل کي سمنڊ لوڙهيائين، ڪنهن صنعان کي پارياين زنار،
ڪنهن مجني کي رڻ ۾ رُلاياين ڪنهن قاسم کي هنياين ترار،
ڪنهن سورٺ کي سور ڏنائين، ڪنهن سسئي کي نياين وڍڪار،
ڪنهن سهڻي درياءَ ٻوڙياين ڪنهن مومل کي ڪيائين ڦيرڊار،
مَنجهَؤن مهر گگن گوهر شاهہ عشق ڪيو اظهار.



تلھہ: آيو برھ جن تي برسيءِ سھٽا سنسار ۾،
نالو قيامت تائين جڳ جي جنسار ۾.

يوسف مصر وڪاڻوءِ نبي ھو صحيح سياڻوءِ
زليخان حُسن جو داڻوءِ ڏنو بازار ۾.

عنايت مثل ماھيءِ دھليءَ جي ڪيڏي شاھيءِ
آدمي ٿئي راھيءِ جھوڪ جي جھلڪار ۾.

مجنو عاشق مجازي مجينس ڪونہ مُلا قاضيءِ
اوڪي برھہ جي بازيءِ وَلين وٽڪار ۾.

سھٽيءَ ڪي يار ميھرءِ سسئي ڪي پنھون ڪيھرءِ
ليلان وڪيو چنيسرءِ مٽيئي جي ھار ۾.

گدا گوھر شاھہ گاناءِ سٽي پيو ترانا،
محبت مئخاناءِ چمڪن چمڪار ۾.

•

تلھہ: تنھنجو رخ مطلوب قرآن حقيءِ ديدار چمان دربار چمان.

تنھنجو شريعت شاھي شان شغلءِ تنھنجو طريقت تياري تاب طبلءِ
تنھنجو سورج سوسن صاف سنبلءِ سنسار چمان سو وار چمان.

تنھنجي ھر جاءِ آھي ھاڪ حسنءِ تنھنجو جنگي جمال جوڙ جشنءِ
تنھنجو افضل اعليٰ عشق عدنءِ اسرار چمان اظھار چمان.

تنھنجو نور نيارو نام نظمءِ تنھنجو قرب ڪمالي ڪوڙ قدمءِ
تنھنجو گدا گوھر شاھ گام گندمءِ گلزار چمان گفتار چمان.

•

تلھہ: ڀلاڙي ڀينر آءُ جياري آھيان،
سوڍل جي سھاري نوبت نينھن نغاري.

راڻي بنا راج ۾ پيو ڪير نھاري.
ڪاڪ گھر ڪرھو آيو، ڪرھل قطاري.

لونڊاڻو لعل ٿيو بزم بخاري.
گدا گوهر شاھ گام ۾ پيو پلپل پڪاري.



تلھہ: رھي وڃ مون وٽ ڪا ھڪڙي رات مٺا،
تنھن جي تن من ۾ آھي تات مٺا.

تنھن جي رات رھڻ لاءِ راڙا ڪيان، پيا خيال سڀئي ٻاڙا ڪيان،
تولاءِ جوش خروش جا ڪاڙھا ڪيان، آھي سھڻي تنھنجي صفات مٺا.

تنھنجي رات رھڻ آءُ حج پانيان، تنھنجو قرب خدائي گنج پانيان،
پيو روڳ سندو رنج پانيان، وسي برھہ تنھنجي جي برسات مٺا.

تنھنجو رحم آھي مسڪينن تي ڏاڍي مھر نظر يتيمن تي،
آھين غريب نواز غريبن تي، آھي اھڙي تنھنجي ذات مٺا.

غزل گوھر شاھہ تنھنجو گيت چوي، سازن ساڻ سُرندائي سنگيت چوي،
پورن پريم رس جي پريت چوي، اھا مخمورن جي مثلات مٺا.



ٿلهہ: ڀنير جي مان پانيان هام هار ڪي هٿ ڪيئن لايان،
ڪوسو چاڙهيم ڪُن مٿي، ڏڪڙ ڏي نہ واجها يان.

حرڪت ٺٺڙي هار منجهؤن، بي خوديءَ جي بار منجهؤن،
بنا سُرستار منجهؤن ڪيئن لؤن ساميءَ سان لايان.

سامي سنگتي ذاتي هو، چنيسر گهر جو پاتي هو،
مٽيو ڪو ولائتي هو، ڪونروءَ ڏي ٿي ڪاهيان.

دل آ هرڪي هار ڏسي، نيپاڳ وارا پار ڏسي،
ڪونروءَ جا پرڪار ڏسي، ٿام عجب جا ٿاهيان.

سير نہ ليلا ڪؤن پُنو هو، منهن تي مليو جنهن ڪُنو هو،
نفس نہ ورڪان مورهون ڊنو هو، ڪافيون ڇَني پئي ڳايان.

گدا گوهر شاهہ گام پري، حجت داسڙي سان ڪانہ ڪري،
هرڪا بيهي پيڇي پري، چنيسر ڪي ٿي چاهيان.



ٿلهہ: موٽ محمد مهل اها اٿئي، اچي وجهہ وِهي مير ميخاني.
محمد تنهنجو فيض الاهي، سمجهي ڪو ڪو مومن مداحي،
اعليٰ تنهنجو اثر آستاني.
محمد تنهنجو شان شهنشاهہ خادم درجا يورپ ايشيا،
دين جو نعرو هر آ مڪاني.
محمد تنهنجو ملڪ مدينو، توکي نہ سُڃاڻي بشر بي دينو،
تعريف ڪيڙي قوالي ڳاني.
گدا گوهر شاهہ پيغمبر گهر جو، بردو بحالي داتا در جو،
مِهر گهري آ در تو ديواني.



تلهہ: لوڪ سمجهائڻ سهنجوءِ آهي پاڻ سمجهائڻ اهنجو،
رب سائين بي عيب آهہ سارو قصور آ منهنجو،
سيپيئي غلطيون آهن اسان جون، ڏوهہ نہ وري ٻئي ڪنهن جو،
نفس رڪي ٿو نادري طاقتءِ تاب سهي ڪو تنهن جو،
گدا گوهر شاهہ ڏتا ماڻهن کيءِ آهي دولاب پنهنجو،



تلهہ: نماڻن تي نگاهون ڪرءِ علي حيدر علي حيدرءِ
نالو تنهنجو آ نشانبرءِ علي حيدر علي حيدر،

آهين حسنين جو بابوءِ بتن کان آزاد ڪيئي ڪعبوءِ
فتح ڪئي جنگ تو خيبرءِ علي حيدر علي حيدر،

احد واري لڙائيءَ ۾ خندق واري چڙهائيءَ ۾
ماري تو ميڻ ڪيا بهادرءِ علي حيدر علي حيدر،

پيغمبر جو آهين پياروءِ هنيئي اسلام جو نعروءِ
ڪنبايئہ ڪئين هلي ڪافرءِ علي حيدر علي حيدر،

گوهر شاهہ هي گدا آهيءِ تنهنجي در تي هي صدا آهيءِ
لقب تنهنجو غازي غضنفرءِ علي حيدر علي حيدر،



تلهہ: انهن اکين جي اشاري آڻي آڙايس اديون اديون

پاڪ پنهل ڏني جيڏيون سرتيون، منهن جو قلب ڪُوڪاري
سال لنگهي ويا صديون صديون

نظر نبيءَ جام جيءَ چڙهيس نينهن جي نظاري
ويون اندر مؤن بديون بديون

روز ازل کان روحي دليون عبادت جي آري
پول ڀڳڻ سان پڙيون پڙيون

گدا گوهر شاهه من مؤن سپيئي، عجب عشق اپاري
ويون ڳالهيون گنديون گنديون



تلهہ: تيڻ پاڪ پنجتن جو حبدار گهرجي،
پڙهڻ مداح نبوي صد بار گهرجي.

حسيني حملي ۾ دهشت هٽي دوباري،
ڪربل جي ڪٽڪ ۾، عشق جي نرواري،
سورهيہ ڪي صبر جو سينگار گهرجي.

امام سان جي لڙيا انهن ڪونہ پرايو،
دوزخ جو انهن آ وڪر وِهايو،
انهن تي بيزاري جي ڦٽڪار گهرجي.

گوهر شاهہ غلامي پنجتن پاڪ جي ڪر،
ادب نياز ۾ رهہ نظر نيڪ تون ڌر،
سهٽي سالڪن ۾ گفتار گهرجي.



تلہ: ايڏو مانُ پنجتن پاڪ جو مشهور بنجي ويو،
شان تيو فرقان ۾ مذڪور بنجي ويو.

پنجتن جي شان موجب، تيا چارئي ڪتاب نازل،
انجيل ۽ توريت زبور بنجي ويو.

انفال ۽ احزاب ۾ تي ثابت ثنا پنجتن جي،
ذهرو نازڪ نور بنجي ويو.

جبرائيل خاص خادم، نوڪر حسين جو،
محبت انهيءَ ۾ ماهر، مخمور بنجي ويو.

گولو گوهر شاهہ در جو نوڪر نياز وارو،
سڪ ۾ سدا سراسر سرپور بنجي ويو.



تلہ: آيو رات محبوب منٺار منهنجو، ڪُليو ساري جڳ ۾ جنسار جنهن جو
بدن ۾ بهاري، برسي پيچ واري، لاٿو عشق اندوهہ آزار اهنجو
ڪوڙن تي مصيبت ملامت جهاني، سچن ڪي سارو تيو سنسار سهنجو
ويا غم گوهر شاهہ عربي چام چائي، ڏيندو معافي محشر ۾ سردار پنهنجو



تلہ: چوٿو ثابوت آ جن جوءِ پلي دمہ هٽن سي درويشيءِ،
منافقن کي نصيب نہ آهيءِ رستو حق جو رندانيءِ
سچو ڏينهن ڪروڌ ڪندي گهر ۾ ٿئي وٺي اٿن پيشيءِ.
نفس ناقص نا اهل آهيءِ توکي رستو نہ ڏيکاريءِ
انهيءَ لاءِ ڪٽج ٿاهي لوهہ جي وڏي تيشيءِ.
گوهر شاهہ غير نہ آهيءِ جن کي سهٽو آ سير انهيءَ جوءِ
ڪنواٿن کي ڪندا ڇا پوءِ اٿ ناقص نا اهل نيشيءِ.



تلہ: پلا پاڳ تن جاءِ جن آ رب ريجهايوءِ
جن نفس سرچايوءِ انهن کين ڪمايوءِ.
ترڪ ڏيئي دنيا کيءِ ورتئون رندي رستوءِ
اسمہ ذات اندرءِ صحيح تن سمايوءِ.
منڊل ڪن مٿخانيءِ مدامي معنيٰ سانءِ
ماڳ مستيءَ واروءِ مٺي پي تن ملهايوءِ.
هوڪو ڏيئي حقانيءِ حشمت سان حلاليءِ
هيڪار ڪٿوري هر جاءِ آهي تن هلايوءِ.
گدا گوهر شاهہ گنءِ صحيح سمجهي صوفيءِ
وکر وحدت وارو وڻجارن وهايوءِ.



تلہ: چڙهي وئي دل جي بيماري، خدا کي ياد ڪرڻو آ،
دلاور دل جي نقطي سان درس هي ڏيان ڏرڻو آ.

صحيح سڪ مؤن ٻڌي سندرو، خدا جي ذڪر ۾ هر دم،
درياءُ هي دنيا وارو، توڪل ساڻ ترڻو آ.

دنيا جو دور هي ڪوڙو، جنهن ۾ ناهي نزاڪت ڪا،
دنيا جي غير غلبي کان پنهنجو ئي پاڻ پَلٽو آ.

ڪِلڻ ناهي ڪڏهن جائز، گوهر شاهہ گامر دنيا ۾،
جڏهن ٿئي سوپ حق واري خوشيءَ مؤن پوءِ ڪلڻو آ.



تلہ: عشق آيا، رک رايا، مئين ڳايا رانجها،
روپُ رَنگيء، جوڙ جنگيء، چاسَنگي باجا.

هير جَتيء، گهمر گهتيء، جهنگ جهتي آويء،
ماهي داتا، پير پاتا، لا ناتا جاويء،
نينهن نهرا، جهندا چهرا، سک سهرا ڳاويء،
بادل تمڪيء، گاس چمڪيء، جيوين چمڪي راجا.

جوڙ باتيان، ڪاليان راتيان، ڏينهان راتيان لولي
راوي چل، مٿان جهُل، پاڪي ڳل، چوليء،
ڪيتا جشن، وچ گلشن، ويکهو حسن تُوليء،
گهيڙ گهڙديء، نديان ترڊي ڪنون ڏردي خواجا.

گوهر شاهہ غازيء، ٿيسَئي راضيء، رب سائين سهڻا،
ڳاني آکان، قُتيان باکان، مليا من مهڻا،
ڏبر ڏويا، ڪيتي گويا، اِٿ نهين رهڻا،
ٻال ٻتيء، چا جُتيء، ڪَلِ ڏتي ڪاجا.



تلهہ: ڳُرُ رامر ڳوليِ لَڌُم غمَ ۾ تون،
جيئن برهہ برساتم بزمر ۾ تون،

اکڙين واروءِ عشق کمائجم
روحيءِ سِريءِ راز رسائجم
جيئن چمڪارہ چشمر ۾ تون،

لحمڪ لحميءِ جسمڪم جسميءِ
روحڪ روحيءِ دمڪ دميءِ
رَهُہ فقيراڻيءِ فهمر ۾ تون،

غازي گوهر شاهم ڳُهورَ نواياءِ
آڻي اڏي تي عشق سنوارياءِ
ڪار ڪلالي ڪمر ۾ تون،



تلهہ: عشق نہ مذهب منگدام پرُ جام پلاوي جُڳدا،

عشق دا مذهب اعليٰءِ نينهن جَهيندا نالاءِ
جيئن قردا هئي متوالاءِ اُتان روپ ڪيتس رَنگدا،

عشق دا مذهب مٽياءِ ڳل پاوي جا جَڪِ جٽياءِ
ڪٿ بت برهمڻ بٽياءِ چا ساز وڄايس چَنگدا،

عشقِ دا مذهب محبتم وَڏِ وير جَڳائي وحدتم
سِڪُ ساڏو سهٽي صحبتم سينگار بڻاوي سُنگدا،

گهنڀ ڪول گوهر شاهہ جوڙياءِ اتان عاشق منهن نہ موڙياءِ
جِت عشق هَٿي خيما ڪوڙياءِ اُتان عقل ڳيا هَٿي ڪنگهندا،



# سُر ڪلياڻ

پسي شمع جي شعاع کي، آيا پروانا،
ڪيا محبت جي مچ جي، موهي مستانا،
اچي ٽيا عشق مان، ڪُڏي قربانا،
پڙڪي پگهوانا، گوهر شاهہ گلزار ٿيا.

●

پسي شمع جي شعاع کي، پروانا ڦرن پل پل،
اُڏرن تيئن آڙاهہ ۾ جيئن باغن ۾ بُلبُل،
آهن عاشق آڳ جا، وڪوڙيا ول ڇل،
داسڻ ۾ رَل مل، گوهر شاهہ گلزار ٿيا.

●

پسي شمع جي شعاع کي، آيا پوش پتنگ،
خبردار خيال جا، ڪاهوڙي خطنگ،
سڙن تا سونهن لاءِ، سوز منجهاران سوسنگ،
آديشي اڙٻنگ، گوهر شاهہ گلزار ٿيا.

●

الفئون اسم اندر الله جو، عاشقن ڪيو اِثبات،
مورت جي مٿخاني ۾، سچاتئون صفات،
قل ان ربي يقذف بالحق علام الغيوب رنگ آهي رات،
ڪري تو نهين تون جي تات، گڏيا گوهر شاهہ "گر" ڪي.

پوپٽ پتنگ پاڻ ۾ عاشق ٿيا اڇاڳ،
هو جوڳيئڙا جنسارجا، هو مَچ مٿي ڪن ماڳ،
هو ڪن سئير سُڄ ۾ هو عاشق مٿي آڳ،
هو ويهائن ويراڳ، هو منگل گوهر شاهہ مچ جا.

•

پوپٽ، پتنگ پاڻ ۾ شاهي ڪن شُغل،
هو ڪامن ڪوري وچ ۾ هو بستان ۾ بُلبُل،
هو پڙڪي پون باهہ ۾ هو قرن مٿي اڇن گل،
هو سيئر جا سائل، هو منگل گوهر شاهہ مچ جا.

•

پوپٽ، پتنگ پاڻ ۾ سهسين ڪن سينگار،
هو عاشق ٿين آڳ جا، هو باغن مُنجهہ بَهار،
هو جلن وجي جوت ۾ هو گهمن مٿي گلزار،
هو واس وٺن وٽڪار، هو منگل گوهر شاهہ مچ جا.

•

پوپٽ، پتنگ پاڻ ۾ رَهي ٿيا راس،
هو سناسي سنسار جا، هو آڳ مٿي اُداس،
هو ڦيريون ڪائن ڦولار تي، هو ڪامن ڪوري پاس،
هو وڻ، وڻ وٺن واس، هو منگل گوهر شاهہ مچ جا.

•

جوڳي پڙهي جوش سان، فنا ٿيءَ جو فن،
گم ٿي ويڙا گر ۾ گياني گهور گگهن،
آڇاڙا عميق جا لوچي ٿا لهن،
هيرو هٿ ڪن، گوهر شاهہ چئي گر جو.

•

ڪاڻا تن ڪنيوءِ اُجهاڻن آنڌاريءِ
جن جي اندر ۾ آگ ٻريءِ سي عارف آچاريءِ
سُڻ سيڪاتن ڪيءِ صورت جي ساريءِ
گهڙي گذاريءِ گوهر شاهہ گيان ۾.

●

ڪاڻا تن ڪنيوءِ اُجهاڻن آنڌارءِ
جن ڪي حب حبيب جيءِ سي شائق شاهوڪارءِ
لڪاپتي لاٿ ٿياءِ لاهوتي لُنگدارءِ
مچ ۾ ٿي مختيارءِ گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪيءِ.

●

ڪاڻا تن ڪنيوءِ اُجهاڻن اونداهيءِ
جن ڪي سڪ سچڻ جيءِ سي عارف الاهيءِ
ورهہ منجهہ وري پياءِ اهي وير ويساهيءِ
اهي رهبر جا راهيءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گر ڪيءِ.

●

تون حبيبءِ تون طبيبءِ تون آگهن جو علاجءِ
هادي اچي ڏي هتڙاءِ آ هيٺي هيٺن هاجءِ
مالڪ پنهنجي مِهَر مٿونءِ ڏجانءِ ڏکين کي ڏاجءِ
سائين تون سرتاجءِ هي گولي گوهر شاهہ در جيءِ.

●

پاٺيهي پسي پاڻ ڪيءِ وسار وسيلوءِ
پيهي وچ پاتار ۾ءِ تون هيٺي چڙ هيلوءِ
ٽنگي ٽنگوٽيءِ وجهہِ ٽڳهتَ ۾ءِ ٽلي عجب ٽيلوءِ
گيڙو رنگ رسيلوءِ ٻڌي گوهر شاهہ گُر ڪيءِ.

●

آيا شمع جي شعاع تيءِ پروانا پتنگ،
كاميا كوري وچ ۾ عاشق تي افنگ،
سڙي اتي سچ ٿياءِ سوز منجهئون سوسنگ،
گوهر شاهہ گڙنگ، پرتئون پچي پڳدار ٿيا.



آيا عشق ميدان ۾ طاقتور تفنگ،
ناھہ كنئون نكري ناڻ ويا نعرو هڻي نسنگ،
گاروڙي گوهر شاهہ چئيءِ آڏوتي اڙبنگ،
مانجهي مست ملنگهہ مرد رهن مٿخان ۾.



سرها ڏٺم سيءِ جن جي سراڻ سان ساچاهہ،
تيغون تين تكيون، كَٽ واريون كوتاهہ،
كم نہ ڏين كُنڊ جوءِ آيا آڏو لنبا لاهہ،
كري سُرت صلاح، گياني گوهر شاهہ گڏ ٿيا.



سَرها ڏٺم سيءِ جن جي ساچاهہ سين سِراڻ،
تيغون سدائين تكيون، كين نہ تيورَن جي كاڻ،
مَلنِ كنا مهر مٿون، كاريگر ٿيا سي پاڻ،
سي گوهر شاهہ گرَ ساڻ، ريڏا وتن راڇ ۾.



سَرها ڏٺم سيءِ جن جي سراڻ سان سُچاپ،
تيغون سدائين تكيون، جهڙيون موتي چاپ،
اوزار اڇا كن عشق سان، ٿي كاريگر كاپ،
پري ٿيا تن پاپ، جي گم گوهر شاهہ گُر ۾.



ٻہ پيرا ٻرڻ ٽٿيءِ ٻريا جي اڱارءِ
اول ڪاٺا آڳ ۾ءِ جلايا جهلڪارءِ
وري ميڙي رکيا مچ تيءِ لوساٽيل لوهارءِ
ٿيا گوهر شاهہ گلزارءِ ڪوئلاپچي ڪُنَ ۾.

●

ٻہ پيرا ٻَرڻ ٽٿيءِ جي ٻريا ڪوئلاءِ
اول جَليا جوش ۾ءِ پوئين پيري ٿيا پلاءِ
ميڙي وجهن مچ ۾ءِ چمڪن پيا چلهاءِ
ٻرن ٿُم ٿلهاءِ ڳنڍ گوهر شاهہ آڳ ۾.

●

تون حبيبءِ تون طبيبءِ تون دوا مرض جيءِ
اگهاءِ آگا اگهن جيءِ آزي عرض جيءِ
ڏجان تون ڏيهہ ڏٽيءِ معافي قرض جيءِ
تنهنجي غرض جيءِ گيرب گوهر شاهہ لڳي.

●

جي پانئين جوڳي ٿيانءِ تہ پٽ دُئي جي پاڙءِ
وَٽون گوهر شاهہ غير جونءِ سوز مچ ۾ ساڙءِ
وهاءِ وکر ورهہ جوءِ چڏي روئڻ راڙءِ
پوءِ هر جاءِ تي هٽ تاڙءِ جڏهن ايندو ڪال ڪاپار تي.

●

آتءِ پَتءِ اُجلي عشق جوءِ سمجهہ منئين سين لاءِ
سڪلپ جي سُرت سانءِ وڪلپ ڪي وڃاءِ
گوهر شاهہ گيان سانءِ گندرب گانوگاءِ
ٻئي در ڪيم واجهاءِ پر گهٽ ڪاشي پاڻ ۾.

●

مورک سمجھي ڪين ڪي، سٽي ڪيرت ڪتا ڪٿ،
ناھي تنھنجي دل ۾ "پورن"پڌارٿ،
ڳالھہ ڳجھي عشق جي، سٽي يڪدل چڙھيا رٿ،
سون، تن جي سَٿ، جن گوھر شاھہ گيان ڪيو.

•

انتر جامي اوٿي ھوئي، جي جيتي ٿي مردي،
"آد" اُنھان دا خيال ھي، جي نال توڪل تردي،
من دي منشا چوڙڪي، تٿي بيراڳي بردي،
سِر "چرن" اوپر ڌردي اپني گوھر شاھي گُر اُتون.

•

مرد رھن، مئخانہ ۾ مانجھي موالي،
قتل واري ڪار ۾ اچن ڪمالي،
مزو دنيا جي موھہ جو، ضرر زوالي،
خدائي خيالي، گڏيا گوھر شاھہ گام ۾.

•

اکيون دانھہ دلدار، تو ڏاريون ڏاڙي ڪاٺ،
گھائن گوھر شاھہ چئي، ڀڳڻ ھٽي ڀاڻ،
آھي اوڏاھين اڳتي، طالب جي تاڻ،
پنھنجو گھوري پاڻ، شائق وڃي شھيد ٿيا.

•

صوفين سڄاتو سچ ڪي، ڇڏي ھنر حساب،
پڙھن اسم پرھيز سان، ڪري روح رباب،
ڄاتو دؤر دنيا جو، ھاتڪن حُباب،
عشق جي آفتاب، گوھر شاھہ گلزار ٿيا.

•

ساغر پيءَ سک جوءِ صوفي ٿيڙا صافءِ
تيرٿ ڪيائون تن ۾ءِ تهدل ڪري طوافءِ
سچاٽندا ڪي سُرخ ڪيءِ شير دل صرافءِ
ڪٽي ڪشالا ڪافءِ گڏيا گوهر شاهه گُر ڪي.

•

ذڪرءِ فڪر جي ذوق ۾ءِ عاشق رهن الهوٽءِ
لَآاِلٰهَ جي لات سينءِ جوڳي ڪن ٿا جُهوٽءِ
نمايو پنهنجي نفس ڪيءِ ڪري گاروڙي گهوٽءِ
ڇيريون وڃائي چوٽءِ گڏيا گوهر شاهه گُر ڪي.

•

محبت جي ميدان ۾ءِ مرد ڪري ميلءِ
ٿيا شهيد شمع تيءِ سريون ڪٽي سويلءِ
خوشحالي جي ڪل سانءِ ڪيلي عجائب ڪيلءِ
گهگهن گوهر شاهه گيلءِ رتا رنديءَ رنگ ۾.

•

جي پانئين جوڳي ٿيانءِ تہ جذبو دم جو جهٽءِ
ڪيني ڪي ڪات سانءِ ڪاپڙي تون ڪٽءِ
سورهہ سر ميدانءِ ۾ سر جو سانگ سٽءِ
پاڙ دئي جي پٽءِ تہ پسين گوهر شاهه گُر ڪي.

•

جي پانئين جوڳي ٿيانءِ تہ دائم جهپ دمءِ
ٿيءُ دل درياءَ ۾ءِ گوهر شاهه چئي گمءِ
پاٽيهي جواهر هٿ ايندئيءِ سونهن پريو صنمءِ
پوءِ تنهنجو مان اُتمءِ آهي مِن سنسار ۾.

•

ياد سدائين يار جاء ڳالهين پريا ڳڻ،
گويا گوهر شاهہ عشق جيء سڪ منجهارئون سڻ،
بنا ديدار دلبر ڇيء رنگپور ساري رڻ،
ورهہ وارن جون ڇڻ، وکون وحدت ويءَ ۾.

•

آيو سبب سير جيء رنگپور ۾ رانجهڻ،
انا احمد بلا ميميء سمجهہ تون سخن،
جلوو ڪلام الله جوء رخ ڪيو روشن،
گوهر شاهہ گهگهڻ، محبت مينگهہ ملار ٿيء.

•

آيا عشاق ايوان ۾ء وڄائي وير طبل،
ترنم تانء تنبور سانء تاب ڪري تجمل،
توحيدي تنوار ٿيء طلب منجهئون تهدل،
تڪيو پڌي توڪل، ڳام گوهر شاهہ هليا.

•

رندن ووڙيو رب ڪيء چيلهہ پڌي چوتوء
ذڪر خدائي ذوق ۾ء سارو جيءَ پوتوء
من پنهنجو مامز جيء ڏيان سان ڌوتوء
پڇي ٻيائي جو بوتوء ٿيا ڳُم گوهر شاهہ ڳُر ۾.

•

احد آيو اظهار ٿيء عبد ڪري اولوء
خوشيءَ منجهارئون خيال سانء پائي خاڪي چولوء
غازين گوهر شاهہ غير جوء پڇي ڇڏيو پولوء
پتنگن جو ٽولوء شمع تي شهيد ٿيو.

•

نام تنهنجو ِمن عام ۾ء پانئيان شڪر شڳُن،
مست شُد مئي خانہ ۾ء مورت پَسي موهن،
حبل الوريد هنئين ۾ء واحد شد ونحن،
هي سِر مٿئون سڄن، گوهر شاهہ چئي گهوريو.

•

# سر کنڀات

اٺ نہ وڄي وڳ سان، چري نہ لاٿي،
مَيي کِي محبت جيءَ وات ۾ واٺي،
بنا حُب حبيب جيءَ پئي نٺوپاٺي،
سپڙ جنهن سان ساٿي، تنهن غم گوهر شاهہ ناه کو.

●

اٺ نہ وڄي وڳ سان، ٻڌو نہ پورچري،
متو محبت ۾ وتي ڳاه کين گُهري،
جتن جاڙيجن ريءَ جن جي ساعت نہ سري،
گوڙيون بينو کري، گوهر شاهہ غم ۾.

●

اٺ نہ وڄي وڳ سان، پور نہ چري ٻڌو،
جهوريءَ منجهہ جتن جيءَ تنهن ڳاڙي پاڻ وڌو،
ٺُو هو تنهن جو تڙ جيان، عشق سان اڌو،
جنهن نهرو نينهن ڳڌو، تنهن غم گوهر شاهہ ناهہ کو.

●

# سُر سهڻي

ڪاري رات ڪچو گهڙو، ٻي اونداهي آفات،
نہ ملاح نہ مڪڙي، نڪا بشر بات،
هڪ دهشت درياءَ جي، ٻي مٿان پوي برسات،
ڪلمو جن جي وات، سي آيون گوهر شاهہ گهيڙ تي.

•

سڪ ساهڙ جي ساهہ ڪيو، اندر روح رَهيو،
ڪاهي پئي ڪنن ۾، سهڻي تي صحيو،
گوهر شاهہ گلزار تي، لهرن منجهہ لهيو،
ويرن منجهہ وَهيو، ملي محب ميهار کي.

•

# سُر کاهوڙي

گنجي ۾ ٽئي گُن گهٽام سمجهي کٽجانءِ وکہ
پاڻي ناهہ پنڌن ۾ لڳي پئي لُکہ
ونڊر جي وٽڪار ۾ آهي تابش تکہ
سائين کنڊو سکہ گوهر شاهہ چئي گس ۾

•

گنجي ۾ ٽئي گن گهٽام سمجهي کٽجانءِ پيرہ
ممڙن ماري چڙيام ڪيئي جوان دليرہ
پورا ٿي ويا پنڌن ۾ ڏس ڏونڍ تنين جا ڍيرہ
ڪنہ ڏٺو وڃي اجميرہ گوهر شاهہ گيان سان

•

گنجي ۾ اٽئي گُن گهٽام سمجهي ڪڻ قدمہ
آڏيءَ رات عشق سانہ اُٺي اور اسمہ
عيد ڏينهن اُڙد ۾ ڪٽڻ اينديئي ڪمہ
سَٽ وِسواس وَهمہ گُم گوهر شاهہ گُر ۾

•

گنجي ڏنگر گام جيہ پيئي جن کي ڏپہ
ڪرڪٽا کاهوڙي پڌيہ روئندا وڃن ڍپہ
طهورا مان تکہ پي لاهوتي لپہ
تپي ڪپر ڪپہ گوهر شاهہ گياني ٿيا

•

گنجي ڏونگر گامہ جيءِ بانس جن کي پيئيءِ
سي وجي پيا وڻڪار ۾ پيائي پن ڏيئيءِ
دنيا جي ڏنڌن جيءِ تن کنؤن سمجهہ سپ ويئيءِ
سونهان ٿيا سيئيءِ گوهر شاهہ چئي گر ڏيءِ

•

گنجي ڏونگر گامہ جيءِ پيئي جن پُرجهہ
سي گر پنهنجي ۾ گم ٿياءِ رکي سرت سمجهہ
داتا تن ٿئون دور کياءِ عذاب ۽ اهنجهہ
جاڻي ڳالهين ڳجهہ گوهر شاهہ گياني ٿيا

•

نہ کتا نہ کئنکارءِ نکو سڱ شکارينءِ
آهيڙي اٿي وياءِ مڏيون ٿيون مارنءِ
لڳي جهوري جهنگ کيءِ کاٺيون تن کامنءِ
کريو پٽ پونءِ گوهر شاهہ چئي گيل سان

•

نہ کتا نہ کئنکارِ نکو شکارين سڱءِ
پٽيو جهنگل پار کيءِ خالي ڏسي مڱءِ
آهيڙي اُٿي وياءِ اوچتي کنهن لڱءِ
هاڻي گوساين سان گڏءِ گوهر شاهہ گهاريان پئي

•

نہ کتا نہ کئنکارءِ نہ شکاري شوقءِ
آهيڙي اٿي وياءِ هلي چلي پيو لوکءِ
لڳي جهوري جهنگ کيءِ سڙي ٿيو سوکءِ
محبت وارو طوقءِ گوهر شاهہ غازين کي

•

جهنگ ڪامي رَڪ ٿيو، پڳي لِڪ چورن،
مَٽيان مالهان مهرجا، سڪ منجهؤن سورن،
سي شڪاري شڪار لاءِ، اوسر ۾ اورن،
ڏٺ ڪائي ڏورن، گوهر شاهہ گُرَ ڪي؛



جهنگ ڪامي پٽ ٿيو، چورن لڪ پڳي،
نوبت نينهن ننگر ۾، وحدت جي وڳي،
سي شڪاري جاڳن شوق مان، چڙي جن لڳي،
ويا تاريءَ سان تڳي، گوهر شاهہ چئي گُر جي.



جهنگ ڪامي پٽ ٿيو رَهي هيڪڙائي،
ڪوٺن وارا ڪيتراہ ويا ڪري چڙهائي،
نڪو جَهلو جهنگ ڪي، نڪا لڙائي؛
عشق اڙائي، گوهر شاهہ دل گُر سان.



جهنگل هَلياہ سي نہ پُلياہ راهہ وارا رڙن،
تڪبر جي تاءَ سين، وجي اوجهڙ پون،
جن پاري پيائي ڪي چڙيو، مزو ماڻيو تن،
گوهر شاهہ گهمن، جهنگ ۾ جادوگرن جيان.



جهنگل هليا سي نہ پلياہ ٿي رستي وارن ڪي روڪ،
لاقون هٽي لوپ لاءِ لڇي ٿيا منجهہ لوڪ،
جن ڪي شوق شڪار جو، سي نِوايا نظر نوڪ،
محبت واري موڪ، گوهر شاهہ گياني ڪيا.



جهنگل هليا سي نہ پليا، پيا واٽ واديءَ ۾ ونڃي،
مَدي جن جي من ۾، سي کوڙا ويا ڪٽجي،
جي سٽن ڪون ڪٽن سين، سي ويا مايا ڪنئون مٽجي،
هوئڻ ڪان هَٽجي، گوهر شاهہ گياني ٿيا.

•

ڪاهوڙي خيال سان، خبر ڪن خاصي،
وڃن رندي راهہ ڪي، ڪي پوربَ جا پياسي،
ان الصلوٰة تنهيٰ عن الفحشاءِ والمنڪروالبغي سٽن سناسي،
عارف اداسي، گوهر شاهہ گلزار ٿيا.

•

ڪاهوڙي خيال سان، دونهيون دکائين،
محبت جي مٽخان ۾، مچڙا مچائين،
اِن الله يسمع من يشاءُ وحدت وسائين،
وکر وهائين، گوهر شاهہ گُن جو.

•

ڪاهوڙي خيال سان ڪن، روحيءَ ڏي رايو،
گم ٿين پنهنجي اسم ۾، قلبي ڪمايو،
وما انت بمسمع من في القبور فائق فرمايو،
ڪولي سٽايو گوهر شاهہ گيان ڪي.

•

ڪاهوڙي خرقا پائي ٿيا، صورت سجاڻي،
باهيون ٻاري ٻر ۾ گهائن آڪاڻي،
مَن جاءَ باالحسنة فله عشر امثالها ڏين اهڃاڻي،
حيرت ۾ هاڻي، گوهر شاهہ گنجي پيا.

•

ڪاھوڙي خرقا پائيءِ تي قرن قيريدارِ
لعلون بلوري پانت جونءِ جرڪن ڪيون جنسارِ
فَسيروا في الارض فانظروا سيرڪن سچارِ
سينگاريو سنسارِ گوهر شاهہ گفتار ڪئي.

•

ڪاھوڙي خرقا پائيءِ ٻَڌي هليا لنگ،
وحدت جا وجود ڪيءِ وجهي وڏا ونگ،
مثل الحيٰوة الدنيا ڪمآءِ ڏين عبرت انگ،
پي جوڳيئڙا جنگ، گوهر شاهہ گياني ٿيا.

•

پورب پيا سي هَلياءِ ڪٽي دست پناهہ
ساڏنءِ سنڪ هٿ ٻِءِ ڪن الستي اوگاهہ
الا ساعة من النهارِ وڃن ٿاوڻ راهہ
آهي هڪ اللهءِ گوهر شاهہ گيان ڪيو.

•

پورب پياسي هَلياءِ پٽي هٺ جي پاڙ
مٽين مِڙهيل مُرليونءِ ڪنن ٻِ ڪن ڦاڙ
امر ربي بالقسط ڪيائونءِ نفس ڪي ناڙ
ساڙي سڌن ساڙ گوهر شاهہ گياني ٿيا.

•

# سُر ڪينڏارو

پرهہ پکي آيو، کھي مٿون ڪربل،
اچي روضي پاڪ رسول جيءِ هنيائين هڪل،
هُئا آلودا رت سين، پکيءَ پر پُسيل،
ٿي مدينہ ۾ محفل، گوهر شاهہ چٽي غم جي.



پرهہ پکي آيو، ڪربلا مان ڪاهي،
سارو رنگيل رت سان، آلودو آهي،
روضي پاڪ رسول جيءِ اچي پر ساهي،
ٻولي ٻڌائي، گوهر شاهہ چٽي غم جي!



ڪربلا ڪَڪوري، دانهون ڪري دُل دُل،
لڏي ويئي لاحد ڏي، باغن مان بُلبُل،
رَڙن پيون رڻ ۾، ڪونجون ڪيو ڪرڳل،
اچي وين اُچل، گوهر شاهہ غم جي.



چار ترارون چيلهہ سان، آيو ٻڌي وير،
ڏهتو رسول الله جو، پسر حيدر پير،
شربت شهادت جو پيتو، شوق مٿون شبير،
ڪيو برهہ بينظير، گوهر شاهہ چٽي گھوٽ ڪي.



سختي شهادت جيءِ مڙوئي مهرءَ
اُنو عاشق جي مٿانءِ قرب جو ڪڪرءِ
وَيتوبُ الله عليٰ من يشاء عجائب اثرءِ
شائق ڪري شڪرءِ ماٺياڻين ماگ محبت جوءِ

●

ڪربلا ڪڪوريءِ ڏُلَ ڏُل ڪري ڏانهونءِ
پيا گهوٽ ڪٺا آهن پٽ ۾ ٿيون بند مُنيءَ جو واهونءِ
ڪنيون نيڻ خاوند ڏيءِ نهاري راهونءِ
الله ڪي آهونءِ گوهر شاهہ غمناڪ جونءِ

●

# جهنگلو

جوڳي ٿئي کو جوڳ ۾ لاهي لاڳاپو،
"الكيس من دان نفسه و عمل كمابعد الموت" نبي جو نياپو.
بنا عشق الله جيءَ، کھڙو جيئڻ جياپو،
جن اڇلايو آپو، سي گوهر شاهہ گياني ٿيا.

•

جوڳي ٿئي کو جوڳ ۾ تي سُرت سان سجاڳ،
ولما بحر من تبع نفسه هُو آها وثنا علي الله چڻي ڏي نياڳ.
حديث حضرت جي سُڻيءَ کي وير اورن ويراڳ،
جن چڏيو سيج سهاڳ، سي گوهر شاهہ گياني ٿا.

•

جوڳي ٿئي جوڳ ۾ کڙو منجهہ کڙيءَ
من عباد ارسل في غنم با فسد لهامن حرص الهواء.
علي المال ولاشرف الدنيا طمع سيِ تڙيءَ
سٽي ڳالهہ سرور جي کو لاهوتي لڙيءَ
پورنءَ نام پڙهيءَ گوهر شاهہ هن گس ۾.

•

## (رپ)

نيٺن ننڊ ناه ڪاڻ آهن اوجاڳا
صورت ڏٺي سون سڄڻ جيءَ آهيون سياڳا
سهرا ڳايون سڪ مئون، پائي ڳل ڏاڳا
سُنگ ڪري ساڳاءِ گهمون گوهر شاهہ گهٽيون



نيٺن ننڊ ناهہ ڪاڻ سڄڻ سوا تو
دنيا جي هن دؤر ۾ وتي مرڪو تو
تو جهڙو منهنجا پرين، قرب نہ ڪري ڪو
پڇي چڏ تون پيئو، گوهر شاهہ چئي غير جو



نيٺن ننڊ ناهہ ڪاڻ سڄڻ ساري رات
وينا آهيون ويراڳ ۾، پرهہ ڦٽي پريات
ائئي پهر عجيب آءِ تنهنجي تن ۾ تات
وائي آهہ وات، گوهر شاهہ چئي گُر جي



اديون ڙي عجيب، اچي گوندر ڪيا گس
محبت جي ملهار جيءَ ٿي ويراڳين تي وس
پرين پنهنجي پکن ۾، ڪن راڳن جا رس
قرب وارن ڪي ناهي ڪس، گوهر شاهہ گام ۾



اديون ڙي عجيب جيءِ گوندر ڪيا گھارا
وَهن ويراڳين جاءِ نيڻ ڪيو نارا
ٽنگي ٽنگو ٽيون آتڻ تيءِ ويهن ويچارا
سي صحبتي ساراءِ گوهر شاهہ گلزار ٿيا



اديون ڙي عجيب جيءِ گوندر ڪيو گهيرو
مهر ساٰن مرڪي پيوءِ ڏونگر تي ڏيرو
پرين هن پڻن تيءِ من ڪو ڪن پيرو
ورندو شل ويروءِ گڏجڻ گوهر شاهہ چئي



# بروو سنڌي

منهن ۾ مسلم پڙروءِ اندر ۾ ڪارو
ويچهو ڏٺي نہ واحد ڪيءِ نڌُ ناصارو
ان المنافقين في الدرک الاسفل من النار پري بلند بخارو
تنهن ۾ هچاروءِ گوهر شاهہ چئي گمراهہ ٿيو



منهن ۾ مسلم پڙروءِ شوق تنهن جو شيطان
زاهدءِ عالمءِ زُهد چوءِ سندس گرپ منجهہ گمان
گمن هُواغميٰ انما يتذڪر اولو الالباب منجهيل مسلمان
ڪونہ ملندن ڏانءِ گوهر شاهہ گُر وٺان



مُنهن ۾ مسلم پڙروءِ قلب سندس قارون
ظاهر زاهدءِ ذيڪريءِ فن سندس فرعون
فاخذ هُم الطوفان وَهم ظُلمون منجهي پيا ملعون
نرگ وجي نيرونءِ گوهر شاهہ چئي گمراهہ ٿيا



# ڪاريھر

وياءَ واسينگن جاءِ سَنها سَپَ نہ چاڻ
جن جھونا ڳڙهہ جُھڪاياءِ آروڙي اڳواڻ
سرڪن ڪپر ڍير ۾ زهري زهر ساڻ
سي وه پين پرياڻ، گاروڙي گوهر شاهہ چئي

•

جن جي واچن مئون وِهہ وَهي سي ڪڏن پيا ڪارا
وڙهنديءَ وير نہ ڪن ٿاءِ واسينگ وهہ وارا
جهڙپ نہ هٽن جوڳين ڪيءَ ڪن ٿا ڪنارا
گاروڙين گهارا ڪيا گوهر شاهہ گس ۾

•

جن جي واچن مئون وِهہ وهيءَ ڪاجا ڪاري جنس
ڳاروڙي گوشو ڪيو وڃنءَ تن لڳو تپرس
وڙهن ويراڳين سانءَ آهن نانگ نحس
گڏين/پکي هَنسءَ گوهر شاهہ چئي گس ۾

•

جن جي واچن مان وِهہ وهيءَ تن ڪنوُن ڪن گاروڙي گوشو
مرليءَ جي مَلار چوءِ آ طالبن توشو
رَهن ڪاريھر مَٺ سانءَ رنگڙو ڪن رونشو
هَلن ملنگھ ڪري موشوءِ گوهر شاهہ چئي گس ۾

•

ڪتر چُٽيو ڪُڪ پرينء پکي پر ڏيهي
لنيو لاتيون ٿو ڪرينء واريءَ تي ويهي
تنهنجي چَٽ چلرجيء ريهي دل ريهي
پڌارت ۾ پيهيء ڪاٿن گوهر شاهہ گنڍيون



منجهہ نہ رهيو هيڪڙوء مري ويا مور
ڪانئر ڪارا ڏيهہ ۾ء ظالم ٿيا زور
ڪارڙا ڪبوترن جي اڳيانء لاڦون هڻن لغور
ڪنگ بہ ٿي پيا ڪوڙَء گوهر شاہ چئي گام ۾



منجهہ نہ رهيو هيڪڙوء پنهنجي وطن اُڏاٽا
منڊ ساڳاهي موٽي وياء جي راجا هٺا راٽا
پسجن پيا پٽ ۾ء ڪانئر ڪيئي ڪاٽا
سانباها! ساماٽاء جن گوهر شاهہ چئي گنڊ ڪيو



منجهہ نہ رهيو هيڪڙوء ويا وطن اڏامي
ڏسي خالي ڏيرا انهن جاء دلڙي مون ڪامي
جي باهيون بيراڳين ٻاريونء سي ويون اُجهامي
ويون وهاميء راتيون گوهر شاهہ غم ۾



ڪَتر چٽيو ڪُڪ پرينء پکي پيارا
سي مچيونء پوپريونء ڪن ڪاٺڻ لاءِ وارا
هٽنڊئي چار اوچتوء بند ٿيندئي چارا
پسي ماريءَ جا تاراء گوهر شاهہ غم ٿيو



وياءِ واسپينگن جاءِ سنها سَپ نہ ڏس
هٽن جهڙپ هاٿيءَ کي تہ ڪرن ڳنڍ ٿي مٿي ڳس
جوڳي ڇهونا ڳڙهہ جاءِ مڙي اچن مس
واري ٻيهن وس، گاروڙي گوهر شاھہ چئي

•

وياءِ واسپينگن جاءِ سنها سَپ مَ چئجن
هٽيءَ جهڙپ هاٿيءَ کيءِ منٺ ۾ مارن
ڪيئي مُرلين وارا ملنگهڙاءِ وڃي نانگ وٺن
رَسن ۾ رپچهائين، گاروڙي گوهر شاھہ چئي

•

## سُر ڏهر

اسان اوڏڙين جيءَ لاکي کنئي لڇ،
کنڀون کير خومچاءَ کائي کياسين رڇ،
عالم جيِ آزار جيءَ لٿي پورهيتن پَڇ،
قربئون کٺي کڇ، گوهر شاهہ گلزار ٿيا.

•

اسان اوڏڙين جيءَ کنئي لڇ لاکٺي چامر،
اپوچهن ڏٺين تون، کري قرب کلامر،
ويڙها تو وسائياءَ تنهن جو نهرو نامر،
جي پيا لاکي جي سامر سي گوهر شاهہ گلزار ٿيا.

•

اسان اوڏڙين جيءَ لاکو لڇ کٺيءَ،
مان موركن كيءَ ڏٺي کاءَ ڳاٺو ڳالهہ ڳٺيءَ،
ميرن منگتن جاءِ سپڙ سڻ سٺيءَ،
جو لوکان لکي پُٺيءَ سو گوهر شاهہ گياني ٿيو.

•

چنل چيچ هٿن ۾ کوڏارا کلهن،
قوت کرڻ پانهنجيءَ وجي پيٽيون اڏن،
اوچتو ٿي آئيو لاکو مٿئون تن،
ويندي ويچارن، گوهر شاهہ غم نا کيو.

•

چنل چچ هٿن ۾ ڪلهن تي ڪوڙ،
اٿن اوڏ سوير جوءِ پورهئي ڪاڻ پهر،
وڃي اڏن پيٽيون، الاهي آپر،
جي ڪندا هٺا گوهر شاهہ گذر، سي لاڪي نيٺ لڏائيا.

•

چنل چچ هٿن ۾ مٿن تي مٽي،
ميراتن جا ڪپڙا پيا گهمن منجهہ گهٽي،
ڳالهہ ڳرهن پاڻ ۾ چاهہ منجهون چٽي،
اوڏن تي اتيءِ گلزار گوهر شاهہ باغ جي.

•

لڏڻ جي ڪانہ ڪئي، اوڏن اڏڻ محل،
اڏي اڏي پيٽيون، چڏي ويا تجمل،
آيو تن تي اوچتو لاڪو هاٿون لڪل،
ڪيئن گوهر شاهہ چئي گل، لاڪي هِٿون لڏائيا.

•

لڏڻ جي ڪان ڪئي. اوڏن اڏڻ ويل،
اچي ڏني اوچتي، لاڪي تن طفيل،
لڏي لنڪا مان ويا، جي اڙبنگ هٺا اربيل،
هن دنيا جو کيل، گهڙي گوهر شاهہ هيڪڙي.

•

لڏڻ جي تن ڪان ڪئي، پيا اڏن پيٽيون اوڏ،
سي لاڪي وڃي لڏائيا، جن جي لنڪا هئي لوڏ،
پيا آهن پٽ ۾ ڪوڏارا ۽ ڪوڏ،
ٻڌي گوهر شاهہ گوڏ سيڪو هلندو سچ ڏي.

•

# پرڀاتي

سيرانديءَ ساز ڪيو، ساري رات سمهين،
خوابن جي خيالات ۾، پيو گهٽ گهمين،
ڏنئي ڪونہ ڏاڻ واري جو، راهون رنگ رمي،
ڪمائين ڪين ڪمي، گوهر شاهہ گلزار لئي.



سيرانديءَ ساز ڪيو سمهي ننڊ ڪرين نادان،
وصل جي وٿاڻ جي، ڪل پيڙئي ڪانہ،
وحدت وائي وڪر جو، وهائج سامان،
گوهر شاهہ گذران، موهي ٿو مڇيءَ جو.



سيرانڌيءَ ساز ڪيو سمهي سڄيون راتيون،
جاڳيون ڪين ڇپيون تو، برهہ جون باتيون،
پرهہ جو پٽيهل ۾، پکي ڪن لاتيون،
جن ذاتيون سڃاتيون، سي گوهر شاهہ گلزار ٿيا.



مون تان لاهہ مَ سپرين، اکين جو آرو،
اُجاري ورهہ وسڻ سان، هي قلب ڪارو،
آهي اسان اوڳڻ جو، گوندر گُذارو،
تنهنجو نظارو لاهي گوهر شاهہ غمڙا.



مون تان لاهہ م سپرين، مهر جي نِگاهہ،
اسان ابوجهن جيءَ، تون وسيلو واهہ،
ٻيو سڃاڻي ڪونہ ڪو، توريءَ شاهنشاهہ،
ساري ساهہ پساهہ، گوهر شاهہ گُر ڪي.



ميرا پَسي مگڻام سڻ کيا سپڙ
کين سُٽون تا کنن سان، آهيون ٻال ٻپڙ
پيا آهن پٽ ۾، ٽيشڻ تي ٽپڙ
تاڙي وڃائي تڪڙ، گوهر شاهہ گانا چوي

•

ميراپَسي منگڻام سپڙ سڻ کري
سڀوڄهہ سٽي سڌا ويا، پرتئون پير پري
اڀوڄهن آهي آسرو تہ اڄهو تو ڍول ڍري
پرين نہ ٽيو پري، آ گڻ گوهر شاهہ گهر ۾

•

تون سپڙ آءُ سيڪڙو، تون خاوند آءُ خادم
نو در دانهياڻي اچي، پلؤ ڳچيءَ پانڻ
کر ڏاتر ڏنگايون معاف تون، رکج شان شرم
تنهن جي لاءِ صنم، گوهر شاهہ گسڙا ڏسان

•

تون سپڙ آءُ سيڪڙو، تون نرمل آءُ نوکر
پاڻهي پريندبيس در جو، تي چاه منجهؤن چاکر
مهر مگڻي تي کجاءِ، ڏيہ منجهؤن ڏاتر
تنهنجي ناٿ نظر، گهرجي گوهر شاهہ چوي

•

تون سپڙ آءُ سيڪڙو، تون ڏٺي آءُ دُشٽ
مهر گهرن تا منگڻام کٽي کوه کشٽ
کجان ٻانهن تي ٻاجهہ، ڏجان عشق اُلهٽ
آهي گوهر شاهہ گلٽ، کندين سون سپڙ چام تون

•

# پورب

پورب منجهہ پوربياءِ کن تا پکارون
هائو هُو هُو حال ۾ هئيءِ هئي هونگارون
وَالله يعصمک من الناس، تهڏل تنوارون
موکيَ مياروںءِ گوهر شاهہ گلزار ٿيا

•

پورب منجهہ پوربياءِ سڏائين ساوا
جڙيا جوڳيئڙن جيءِ کستن تي کاوا
من يهد الله فهو المهتدي ٻاٽي ڳائن ٻاوا
جوڳي کن جاواءِ گُر جي گوهر شاهہ ڀڳت جي

•

پورب پياسي هلياءِ وڃائي واڇا
ناٿءِ روٽ نانگلي جاءِ کائن کاڇا
واذکر ربک في نفسک سر تي کيا ساڇا
روڳ ڇڏي راڇاءِ گوهر شاهہ گلزار ٿيا

•

کنياتل کري خبرونءِ سُرهيون سبحاني
پورب واري پنڌ جيءِ سُڻ نينهن نيشاني
وبرزت الجحيم للغٰوين قول قراني
هوندي حيرانيءِ گوهر شاهہ ڇئي گيان ۾

•

ڪنيا تل ڪري خبرون، پورب پنڌن جون
پچارون پاتار جيءَ اونهي هنڌن جون
تنزل الشياطين تنزل عليٰ ڪل افاڪ اثيم باتيون بندن جون
ساعتون سُڻن جون، گذرن گوهر شاهہ چئي

•

پورب منجهہ پوربياءَ پل پل پوڪاري
آديسي عجيب جيءَ موهيا مهاري
فعسي الله ان ياتي مثل جياري
آسڻ اُجاريءَ گوهر شاهہ گُر پاڙهئي

•

لنوي مُنيءَ تي لاتيون، ڪانگل ڪنيون ڪر
ڏٺي نياپا نينهن جاءِ دوڙي مٿي دَرَ
فاما من تاب وآمن سي ٿيا سپر
ڪنيا تل جي خبر، گوهر شاهہ چئي گام ۾

•

لنوي مُني تي لاتيون، ڪانگو ڪر ڪنيون
پرين جي پئيمان جاءِ پيالا پر پيون
وعمل صالحاً دليون پاڪ ٿيون
قاصد اچي ڪيون، گوهر شاهہ گفتارڙيون

•

ڪنيا تل ڪري خبرون، عجائب عجيب
پورب جي پيغام ڪيءَ ڪي نياڻين نقيب
ولا يزنون ومن يفعل ذالڪ يلق اثامًا چاڻي ڪو قريب
ڪي حُسن جا حبيب، گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

•

آءُ ڪانگا تو ڏيان ڪيي، هينئڙو ھتن سان
وڃي ڪاڻ ولايت ۾ ته پرين خوش ٿين پاڻ
ولڪم في القصاص حياةٌ يا اولي الالباب من ڪاڪن وراڻ
لائي رتيءَ جي رهاڻ، گوهر شاهہ گانا چئي

•

آءُ ڪانگا تو ڏيان، خط خلاصو
هوندو شال، هيٺيءَ جو پرينءَ سان پاسو
اصلح فلا خوف عليهم دل کي دلاسو
ڪو مهر جو ماسو، گوهر شاهہ گُر ڪان مِلي

•

لنوي مُني تي لاتيون، ڪانگو ڪر ڪنيون قرب دار
آڻيون آسڻ ۾ ڏئي، خاصي خبر چار
فعسٰي ان يکون من المفلحين جن کي عشق آثار
ٿيندا باغ بهار، گوهر شاهہ گلزار ۾

•

پريان سندي پار جوء ڪوڙو نہ ڪانگو
ڏئي خبرون خير جون، برهہ جو بانگو
پرين جي پياس ۾، نهوڙيو نانگو
سيپ سَٽي سانگو، گوهر شاهہ گانا چوي

•

پريان سندي پار جوء ڪوڙو نہ ٿئي ڪانگل
ڏئي نياپا نينهن جا، خوشيءَ منجهان ڪنيا تل
پوربي ايندا پارڪوء ڏسڻ مال ميڙيل
پٿي هنڻ منجهہ هَڪل، گوهر شاهہ گاروڙين جي

•

آءُ ڪانگا تو ڏيانءِ چورائي چڻي
منهنجي ڏڄ مطلوب ڪيءِ ڪجانءِ نہ تون ڦٽي
يخرجهم من الظلمات الي النورِ آهہ مامر چٽي
مون سِرّ تي آهہ سَٺيءِ گِلا گوهر شاهہ لوڪ جي



پريان سندي پار جوءِ ڪوڙو نہ ٽٽي ڪانگ
ڏئي سنيها سڄڻ جاءِ ڪري چپر چانگ
آهن پوربي پنڌ ۾ چڙهيا مٿي چانگ
لال ورائي لانگءِ گوهر شاهہ گولڪ ويا



# رامڪلي سي حرفي

(الف)

الفئون اسم الله جوءِ عاشقن ڪيو اثبات
مورت جي مٿخاني ۾ سجاتائون صفات
قل ان ربي يقذف بالحق علام الغيوب بي رنگ آهي بات
ڪري تونهين تون جي تاتءِ گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(ب)

بيئون بيراڳي بات نہ ڪنءِ محبت پڏي مَڏ
سنرا سي سنسار ۾ جن گھوريو هاديءَ تئون هڏ
ان اعبدالله ولا اشرڪ به اليه ادعوا واليه مٰاب سالڪن ڪي سڏ
پَڏي لاهوتي لڏءِ گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(ت)

تيئون تات جن ڪيءِ سي رندي ڪن رسم
گھونگھٽ جي گيان سانءِ ڏي ويا گوندر گم
والله يحڪم لا معقب لحڪمه وهو سريع الحساب مجو هاديءَ جو حڪم
گھوري هڏو ۾ چمءِ گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(ث)

ثيئون ثمر صورت جوءِ ڪو ڪاپڙي ڪري
وهڻ ويسهہ ورد سانءِ وحدت ۾ وري
انّ الله يهدي من يشاءُ جيڪي رب گھري
سي واڏو وڪ پريءِ گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(ج)

جيمئون جوت جهان ۾ جوڳي جاڳائين
ڪوجھ جي خيالات ۾ راتيون ڏينهن رهن
واذ تاذن ربڪم لئن شڪرتم لازيدنڪم ولئن جو وڪر وهائن
مئي جا ماڻ پيئن، گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(ح)

حيئون حلالي حق جوءِ ڪن حب وارن سان حال
محبت رکن محب سان، ميڙين ڪين مال
وانزل من السماءِ ماءً فاخرج به من الثمرات پلي ڪيا پال
ڪني ڪاف ڪشال، گڏيا گوهر شاهہ گر ڪي

(خ)

خيئون خاصي خيال ۾ خبر ڪئي خليل
رهن انهيءَ رنگ ۾ عارف ٿي عليل
ويقيمون الصلوٰة ومما رزقنٰهم ينفقون ڏيو صاحب لڳ سبيل
ڏيئو ٻاري منجهہ ڏيل، گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(د)

دالئون دم دم ڏيان سان، ڪيو تحليل جي تنوار
تني ملحد کي ماريو توبهہ جي تنوار
في البحر بامره وسخر لڪم الانهار، جانب ڪيا جنسار
جن جي جيءَ اندر جبار، سي گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(ذ)

ذالـئون ذوق حـرص جـوءِ زاري آ ذلت
من ماري ماٺ ٿيءِ رکو مولا سان محبت
ياايها الناس اعبدوا ربکم الذي خلقکم کيو عارف عبادت
سهڻي جن سنگتءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گرُ کي

(ر)

ريئون هلو راهہ ۾ چڏيو روڳيءَ جي راءِ
اسم جي الهوت سانءِ مونن ۾ منهن پاءِ
فاتقوا النار التي وقودها الناس ڏچڄ انهيءَ ڏاءُ
جي حب ۾ کن هاءِ هاءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گرُ کي

(ز)

زيئون ذکر زور سانءِ کر آڏوتي ايوان
وره پڙهہ ويراڳ جوءِ وسائي ويران
اٰمنوا وعملوا الصٰلحٰت ان لهم جنٰت تجري فائق جو فرمان
جي کاپڙي ٿيا قربانءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گرُ کي

(س)

سينئون ساڏن نام جوءِ پاريو ڏيل ۾ ڏيئو
پريم ننگر جي پنڌ جوءِ پروتن پيو
للملٰئکة اسجدوا لاٰدم فسجدوا ملکن سجدو کيو
پائي لال لِيوءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گرُ کي

(ش)

شينئون چڏي شور کيو، محبت ڪيو منظور
مئي پي ٿيو ماٺ ۾، مردانا مسرور
فعليه توڪلوا ان ڪنتم مسلمين مام وارو مذڪور
جن دُئي کي ڪيو دور، سي گڏيا گوهر شاهہ گُر کي

(ص)

صادئون ٿيا صبر ۾، صورت جا سلطان
سدا تن جي صوفي چوي، سيني ۾ سبحان
اليٰ ربهمؕ اولآئک اصحٰب الجنة هم فيها خالدون ماڻن ماڳ مَڪان
پڌرا ٿي پران، سي گڏيا گوهر شاهہ گُر کي

(ض)

ضادئون چڏي ضِد کي، ڪن ماري مَن جي ميس
ديدون پائي در ۾، ڏسن دلبر وارو ديس
ولؤلؤا ولباسهم فيها حرير واڌو ڪن سي ويس
ڪري لال لبيس، سي گڏيا گوهر شاهہ گُر کي

(ط)

طوعي طالب حق جو ٿيو، پهريائين پروڙج پاڻ
مئي پي مئخانہ ۾ موج حقيقي ماڻ
ومن يعظم حرمٰت الله فهو خيرُ دائم دل سڄاڻ
سيني جن سِراڻ، سي گڏيا گوهر شاهہ گُر کي

(ظ)

ظوي ظاهر ذڪر ذات جوءِ پياسي ڪو پڙهندو
وڃائي وجود ڪيءِ وحدت ۾ ويهندو
ليدخلنهم مدخلا يرضونه جو گهڙندو سو لهندوءِ
تاڻي طلب تندوءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(ع)

عينئون عين عجيب لاءِ ڇڏي سانگ سحر
ڪلمو جن جي قلوب ۾ لڳندا سي لهر
ان الله لطيف خبير مولىٰ ڪندو مهر
ٿي نِگهو منجهہ نهرءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(غ)

غينؤن ڇڏي غير ڪيءِ ٿي فڪر ۾ ويا فياض
عبد جاڏي پاڻ ڪيءِ ڪر الاهو آواز
وان الله لهو الغني الحميد آهي باري بي نياز
ڇڏي قلب قوازءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(ف)

فيئون پڙهو فرض ڪيءِ ڪيڍي قلب مٿون ڪُلفت
رکو پنهنجي رب سانءِ ماهر ٿي محبت
ما يفتح الله للناس من رحمة تن تي رب جي رحمت
جي ريڌا ۾ رياضتءِ سي گڏيا گوهر شاهہ گر ڪي

(ق)

قافئون قدم قرب جوء ڪڻ دلبر جي دربار
اسم جي اولاپ سانء اندر تون اُجار
ربک خير وهو خير الرزقين آ سچو رب ستار
وحدتي وڻجارء سي ڳڻيا گوهر شاهہ گر ڪي

(ڪ)

ڪافئون ڪسرت قرب جيء قائم ٿي ڪريچ
وحدت واريءَ واديءَ ۾ واڌو وِڪ پريچ
ان الله لا يامر بالفحشاءِ ڏن ۾ ڏيان ڏريچ
ڪي وينجهاري ويچء سي ڳڻيا گوهر شاهہ گر ڪي

(ل)

لامئون لامڪان ۾ عابد ٿيا اجرا
هلي ٿيندا ڳڻ حشر ۾ ساڃا ۽ ڏبرا
واذا الصحف نشرت عمل ٿيندا پڌرا
ذوق جني زبراء سي ڳڻيا گوهر شاهہ گر ڪي

(م)

ميمئون رهن مات ۾ محڪم ٿي مردان
انٿي پهر اسم جوء ڪيو گاروڙين گذران
واذا الجحيم سعرتء پڇهي دوزخ جو دهمان
خوف وارا ڪي خانء ڳڻيا گوهر شاه گر ڪي

(ن)

نونئون نيڪ صلاح جوءِ ڪر وحدت ۾ ويچار
نفي ٿي وڃ ناھہ ۾ نام ڏي نهار
ان الله بما تعملون بصيرُ آگي جي اختيار
جن تونهين تون تنوار سي گڏيا گوهر شاهہ گر ڪي

(و)

وائون وحدت ويڙهہ ۾ اچن ڪي عوشاق
جن ڪي گندرب گروءَ جوءِ سي نہ ٿين غمناڪ
والله يؤتي ملڪهٗ من يشآءُ جنهن ڪي گهري رزاق
چکن جن جا چاڪ سي گڏيا گوهر شاهہ گر ڪي

(ھہ)

هيئون وڪر من جڳ ۾ جيڪو وهائي
سو پڌرو ٿيندو پورب ۾ ساڻ منهن سائي
وازرة وزر اُخريٰ جو ڪري سو ڪمائي
ڪي رام ريجهائي گڏيا گوهر شاهہ گُر ڪي

(لا)

لامئون لامڪان ۾ اچي وحدت واس
پر ۾ پچي پروان جيان پياسي ٿين پاس
وثبت اقدامنا وانصرنا آهي الله کي ارداس
وٺي بوءِ برهہ جي باس سي گڏيا گوهر شاهہ گر ڪي

(ء)

الفئون الله جي مهر جيءِ وسي چپر تي چاٽ
ويراڳي ويران ۾ دونهين جي کن لاٽ
ويهدي من يشآءُ اليٰ صراط مستقيمء وٺي رميا واٽ
ڪاٺي ٻاجهر ٻاٽء سي ڳنڍيا گوهر شاهه گر ڪي

(ي)

ييئوَن يقين جن ڪيءِ سي سدا ماڻن سُک
جو في جي من جهان ۾ لڳي نہ تن کي لک
ان اوليآءَ الله لا خوفء ڏٺيءَ لاٿا ڏُک
موهن ۾ ٿي مُکء سي ڳنڍيا گوهر شاھ گر ڪي



# رامڪلي

مهوسي ٿي مرشد گهنيءِ ڪماوين قلب
گهت سرخيءِ صفات دي ويکين اسرار عجب
انهين گوهر شاهؔ گِل وچون، تيسين تيرا سارا مطلب



مهوسي ٿي مرشد گهنينءِ قلب ڪماوين ٻوٽي
ڏي آڳ ٻوٽي نون عشق ديءِ ڪرين لوٽ وچ لوٽي
پڇي تيري گوهر شاهؔ گهر وچءِ آپ ويکين ڦوٽي



مهوسي ٿي مرشد گهنينءِ ويکين نهرا نينهن
پڇي وسي تيڏي دل وچءِ مهر محبت دا مينهن
جنهان گوهر شاهہ گر سچاتاءِ هو يا شوق انهان دا شينهن



ڪنيون سنگتؔ ڪُلهن تيءِ سور مڙيوئي سنگتؔ
اڄ ڏٺاسين اکين سانءِ ڏوڙ ۾ لٽيا ڏِنگتؔ
خاڪ ٿي ويا خاڪ سانءِ لاڏُ ڪن جا لنگتؔ
ڏٺي ريٽن ڳاڙها رنگتؔءِ گوهر شاهہ گياني ٿيا



راتيان رُٺ جُهڻ رامَ سينءِ ڏينهان شَنان ڪن
تهدل تارڪ ترڪ جاتيءِ تيرٿ ڪيائون تن
ڏوپ ٻاري ڏٺن ۾ءِ لائي ويٺا ڏن
پوربي پَهرنءِ گلوبند گوهر شاهہ چئي

پٽ چڙهيائون پٽ تيءِ تن جتائون جوڙيون
ساميئڙن سچ ۾ سيلهون نہ ڇوڙيون
دست پناهہ دونهين تيءِ وينا آهن ڪوڙيون
ٻيائيءَ ڪي ٻوڙيون، گوهر شاهہ گنگا ويا

•

چر چراتين چنڊڙاءِ سيءَ وڃاين صورت
توڻي ڪوجها ڪاپڙيءِ تہ بہ مرڪي تن مورت
هريءَ هريءَ جي وارجاءِ تازا ڪيائون تيرٿ
ڪوجها سي ڪيرٿ، گوهر شاهہ گلزار ٿيا

•

طالب تون ٻئي طرف نہ تاڻ، تيرٿ تيرا هے تن وچ
اوئي وسدا باغ بندر وچ، اوئي وسدا بن وچ
ڪيڙ ستيندي دليون بجانؤن، منشا جو هے من وچ
ست سنگ گوهر شاهہ ست داءِ لاوين ڏيان ڏرين ڏن وچ

•

طالب تون ٻئي طرف نہ تاڻين، والي تئين وچ وسدا
فاني قريبٌ اجيب دعوة الداع دلدار نهين ڪو دس دا
ويسهہ وچ وهاب جنهين داءِ او وچ پرين نون پسدا
گلشن گوهر شاهہ نيارا نرمل، هر ڪنهن هِردي هسدا

•

طالب تون ٻئي طرف نہ تاڻين، چاتي اپڻي ڪولين
ونحن اقرب، نيڙي وسداءِ در نہ ڏوجها گولين
تئين وچ تجلا نور دا هيءِ چشم اپني چولين
جڏان تئينون گوهر شاهہ ست گرمليا پڇي ٻوليان منيان ٻولين

•

ٻوٽي قلب سيوئي ڪيمياءِ ڪي سُڃاڻن مهوس مُلهہ
نہ بناون تيل توتئي داءِ نہ سڙينديِ سنبل
قرب جنهن دا گلزار گوهر شاهہ او ماڻن موجان منڍل



ٻوٽي قلب سيوئي ڪيمياءِ مهوس مِل ڪريندي
من پاري نون ڏي پاٻوڙيءِ وچ منگل عشق مريندي
قرب جنهان داءِ گلزار گوهر شاهہ او واڏو وڪ پريندي



ٻوٽي قلب سيوئي ڪيمياءِ ڪي مهوس مُلهہ پرکيندي
نا جلاون جلونتري نونءِ نا باهہ بوتي ڏيندي
قرب جنهان دا گلزار گوهر شاهہ او ايڻي اوڏي نہ ويندي



ٻوٽي قلب سيوئي ڪيمياءِ مهوس مِل مِل آون
نہ اولاسار نون آتش ڏيونءِ نہ بوتا ڪو بناون
قرب جنهان دا گلزار گوهر شاهہ او ڪؤنتل عش ڪڏاون



چر چراتين چُنبڙاءِ سيءِ صورت ساڙي
پڇي يڳا الله ڏيءِ مئي سندي ماڙي
ترکي ويا ترڪ ڪيءِ طالب هٽي تاڙي
ٻيو لوڪ هٽي چاڙيءِ گوهر شاهہ چٽي گم ٿيو



چر چراتين چُنبراءِ سيءِ وڃاين سونهن
ٻاهر ڪوجها ڪاپڙيءِ اندر رنگيل تن جا روح
تيئن سترا گهمن سنسار ۾ جيئن ڀڪن پٽ ۾ ٻوهہ
ساميئڙا صبوحءِ ڪن ياد گوهر شاهہ گرُ ڪي

ياد ڪرو ڪن گوڏڙياءِ پر بينا بازار
ثم انکم بعد ذالک لميتون گياني ڪن گفتار
"ثم انکم يوم القيٰمة تبعثون سٽي خبر چار"
سي طالب سٽي تنوارءِ گوهر شاهہ گياني ٿيا

•

ياد ڪرو ڪن گوڏڙياءِ چٽا منجهہ چؤ سول
ولو رحمنٰهم وڪشفنا مابهم من ضُل للجوفي سٽائن ٿا قول
طغيانهم يعمهون ولقد اخذنٰهم بالعذاب ٻولي امڙا ٻول
رچي منجهہ رتولءِ گوهر شاهہ گياني ٿيا

•

سنگيونءِ سيلهيونءِ گبريونءِ سامين جا سامان
ڪٽناءِ ڪوڏ ڪنڌن ۾ ٻيا سنگ سچ سُڄان
لا اڪراه في الدينءِ ڪَهن ٿا قرآن
سياڻا سلطانءِ گوهر شاهہ گياني ٿيا

•

سنگيونءِ سيلهيونءِ گبريونءِ آڌوتين امانت
جي آهن گم الله ۾ سهٽي تن صحبت
لا يقدرون لاهوتيءِ سچي ڪن صفت
چڙي هٿ حُجتءِ گوهر شاهہ گياني ٿيا

•

سنگيون سيلهيون گبريونءِ اُهي گاروڙين جا گنج
چڙهيا وتن چالاڪ ٿياءِ وجهي سرخ گهوڙن تي سنج
ومن يطع الله والرسول فاولٰئلک مع الذين هاديءَ جي سي هنج
جن سچاتا پاڪ پنجءِ سي گر گوهر شاهہ گياني ٿيا

•

# سر ڪاپائتي

ڪيتريون ڪتڻ واريون، ويٺيون اليڙي آرٽ
ڪري پيا، ريءَ ڪار جي، پھاتن جا پٽ
مُنجھي ميرو ٿي پيو، جو نہ سموھيو سُٽ
لالچ جا پيا لٽ، گوھر شاھ چئي گرن تي



ڪيتريون ڪتڻ واريون، سُٽيون مٺي سيج
ٻوا ڪارڻ، ڏيان سان نہ ويون ڪنھن وٽ ويچ
چڙي چاھ چرخي جو، ٿيون ھيٺيون مٺي ھيج
ٿيو روح جنين جو ريج، سي گوھر شاھ گلزار ٿيا



تُنبي آتڻ تان، آرسين، جنين پاءُ پڇيو
ڪڍھن ٿئي ڪين ڪي، سو آڏوتي اُچو
سُٽ نہ جنھن وَٽ سقرو، اُن جو سفر سچو
پيرو ڪين پَچو، گوھر شاھ چئي چرخي ڪان



سنھون ڪتڻ نہ سِڪئين، تہ روڙج تون رنڊا
ڪرڪا ڪارڪتڻ جيء، آڏو سُچھن ڪنڊا
وري پيا واٽ تٺون، چؤنڪ جيڪي چنڊا
ڪي غازي تپي ڳنيا، گڏيا گوھر شاھ گرڪي



سَنهون ڪتڻ نہ سڪئين، تہ رنياروڙ پيو
اتي توکي اڏارو، ڪون ڏينڌو پيو
ڇڏي آتڻ ارٽ، ڪيئي لڏي لوڪ ويو
هڪ قائم نام ٿيو، گوهر شاهہ چئي ”گر“ جو

•

ڪتڻ واريون ڪيتريون، وينيون ايت اُليڙي
مونا مجيون، مڪڙيون، ڇڏيئون ارٽ جون اڪيڙي
سچڻ کي سَيي پرئين، سي نہ ٿيون نيڙي
نفس لوپي ليڙي، گوهر شاهہ گمراهہ ڪيون

•

جان، مون آتڻ نهاريو، تہ پاند مون ڍيرا
اورڻ واريون اُتي ويون، خالي پيا ڏيرا
پينر هن بر ۾، ڪپڙا ٿيا ميرا
دلبر جا ديرا، ڏسان گوهر شاهہ گسن ۾

•

جان، مون آتڻ نهاريو پائي پاند ڪَپهہ
نڪا ڪاپائتي ڏيهہ ۾، جن سان هو صلح
وندر جي ويراڳ ۾، ويهاريو ويسهہ
هڪ نينهن ٿيندو نيبهہ، گوهر شاهہ گس ۾

•

سنهون ڪتڻ نہ سڪئين، تہ مَرُ رنيائي روڙا
ڏور محبت موڪ جي، ٽِڪَ جي مٿان نہ ڇوڙ
عشق جا نوان ايت تي، جوتا پڌي جوڙ
مالهان پيو موڙ، انهيءَ گوهر شاهہ گهر ۾

•

ڏِکِ وِنگي وَرَ گهٽاءِ هاٺي کيئن کتانءِ
پينر من پلڪار ۾ چرخو ويو چتانءِ
کيو مون کاپائتيونءِ ميساري متانءِ
هاديءَ سان هتانءِ ملي گوهر شاهہ گس ۾

●

ڏِکِ وِنگيءِ ور گهٽاءِ هاٺي کتيان کيئنءِ
پها پيا پٽ تيءِ هٽان پئي هيئنءِ
نہ کتيان نہ ڪوڙي تيانءِ جيڏيون ڙي جيئن تيئنءِ
منهنجو سڱ نہ سچڻ سيئنءِ تي گولي گوهر شاهہ گهاريان

●

جان مون آتڻ نهاريوءِ پائي ڪپهہ پانڌءِ
اورڻ واريون اٿي ويونءِ خالي پئي سمانڌءِ
قرب واريون کاپائتيونءِ کٽي ويون رانڌءِ
ورهہ وارن ڪي نہ وانڌءِ گوهر شاهہ چئي گس ۾

●

ست تنهين جو سقروءِ جي محبت ۾ مضبوطءِ
انئي پهر ارٽ سانءِ قرب جنهين جو قُوتءِ
تارازيءَ نہ توريوءِ ٿيو تن ست ثابوتءِ
سي وڃي منجهہ لاهوتءِ گوهر شاهہ گلزار ٿيون

●

ست تنهين جو سقروءِ پيري جيئن پرتءِ
اٽتوريو اگهي ويوءِ متان ان ارٿءِ
هڪڙو اورڻ ارٽ جوءِ ٻي قابو وسيلي وٿءِ
جن تي هاديءَ جو آهٿءِ سي گوهر شاهہ گلزار ٿيون

●

ٽِڪِ ونگي ورگهٽاءِ ٻيو اٿت پيو الڙيءِ
آهي ٻوريءَ جي مٿانءِ اڃا پيري ڪا پلڙيءِ
ڪنڻ وارين جو ڪاپائتيونءِ پوند وهاڙهي ۾ هلڙيءِ
سي ڪوڙيون ٿيون ڪلڙيءِ جي غافل گوهر شاهہ گر ڪان

•

ڪوجو وَهُہ ڪاپائتيءِ ڪتي لاهي ڪَٽُءِ
وَهي تنهن جو وحدت ۾ءِ اسم ساڻ ارٽ
چورڻ چرخي جي چٺئونءِ من جو هٽي مرٽ
ڪوجي راند ڪٽءِ گوهر شاه هن گس ۾

•

ڪو جو وَهُہ ڪاپائتيءِ ڪتي قرب سانءِ
اوري ارٽ اڌ رات جوءِ تڪي طلب سانءِ
ماري پنهنجي من ڪيءِ هڪ ذڪر ضرب سانءِ
ڪتڻ قلب سانءِ ڪو گوهر شاهہ گرُ ڪان سکي

•

سٽ تنهين جو سقروءِ جي اورن ٿيون آڏي
بنا ڪار ڪتڻ جيءِ ٻيون بند ۾ آهن باندي
جنهن ڪي عشق ارٽ جوءِ سا وس ڪان ناهي واندي
تنهن ڏنو وجي هاديءِ گوهر شاهہ چئي گام ۾ءِ

•

ڪوجو وَهُہ ڪاپائتيءِ ڪتي ۽ ڪنبيءِ
سٽ تنهن جو سقروءِ سموهي سنبيءِ
پها عجائب ارٽ تيءِ آرسان انبيءِ
چاهہ جي چنبيءِ گوهر شاه گمراه ڪئي

•

چرخو چور چاهہ مؤن، ڪاپائتني تون ڪَت،
اپرو اورڃ عشق سان، تي محبت منجهہ مست،
آتڻ ۾ عجيب لئي، روئج وينئي رَتُ،
پرور رکندو پت، ٻڌي گفتا گوهر شاهہ جا

•

چرخو چور چاهہ مؤن، ڪت پيئي ڪوڙي،
ڪنيو وينئي آهين، مٿي تي موڙي،
قسمت آندي ڪوهہ ڏي، جيئن وجي واچوڙي
ڏرينڊا منجهہ ڏوڙي، گوهر شاهہ چئي گس ۾

•

چرخو چور چاهہ مؤن، ڪتڻ ڪم ايندو،
سياڻ ڏينهن ڏياريءَ جي، پچن جو ٽيندو،
قري لوڪ فيض جو، مبارڪ ڏيندو،
نينهن وٺي نيندو، گوهر شاهہ چئي گرُ ڏي

•

چرخو چور چاهہ مئون، ڪتڻ چڱي ڪار
عيد ڏينهن اڳهاڙن، پونڊئي خبر چار
آريچن جو ائيت سين، آهي ڏاڍو پيار
سبي هوندا باغ بهار، گوهر شاهہ گلزار ۾

•

چرخو چور چاهہ مئون، ڪتج ڪاپائتني
وساري ويهہ نہ اُبرو، تر ۾ سُست ٿي
ست ڪتج تون سڦرو، پاڪ پيالو پي.
جن ڏنو مري جي، سي ڳڙيا گوهر شاهہ گرُ ڪي

•

چرخو چور چاھ مٺون، کتج کميٽي
سپڙ جي سنيپال ۾ ڪين تج هيٽي
پهچائيندو پهيڙاءِ پانهن ڏئي ٻيٽي
تن پاڪر مِلي ٿيٽي، جن هٿ گوهر شاھ گرُ ڏنو

•

ڪتڻ جي ڪانہ ڪرين، ساهين هڻ سُتي
صباح توري ٿُريءَ ۾ ونندئي وڪر هُتي
چو ڪٽي حيران ڪيئي، پٽڪڻ من پُتي
انهيءَ ڪاري ڪُتيءِ، گوهر شاھ گمراھ ڪيو

•

ڪتڻ جي ڪانہ ڪرين، سُتي هڻ ساهين،
چونہ چاتيءَ چرک سان، ڪتڻ ۾ ڪاهين
ٻنا ڪار ڪتڻ جيءِ موڳي چڻ آهين
ٿاهي پئي ٿاهين، گوهر شاھ چئي گهرَن ڪي

•

ڪتڻ جي ڪانہ ڪرين، ننڍ جي لڳئي نوڪ
توڪي سعيو ناهي ڪوءِ لڏي پيو ٿو لوڪ
ڪوڪاري پئي ڪانگ جان، جهانگيئڙن جي جهوڪ
ٻيو ٻڌڻ وارو ٻوڪ، گوهر شاھ گر هيڪڙو

•

ڪتڻ جي ڪانہ ڪرين، لڏي پيو لوڪ
توڪي آهي منجهائيو، لوڪ سندي ٿوڪ
سوا گهڙيءَ جو ڪيل آ، دنيا واري جهوڪ
روڳ ڪري ٿو روڪ، گوهر شاهہ چئي گرُ ڪان

•

# سُر بلاول

اوسر سنڌو آسروءِ وڏو آهي وڳڻ،
آيس بوءِ بهار جيءِ وينو پڙهي صمد،
در نہ ڇڏيندو دوست جوءِ توٽي ڪٽينس ڪنڌ،
ڇُري نہ ٻئي هنڌ، بنان گوهر شاهہ گر جيءِ.

•

اوسر سنڌو آسروءِ وڳنڊ ڪي وڏيڪ
عطر عشق عجيب جوءِ جيڪو راهہ ۾ رفيق
محبت جي مسڪين ڪيءِ پاڻ ڏيندو توفيق
طبيعت نوڪر جي ٺيڪ، گوهر شاهہ چئي گيان ۾

•

اوسر سنڌو آسروءِ وڏو وڳنڊ ڪي
ضعيف ڪي ذرو ڪوءِ ڏات منجهوڻ ڏي
وينو آ تنهن جي در تي حب منجهوڻ هي
قرب وٺي ويا ڪي گوهر شاهہ چئي گُر ڪان.

•

سومرين جي سڪ لاءِ سام ڪئين سالار
سي سنگ نہ ڏينديون سومريون، جي آيون انڙ جي آڌار
وهٰذا صراط ربک مستقيما پروڙ پچار
سپڙ جن سردار، تن غم گوهر شاهہ ناهہ ڪو

•

سومرين جي سڪ لاءِ سيد ڪئين سام
سي سُنگ نہ ڏينديون، سومريون، جي آيون اجهي انڙ جام
فمن يرد الله ان يهديہ ڪن سپڙ جو سلام
جن وٽ قرب ڪلام، سي گوهر شاهہ گلزار ٿيون

•

سومرين جي سُک لاءِ سام ڪنئي سچي
ڪيون اجهي پانهنجيءِ انڙ چام اچي
فان ذالک من عزم الامور جا ماهر تي مچي
رنگن منجهه رچيءِ گر گوهر شاهه گيان جي

علاءِ الدين آئيوءِ جنهن جو هاک هٽي هاتي
نوڪر نائڪ نائب ڪي ٿيءِ سَوَ تنهن سان ساٿي
يؤتي الحڪمة من يشاءُ زهد بہ ذاتي
صورت سچاتيءِ ڪن گوهر شاهه گر جي

علاؤ الدين آيوءِ وڳا نغارا
بگل ۽ بينڊ سانءِ يگانو نوبتون ۽ نارا
ولله علي الناس حج البيت سُر ۾ ستارا
سي ٿيا مومن موچاراءِ جي گڏيا گوهر شاهه گر کي

علاؤ الدين آئيوءِ ڪٽي تير طبل
شهر شهر ۾ شوق ٿيا شاديون ۽ شغل
ان الله ڪان عليڪم رقيباءِ ڪيو مست منڊل
ٿيندو حامي منجهه هڪلءِ اچي گوهر شاهه گُرسو



# سسئي

آڏا ڏِرچا آهڙا جبل ۾ جهولا
اوڪا گهيڙ جبل جا پيا رائي ۾ رولا
سسئي ريءَ سڄڻ جيءَ ٻي ڪير ڪري ڳولا
ٿيا ڇهاڙيون ڇولا گوهر شاهہ ڇٽي گس ۾

●

ڪرڙا ڏونگر ڪَهَ ڪَهٽيءَ جت رائو تتورڻ
حب مئون هلندي موت ڏيءَ ڪا ڇڏيءَ آتڻ
پونڌو پرت وارن ڪيءَ هاڙهي منجهہ هلڻ
سڄڻ منجهہ سڄڻ ڳڏبو گوهر شاهہ گس ۾

●

ڪرڙا ڏونگر ڪَهَ ڪهٽينءَ جت رڻ پٽ رائو
تتل ڏينهن تابش جوءِ ڪونہ ڏٺي ڪائو
ڳڻجي هلي گس ۾ء پاڻيڻ نہ ڪو ٻائو
هاڙهي ۾ هائوءِ گهلي گوهر شاهہ واءِ پيو

●

ڪرڙا ڏونگر ڪَهَ ڪهٽيءَ جت رائي پير رَتا
پير پيادن جا ڏينهن جيءَ تابش منجهہ تتا
ڪي هلندا هاڙهي ڏي جي سڄ ۾ ستا
ڪي وڃي پهتا گوهر شاهہ ڇٽي گهوٽ ڪي

●

آڏ ترچا آهڙا اوڪي وندر واٽ
جنهن ڪي پياس پنهل جيءَ سا هلي ٻاري لاٽ
تنهن ڪي منجهائيو آءِ لکن جي لوساٽ
گهيڙ گوهر شاهہ گهاٽءِ جبل جا جهاڳي وئي

●

آڏ ترڇا آهڙاءِ ڏونگر ۾ ڏاريون
چڙهندي وچي چاهہ مٺون سڄڻ کي ساريون
پهڻ پيرپٿون کياءِ گوندر کيون گهاريون
پاڻ پاروچل پاريون، باهيون گوهر شاھ گس ۾

•

وڏا وڻ وڻڪار جاءِ جت چوٽيون چڙهاڪا
ڏکيا ڏونگر پنڌڙاءِ اوکا آڙاڪا
چيتا ٻُڇهن چُرن ۾، واگهو ويڙهاڪا
وندر وراڪاءِ گهٽا گوهر شاھ گس ۾

•

وڏا وڻ وڻڪار جاءِ اوکا ڏونگر لڪ
کين چڙهيندو ڪارٺيءِ پنهل ۾ آ پڪ
ڪا قرب واري ويندي کيچ ڏيءِ هزارن مٺون هڪ
جهاڳي جهولا جهڪءِ گوهر شاھ گڏبي وچي گهوٽَ کي

•

وڏا وڻ وڻڪار جاءِ جت رڇ راڙيون ٿا ڪن،
ڳور پٽءِ ڪارن ڳلن سانءِ واتن تي وڙهن،
بگهڙ بکيا برن ۾، بيٺا بگهاڙيا هٽن،
ڪي پرت واريون پهچن، گوهر شاھ چٽي گهوٽ کي،

•

وڏا وڻ وڻڪار جاءِ جن ۾ لُنڊيون پيون لڙکن،
ڪپرءِ نانگءِ ڪڻءِ ڪي ٺيءِ گهوڙيليون گهمن،
سنگ چور سڄن ۾، واڇر واڪا ڪن،
آري ڏيندو امن، گوهر شاھ چٽي گس ۾.

•

وڏا وڻ وڻڪار جاءِ جت رڻ پٽ ريگستان
ھاڙھي ھرڪا ھلنديءِ ساڻ ڪٽي سامان
پاڻي ناھ پنڌن ۾ آھن بر وڏا بيابان
ھاتڪ ٿيا حيران، اُن گس ۾ گوھر شاھ چئي

ھلني ھاڙھي حب ۾ سسئي ڪٽي سور
گوھر شاھ گسن تيءِ پلپل پونس پور
ڪاھي پيئي ڪافن ۾ ڪري گاڙر گھور
ورھ ڪئي وھلورھ پيس رات رُڃن ۾



# مارئي

آءُ مارو ميڙائو گُهران، جيئن تري مينهن گُهرن
صبوح جو ساٿيهہ ۾ پڪرار پيا پُرن
ريبار منهنجي روح ۾ هاڻ پيا هرن
پهريو پٽ پُرن، گوهر شاهہ گُلڙا پڌي
•
آءُ مارو ميڙائو گُهران، تري گُهرن برسات
اُتا مينهن ماڙ ۾، تي خوش مارن جي ذات
ڪانون جيان ويڙهن ۾، ريبر ڪن رنگ رات
ڪنياتا لنون لاتءِ گوهر شاهہ گهرن تي
•
آءُ مارو ميڙائو گُهران، تري گُهرن تڏڪار
اُتا مينهن موهر ۾، بيحد بي شمار
ڪِرنگهہ سانوا ساوڙا، گاهن ڪئي گلزار
ساٿيهہ ۾ سنگهار، چارن گوهر شاهہ گوڙيون
•
ڪُهہ آسون عمر ڪوٽ جون، پَن ڪنڊون ۽ ڪير
اڏن جهوپا جهنگ ۾، ڏوتي ساڻ ڏير
پئن جهڻ ڪتي پيا مارو روز امير
ڪائن پاڪ پنيرءِ گوهر شاهہ گلزار ۾
•
ڪُهہ آسون عمر ڪوٽ جون، بن چُوڙيلين جا چاهہ
لوٺي اوڏيندڙيس لاڪ جيءَ ڏيان بخمل ڪي باهہ
اُتا مينهن ماڙ ۾، ساوا تيئڙا گاهہ
ڪئي تر تي ڪيت نگاهہ، گوهر شاهہ گلزاري تي

پيهون جوڙن پٽن تيءِ عمر اباڻا
مرڪن ملڪ ملير ۾ پڪا پراڻا
الله ڏٺي اڪيونءِ شل سانگي سچاڻا
ڪاٿي للر ۾ لاٿاءِ گوهر شاهہ گلزار ٿيا

●

مارو ئڙا ملير ۾ اڏي ويٺا وتاڻ
جرڪن جهانگيئڙن جاءِ پٽن مٿي پاڻ
پيئن ڪير خوشيءَ مانءِ ڪن ٿا روح رهاڻ
جِهجيءِ جهانگين ڪاڻءِ گوهر شاهہ غمگين ٿي

●

مارن ملڻ لاءِ مارئي آ مانديءِ
اديون عمر ڪوٽ ۾ ڪنهن ارادي آنديءِ
ويڙهيچن جي ورهہ ڪٺونءِ وار نہ آهيان وانديءِ
ٿي هيڪر هيڪانديءِ گوهر شاهہ غمن سان

●

پهرين راتءِ پنهنواريءَ وٽءِ آيو عمر چامءِ
ڪرڪوٽ قبولءِ عمر چامر جوءِ چاڻ ڪيت جو نالو خامءِ
جي ويهنديءَ سومري سيج تيءِ توڪي چڱو چوندو عامہ
بَنُءِ موڙءِ ويهہ محلي ۾ مارئي چڻ ماتامءِ
وسارِ وطن ويڙهيچن جوءِ شهر آڏي گامءِ
ڪري ڏمچر ڏامءِ ويهہ راٺي رنگ محل ۾

●

ادا عمر سومراءِ آچ نہ اھڙا ويڻ،
ڪيت پنهنجي ورَ ساں، وجي ڪاٺيندِيس ڪيڻ،
منهنجا ملڪ ملير ۾ سڪيا هوندا سيڻ،
گوهر شاهہ چئي غم ۾ آهي من مارئي جو ميڻ،
صبوح جو ساٿيهہ ڏيءِ ڪنيون نهاريان نيڻ،
تون ڀاءُ آءُ ڀيڻ، ڪيئن پرٺو نهي پاڻ ۾.

•

پي رات ڀيڙا ڪٺيءِ، عمر جو آيو،
مارئي! مون سان ملڻ جوءِ سنبري ڪر سعيو،
يا! جوَاب ڏي جلد مان، يا! راجا ڏي ڪر رايو،
مهر منجهان مارئي!ءِ مون توکي ٻولي ٻڌايو،
محبت جي ميلاپ لاءِ هي ٺام آهي مون ٺاهيو،
پَنڙا تون پايو، ويهہ راڻي رنگ محل ۾.

•

صبر ڪر تون سومراءِ ڏس قادر جي قدرت،
خدا ڪارڻ خلق جيءِ ڪر عمر عدالت،
اسان پُسيون پيون پٽن تيءِ تو وَتِ شيشن ۾ شربت،
گوهر شاهہ چئي گيدوڙا ٿرن لاءِ اسان لاءِ نعمت،
ڪين ڇڏينديس ڪڏهين، مارن جي محبت،
تون راجاءِ اسين رعيت، ڪيئن نهي پرٺو پاڻ ۾.

•

ٽين رات ٽيلي سان، اچي سومري ڪيو سَلام،
آءُ ڪِلي چَڙهہ ڪٽ تيءِ مارئي لاهِ ملام،
ڇڏ پياس ڪيءِ اچي ڪاءُ ٻاڪرا طعام،
پرٺجي عمر جام سان، ويٺي ڪر آرام،
مارئي! تون ماڙين ۾ ٿيندين ءَ سُکي صبوح شام،
وساري آڏي گام، ويهہ راڻي رنگ محل ۾.

سمجهہ ڪر تون سومرا! نہ ڏي گرل کي گاريون،
هُت اڇن ٻَريون اجهورتيءَ، چوڙيليون چاريون،
مَرڪن اسان جي ملڪ تيءَ ڏنئرن جون ڏاريون
وسن مينهن ملير تيءَ ٿهڪن ٿيون ٿاريون،
گاهن ۾ گهاريون، گوهر شاهہ گلزار ٿيا.



چوٿين رات چاهَہ مئون، آيو مير عمر،
مارئي ويهہ مات ڪري، وسارج وڳر،
سُکي ٿيندئين سومرن ۾، چاڻي هڪ قادر،
سونهن سورج صحن ۾، مارن جا گل جافر،
موهر جي مارن جا، مارئي چئو مڪر،
پائي جهومڪ ۽ جهالر ويهہ راڻي رنگ محل ۾.



عمر اِباڻن ڪيءَ، گرُ نہ لائيندياس،
ڪنبيون وچي ڪيت سان، مان ڪائيندياس،
ڪاٽي قيد ڪڙن ڪيءَ وطن آءُ ويندياس،
پُسيون پنهوارن سين، پٽن تي پيئندياس،
گوهر شاهہ گلزار وچيءَ ٿرن ۾ ٿيندياس،
هيءَ خبر وچي ڏيندياس، مارن منجهہ ملير ۾.



# ليلان چنيسر

چنيسر سين چاهه متان ڪري ڪا مُنٽ
ليلان ويٺي لهور مان، ڪري هيٺ ڪنڌ،
گهڙيون گهارڻ ور ريءَ آهي اوکو پنڌ،
چلي اهو هنڌ، جت منگل گوهر شاهه ٻري.



چنيسر سين چاه ڪا منٽ ڪري متان،
راڻي نڪتي راڄ مان هار ڪٽي هتان،
پوءِ مٽيٺي موهي مست ڪٺي جڏهن چاهه رکيائين چتان
قرب ملي جتان، سو گُر گوهر شاهه سڃاڻي.



چنسير سين چاهه، ڪا متان رکي راڻي،
ليلان تڙي لهور مان جڏهن رات وهاڻي،
مٽيو ڪنيائين مٺ ۾ چاڻي سڃاڻي،
جا گهر ڏياڻي، سا گوهر شاهه گهتيون قري.



هلندي ڪانہ حبيب سين، حجت جي هستي،
تڙائيندي طمع وارن ڪي مٺين جي مُستي،
ليلان ڪي لاڏ جي سيني ۾ سُسِتي،
لِهور جهڙو لستي، گهر گوهر شاهه ڇڏي وئي.



هلندي ڪانہ حبيب سين، زور بنا زاري،
ٻانهون ٻڌل رومال ۾، ٻي ڳچيءَ ۾ ڳاري،
پوءِ پاڻهي ڪندو پرت وندن تي صاحب ستاري،
داسڙو دلداري، ڏيندو گوهر شاهه گسن ۾.

هلندي ڪين حبيب سين حُجت هڪ واري،
راءُ تڙائي راڄ مان، ليلهان لاچاري،
هار ڪٽي حرفتي ٿي، ڪاڻ اڳيان ڪاري،
ڪئي مٽيئي مياري، اڳيان گوهر شاهہ گهوٽ جي.



حجت چام چنيسر سان، متان ڪاڪري منڍ،
داسڙي جي دربار ۾، ڪيئن ڪٽندي ڪنڍ،
نينهن نياڻ ور سان، آهي اوکو پنڍ،
اهو سرهو هنڍ، جتي گل گوهر شاهہ داسڙو.



## سورٺ

راجا ڏاڍي رنگ سان، آچي ڪيرتُ ڪولِ،
ڏنو سر هٿن سين، راڻ منجهان رتولِ،
ساڌو سائينءَ جي نام تئون، گهٽ ۾ پيو گهول،
ڪيا پورا ڀڳڻ ٻول، گوهر شاهہ گر نار ۾.

●

راڻ ريڊو راڳ تي، ويو چارڻ وٽ چلي،
وڏي سر هٿن سان، ڏنو وير ولي،
چارڻ ڪنيون چاهہ مئون، خوشيءَ سان ڪلي،
ڪري ڪانياواڙ ڪلي، گوهر شاهہ گلزار ٿيو.

●

راڻ ريڊو راڳ تي، ٿيو قرب مَٿي ڪانياواڙ
ڦليمنجکواقليلا وليبکوا ڪٿيراء اُڪير جي آڙ
جاجڪ جهونا ڳڙهہ ۾، ڪئي ترڪ جي تاڙ
اُپو ۾ لاڙ، گوهر شاهہ گلزار ٿيو

●

رات وِهاڻي ڏينهن ٿيو، شمس شعاع ڪيو،
چارڻ چنگ شروع ڪري، تندن کي تيو
سارو ڪوٽ گِرنار جو، جنبش منجهہ پيو
پاتو راء لِيو، گوهر شاهہ گِر نار مَئون

●

رات وِهاڻي ڏينهن ٿيو، ڪيو شعاع شمس
بيجل ٻاڪاري بيٺو، پَوي راءَ کي ترس
چارڻ وڃايو چنگ کي، اٿي گرنار گس
داتا جو دَرسُ، ڪو گياني گوهر شاهہ ڪري

رات وهاڻي ڏينهن ٿيو، ڪيو شمس شعاع،
ٻيجل ٻيٺو ٻَنگ سان، در تي ڪيڻي داءُ،
ٻنان سِرَ صوفي چَئي، پيو نہ منگتي نياءُ،
ريجهي پيو راءُ، گوهر شاهہ گر نار تي.

●

طلبي! تسيا نہ ڏيوتن، سامي! چاهيو سڪ
پنهي مکڻ ملڪ مٺون، ڪائي پريو ڪُڪ
گيڏ وڙي جي ڳِگَ تي، ٻوڙي پريو ڍڪُ
ڪي محبت وارا مُڪُہ گوهر شاهہ گياني ٿيا

●

طلبي! تسيا نہ ڏيو تن ڪي، سڪ ڳوليو سامي!
ويٺي آتوَ ويراڳ، جي، آگ اُجهامي
ان قارون ڪان من قوم موسيٰ ڪر ويو ڪامي
ٿيو سِرَ جاسَلامي، تہ ڏسو گوهر شاهہ گر ڪي

●

طلبي! تسيا نہ ڏيو تن ڪي، سامي! سڪ ڳوليو
پيٽ ڪارڻ پنهنجي، چپ تا چوليو
والله لا يهدي القوم الفاسقين ڀڄڻ آ ٻوليو
قسمت آ روليو، گوهر شاهہ گنڍن ڪي

●

آيو جوڳي جهونا ڳڙهہ ۾ پڙمي ڪي داڻام
ڪيئين ڏنائين ڪيرتيام وتن ڪوماٺا
چارڻ چنگ وڄائيو، اڇي سُرَ ساماٺا
راجا ۽ راڻام گوهر شاهہ گمراهہ ٿيا

●

آيو جوڳي جهونا ڳڙهه ۾ ڪٽي صورت ساز
ٻيا ٻه ڏناٿين ڪيتراءِ ڪيرتيا منجهه قواز
چارڻ چنگ وڄائيو ٿيا الستي آواز
نميو ڪن نيازءِ گوهر شاهه گر نار ڪي

●

آيو جوڳي جهونا ڳڙهه ۾ ڪٽي تنبورو
وڳي تند تنوار جيءِ ڪُلميو ظهورو
ويو ڪوٽ۾ گرنار جوءِ ڏُٻي سمورو
ٻولي يڪت پُوروءِ گوهر شاهه گر تار سان

●

الله جي آسَ ڪري هليوءِ ڪٽي مٿي تي موڙا
چارڻ ٻَڌا چنگ ڪيءِ جهاڳا ۽ جهوڙا
ٻيجل جي ٻانهن ۾ چلڪن پيا چوڙا
ڪنگڻ هٿا ڪوڙاءِ گوهر شاهه چٽي غريب ڪي

●

الله جي آس ڪري هليوءِ ٻنگ ڪٽي ٻيجل
چارڻ جي هٿا چنگ ڪيءِ موتي ڪٿين مڙهيل
وڳي تند تنبير جيءِ جهولي پيو جهنگل
ٿيا مروئن جا منڊلءِ گوهر شاهه گرنار ۾

●

الله جي آس ڪري هليوءِ ٻيجل لوڏي ٻانهون
چارڻ چنگ وڄائيوءِ ٿيا آواز الاهون
مرون جي جهنگل جاءِ سُٽي ڪن دانهون
ويون وسري تن واهونءِ سٽي گز گوهر شاهه چنگ جو

●

جوڳي ٿئي کو جوڳ ۾، کو گهمي چمن چين
من ازداد لما فلم يزدد هدي لم يزدد من الله لا يجدا پڙهي پرجهي کين
ٻڌي حديث ڀڳڻ جيءَ، کو ثابت رکي يقين،
رکندس حُب حسين، گوهر شاهہ چئي گُر جي



گل چنو گرنار جو اڇي ڪيرت ڪول
ڏنو سر هٿن سين راءُ منجهہ رتول
ساڏو سائينءَ جي نام تؤن گهت ۾ ٽيئڙو گهول
ڪيا پورا ڀڳڻ پول، گوهر شاهہ گرنار ۾



گل چنو گرنار جو، ٽيو خالي ڪانياواڙ
فليضحكوا قليلا وليبكوا كثيرا پيو راٽين ۾ ريهاڙ
جاجڪ جهونا ڳڙهہ ۾، ويو ڪري هٿ تاڙ
ٽيو سورٺ سِر ۾ ڦاڙ، گوهر شاهہ چئي غم جو



# هير

هير ڏني تصوير ماهي ديء، ڪم ڪار وسر ڳيس پيڪا
سا وت وينڌي طرف سهڻي ديء، جنهن نون سوز ڏتا هي سيڪا
گجر گوهر شاه هئي حيرت دي وچ، چوڙ ڏتس ٽڪاڻي دا ٽيڪا

•

هير ڏني تصوير ماهي ديء، جهنگ چير چارا چو ڪيتس
محبت والا مست پيالاء پريم وچون پُر پيتس
اپڻا ساهہ گوهر شاهہ گهن ڪيء سهڻي دي وچ سيتس

•

هير ڏني تصوير ماهي ديء، جهنگ چير چاري بنيڌي
عشق ماهي دا سيالي سَتر وندء مَل محبت وچون مينڌي
گهر گوهر شاه چوڙ ڏتاء ڳالهين عشق واليان جوڳٽينڌي

•

هير ڏني تصوير ماهي ديء، ڪم ڪاروسر ڳيس گهردا
هڪ شوق ماهي ديء ملڻ دا آهسء ڏوجها ذوق نہ ڪوئي زردا
سا گوهر شاه گلزار ٻيلي ٿئيء جنهن نون ورهہ لڳا هے وردا

•

هير ڏني تصوير ماهي ديء، جهنگ سيالء ديان چوڙيان جهوڪان
نڌي ٽپ ڪي نرملء ڪول ٿئي وچء پوڳئي خوب خبر وچ لوڪان
گهر هير گوهر شاهہ چل چاق آياء لٿيان سياليان تون سڀ ٽوڪان

•

هير ڏني تصوير ماهي ديء، جهنگ چير چاري ڪرينڌي
چاق نال سيالي سئنيانء نينهن والي نظر ڏرينڌي
رانجهن دي ڪڻء راوي وچونء گهڙي گوهر شاهہ جو پرينڌي

هير ڏٺي تصوير ماهي ديء راوي تڪ ڪريندي رستي
چاق نال وچ اُنهن دا چاه لڳاء من محبت ڪيتا جنهن دامستي
وٺاڻ گوهر شاه گهوٹ ماهي داء اُس نون برهہ ڏتا ڪر بستي

●

هير ڏٺي تصوير ماهي ديء گهر وسر ڳييس گلزارا
ڪاهي وينديِ راوي ڪناريء نياري نينهن والا مار نعرا
غمگين گوهر شاه هوئي حيرت وچ، جنهن نون ڪيتا عشق اشارا

●

# بيت گڏيل

صحيح، سونو سڪ سان، رکيو جن ناتو
محبت جي مٿخان ۾، پيچ جنين پاتو
ناتو جن لاتو، سي گوهر شاهہ گلزار ٿيا

•

آهن عشق ميدان ۾، دهشت وارا ڏچ
تهمت پسي عشق جي، پچڻو آهين تہ پچ
گهڙُ گوهر شاهہ پڙ ۾، لوڪئون لاهي لڄ
اٿئي جيڪي اڄ، چڻ سارَ سياڻي روز جي

•

صوفي صاحب خيال جا، عشق جا امير
طالب تنهين نامَ جا، پڙهيا پنڊت پير
دعائون گُهرن درويش کان، راجا ۽ وزير
جنهن جو نام فقير، تنهن غم گوهر شاهہ لاهيا

•

ڪي بنا عشق الله جي، ڳالهين جا ڳهير
ڪي محبت جا مهمير، گوهر شاهہ گلزار ٿيا

•

پتنگ چوائين پاڻ کي، تہ مچ ڏسي نہ موٽ
ڪاهي پئہ ڪڙ ڳاهہ ۾، عاشق چڙهي اوٽ
راز گوهر شاهہ راز سان، وجهي راز پچائج روٽ
گهڙ تہ ٿئين گهوٽ، منصوري ميدان ۾

•

چا جو انسان! چاجو شيطان، چاجو مٿو ميرو
ڪل شيءِ قديرہ پرجهي پس پيرو
جنهن ڳالهہ ۾ ڦيرو سر گوهر شاهہ سوئي

•

مرغ هوادي وطنا اپٽين، پڃري ڇوڙ اُڏائي
هرڪو هلسين، هٿين خالي رهہ سين مور نہ تڪائي
ڪٿي سڪندر دارا جهڙي، ڇوڙ ڳئي طول وهائي
غم گوهر شاهہ برهہ داباري هن وهندے نيڻ نمائي

•

هڪ ڏهاڙي مرشد ميڪون آکيا
تئين دلبردا ديدار ڪيتا؟ آکيم جيتا صاحب جيتا
روڳ رڳان وچون ٻيائي والا
تئين نال نظر دي نيتا؟ آکيم جيتا صاحب جيتا
آکي گوهر شاہ تئين
مئي دا پيالا پيتا؟ اکيم جيتا صاحب جيتا

•

عشق آدم خور آيو ٿيءِ وڙهي ڳولي ڪنهن ناٿ کي
ڪوڙيين منجهئون ڪو سڃاڻي، عشق واري ذات کي
اثبات گوهر شاہ عشق سان، ڪيو صورت واري صفات کي

•

ڪاهوڙي ڪراوياءِ ڇڏي خودي ۽ ڪوٽ
لا وجود لاهوت ۾ پڇي جسم جي اوٽ
ناڪاري ناسوت ڪنئون، چڙهي ويڙا چوٽ
پائي گيڙو گوهر شاہ گهوٽ، سُتا سوريءَ سيج تي

•

سنبري هليا ستگر ڏيءِ ڪري يقينوُن ياد
ملحد ڪي ميدان ۾ ماري ڪيائون ماد
جڳت جي جوفي ڪنئون، عاشق ٿيا آزاد
گوهر شاھ ارشاد، عشق ٿين الله جو

•

سنبري هليا ستگر ڏيءِ راول ٿي راڳي
مست ٿيا مسروريءَ صورت پسي ساڳي
دل هميشھ دم جيءَ وحدت ۾ واڳي
جوان ڪي جاڳيءَ، ڳڏيا گوهر شاھ گر ڪي

•

نفس آهي نڳ، من ريهي ٿو منٿ ۾
درويشن دم ڏيان جوءِ دوڙي ورتو دڳ
ڪاڪا صورت قرب جيءَ جوفي ۾ سارو جڳ
سورھ ماري سڳ، گوهر شاھ گلزار ٿيا

•

پائي پير پڙ ۾ ٿيا پڌر پهلوان
پسڻ ۾ پٽمال ڪيا، ڀنبڙين جي پٽڪان
پچَن پسن پرڪيءَ پياسي پروان
پرين ڪاٽن پان، گوهر شاھ پرت مَٺون

•

بي بيان عشق جيءَ آهي ٽنا ساراھ
ڪيرايَٽي ڪان هٽيءَ ديوانا داناھ
گوهر شاھ چٽي گُر جوءِ برھ بي پرواھ
عاشقن اللهءَ ووڙي لڌو وٽڪار ۾

•

شيعوءِ سني سڏائڻ سؤکوءِ صوفي سڏائي ڪير
صوفي مست لا مذهب ۾ جتي نہ ڪوئي غير
ڪي مرد اچن ميدان ۾ پائي پرتئون پير
سالڪ ڪندا سَئيں گھگھن گوهر شاہ محل جو

•

پاڻيھي پسي پاڻ کيءِ ٿيا پسڻ ۾ پئمال
پسڻ ٻاجھئون پانھنجيءِ زهد سڀ زوال
گر گوهر شاهہ پاڻ ۾ خوف وارو ڇڏِ خيال
برهہ سان برحالءِ پاڻ سڃاتو پنھنجو

•

پاڻ سڃاڻي پانھنجوءِ ٿيا پسڻ اندر پُر
پي پيالو پرت جوءِ پاڻيھي ٿيا پڌر
جھڙو پسڻ پانھنجوءِ تھڙو ٻيو نہ هنر
گوهر شاهہ چئي گرُءِ پر گھٽ آهي پاڻ

•

پسڻ ٻاجھئون پانھنجيءِ ٻيو سڀ محض گُناهہ
جن پروڙيو پاڻ ۾ سي ٿيڙا حاصل باﷲ
گوهر شاہ غيوب ۾ ويا دم هٽي داناهہ
ڪرٖي نظر نگاهہءِ پسي آيا پاتار مئون

•

# ٽيھہ ڏينھن

ڪيہ ڪاپڙين جيءِ پوڄا پهرئين ڏينھن
لڪايٺن لوڪ ۾ وسائي محبت مينھن
تارڪ طمع ڪان ٿياءِ شوق انھن جو شينھن
نھرو ونئي نينھنءِ عاشق ٿيا الله جا

•

پڙھن پرت پيار سانءِ ٻئي ڏينھن ٻول
ونحن اقرب اليه من حبل الوريد وحدت ۾ وَڙول
گوهر شاهہ ڇئي گر جيءِ آهيون قدمين ڪولَ
ڇڏي ڏِڪاڻا ٽولءِ عاشق ٿيا الله جا

•

ٽئين ڏينھن ٽپو ڏيئي پڙ ۾ اڇي پياءِ
وحدت واري ويڙھہ ۾ ويراڳي ويا
موتوا قبل، ان تموتوا مري پوءِ جيا
ٻاري اندر ڏيل ڏيئاءِ عاشق ٿيا الله جا

•

چوٿين ڏينھن چاھہ مانءِ چرخو ٿا چورين
اونڌي ڪنڌ اسم سانءِ آڏوتي اورين
سر پنھنجو سچڻ تانءِ گوهر شاهہ گهورين
ڏونگر ٿا ڏورينءِ عاشق ٿيا الله جا

•

پنجين ڏينھن پورب ڏيءِ سنبري ڪن سعيا
ڪيڙي لُنگ لانگ ڪثونءِ آڏوتي آيا
دونھا دائرن ۾ لاھو تين لايا
ڳڻ ڳلين ۾ ڳاياءِ عاشق ٿيا الله جا

•

وڃائين ويرَ ورهه سان، ڇهين ڏينهن ڇير
ڪيِي ڇڏيائون قلب مان، گوهر شاهه ڇئي غير
قل سيروا في الارض سرها ڪن سيئر
وڃي وحدت سان ان ويرء عاشق ٿيا الله جا

•

ستين ڏينهن سِڪ ۾ آهن آڏو تي
قائم ڪاپڙين جوء سئير ثابوتي
گهمن گوهر شاهه ڇئي لال لاهوتي
نانگام ناسوتيء عاشق ٿيا الله جا

•

اٺين ڏينهن عشق جيء ٻولي ٻُڌائين،
ڪست مئون، ڪابول ڏيء ڪاپڙي ڪاهين
سامي سالڪن ڪيء چاهه منجهان چاهين
پيشوازيون پائين، عاشق ٿيا الله جا

•

نائين ڏينهن نروار ٿيء صدا ڪن سامي
رين ذڪر جي ذوق ۾ وڃي وهامي
گوهر شاهه گلزار ٿيام ڪوريُ ۾ ڪامي
جوڙائي جاميء عاشق ٿيا الله جا.

•

ڏهين ڏينهن ڏاٽ مليوء عاشقن اڇي
ڪڍي ڪپايائون ڪنڌڙام نيزي تي نچيء
ٽيئڙا لال خون جي رنگن منجهه رچيء
پڙ ۾ پتنگ پچيء عاشق ٿيا الله جا.

•

يارھين ڏينھن ياد پئي ڪاپڙين ڪين
ڪين ڪارونيار ۾ برھہ وڃائي بين
ھڪڙو حسن حق جوء اتي نڪو ڪفر دين
عدل جا امينء عاشق ٿيا الله جا.

•

ڪاميا ڪوري وڃ ۾ ٻارھين ڏينھن ٻري
العشق نار يحرڪ ماسوالله ٿيڙي دل چري
تر ترسيا ڪين ۾ وحدت ۾ وري
طالب ٿار تريء عاشق ٿيا الله جا

•

ڪري ھليا ڪاپڙيء تيرھين ڏينھن طبلء
وڃي ٿو ويراڳ سانء برھہ جو بگلء
ڪُلُّ مَنْ عَلَيها فانٍء ياد ڪر اصلء
ماٺي مست منڊلء عاشق ٿيا الله جا.

•

ڏين جوڳيئڙا جوءِ ۾ چوڏھين ڏينھن چڪر
بسم الله مجريھا و مرساھا ظاهر ڪن ذڪر
لٿو فنا جو دل ٿئونء فقيرن فڪر
چڙھي ھنر مڪرء عاشق ٿيا الله جا

•

آيا اناالحق ڪيء پندرھين ڏينھن پڙھي
سُتا سوري سيج تيء منجھئون چاڙھہ چڙھي
وتوا صنوابالحقء وتوا صئوابالصبرء ويڙا الال لڙي
سوزن منجھہ سڙيء عاشق ٿيا الله جا

•

ڪن ڪعبي وچ ۾ سورهين ڏينهن سجود
خناسِ الذي يوسوسُ نانگا ڪن نابود
گوهر شاهہ غازي ٿياءِ وڃائي وجود
من اندر معبود، عاشق ٿيا الله جا

•

سمنڊ دل ۾ سترهين ڏينهن، گهاتوئڙا گهڙياءِ
مولهاڻا مٿن سان، تن محبت جا مڙهيا
پيهي ويا پاتار ۾ لهر ڪين لڙهيا
جواهرن سان جُڙياءِ عاشق ٿيا الله جا

•

هٿ جواهرن جوهرين، ارڙهين ڏينهن آهيءِ
نڪري ويا ناهہ ڪٿون، لاڳاپا لاهي
پهتا وڃي پرڪيءِ ڪاپڙي ڪاهيءِ
ڪوٺ، هوٺ ڏاهيءِ، عاشق ٿيا الله جا

•

اوڻويهين ڏينهن آياءِ نانگا ناٿ نواب
وڃائين وجود ڪيءِ شوقئون پي شراب
سي پلي پيا موجون ماڻين، عشق جنين جو ارباب
لاهي حُر حجاب، عاشق ٿيا الله جا

•

ويهين ڏينهن واحد جاءِ ٿيا ويراڳي وڻجار
ويساهي ڪن وِهٽ سان، وحدت جو واپار
وظيفي ورد سان، واقف ٿيا وينجهار
ورهہ جا وَچار، عاشق ٿيا الله جا

•

ايڪيهين ڏينهن انهن جوءِ سيئر سچو سَرهو
جهاڳي ويا جبل ڪيءِ ڪُڏائي ڪرهو
لا تقنطوا مِن رحمة اللهءِ طالبن ترهو
هٿي فالمہ قرهوءِ عاشق ٿيا الله جا

•

ٻاويهين ڏينهن ٻاجھہ سانءِ سُرڪ سڏي پيارين
توحيد جي تصور سانءِ اندر اجارين
الست بربڪمہ قالوا بليٰ قول ڪيل پارين
ملحد ڪي مارينءِ عاشق ٿيا الله جا

•

ٽيويهين ڏينهن ٽپڙ ۾ءِ ڏوپڙي ۾ ڏپو
ڪاڏي ويا. سڪندر دِاراءِ ڪائي ڳپل ڳپو
وحدت ۾ ويساهہ سانءِ ماري ويھہ مپو
چڏي ڪپت ڪپوءِ عاشق ٿيا الله جا

•

چوويهين ڏينهن چوگان ۾ءِ حملا حيدري ڪن
مرد جنگي ميدان ۾ءِ عاشق ٿي اچن
ڪسڻ بناڪات جيءِ راول ڪين رهن
نيزي تي نچنءِ عاشق ٿيا الله جا

•

پنجويهين ڏينهن پُوڪار ڪئيءِ سالڪ ڪٺي ستار
منڊمءِ مرڏنگمہ چيريونءِ چنگ پيا ناچو وڄائين تار
گوهر شاهہ آو لنگھہ آڙاءِ .وَڄن تار ڏمار
ناهہ ڪٿون ٿي نروارءِ عاشق ٿيا الله جا

•

چويهين ڏينهن چيچ سانءِ نچن تا نانگا
محبت جي ميدان ۾ ستي سپ سانگا
ڪَري رسياءِ رمزَ ڪيءِ پنڌ اٽانگا
تي برهہ جا بانگاءِ عاشق ٿيا الله جا

●

ستاويهين ڏينهن ڪن تاءِ سئير سلطاني
لاهوت لامڪان ڪٿونءِ لنگهيا لاثاني
اصل عارفن جوءِ شوق شاهاني
صاحب سيلانيءِ عاشق ٿيا الله جا

●

اٺاويهين ڏينهن ۾ ڪن ورهہ جو ويراڳ
مٺي پيئن متوال ٿيءِ ملي محبت ماڳ
اچي لڳو عشق جوءِ بيراڳين ڪي ڀاڳ
چڏي سڀ سهاڳءِ عاشق ٿيا الله جا

●

اوڻتيهين ڏينهن آب پيئن اڪسير
ڪوڙي شاميانا شوق جاءِ محفلون ڪن مير
عجب عوشاقن جوءِ برهہ بينظير
ڪتي فڪر فقيرءِ عاشق ٿيا الله جا

●

ٽنگي ٽنگو ٽيون ويهن ويراڳي ٽيهين ڏينهن ٽلي
آهي آر الڪ ڏيءِ درويشن دلي
ڳڏيا گوهر شاهہ گُر ڪيءِ مَنجهئون حُب هلي
ڪري پچن پليءِ عاشق ٿيا الله جا

●

# ”ڪين“ جا بيت

سي ڪيني منجهئون ڪين ٿياء جن قرب سڃاتو ڪين
ڪين ڄاڻي پاڻ ڪيء ٿيا هستي ڇڏي حسين
ڪين جي ڪاروني‌يار ۾ء ٻولي ٻولين ٻي نہ
ڇڏي ڪفر دينء ٿيا گم گوهر شاهہ ڪين ۾

•

ڪوپا هليا ڪين ڏيء ڪري ڪاهو ڪاهہ
ويا قلزم ڪين ۾ سانگو لاهي ساهہ
پسيائون ڪين پاتار ۾ء عينءِ سان الله
جن ڪي عشق ٻتائي راهہء سي مرڪن گوهر شاهہ گل جيان

•

ڪي ڪاهي ويا ڪاپڙيء ڪيني ۾ ڪامل
ٿبي هٽي ڪيني ۾ ڪين ڄاتائون ڪُل
ڪائو پسي ڪيني جوء ٿيا ڪين وارا قابل
ڪينو ڪري قتلء گڏيا گوهر شاهہ ڪين سان

•

شي ڪامل ڪرامت جا ڏٺيء ڪين جن جو قوت
گهڙيا گوهر شاهہ ڪين ۾ آر منجهئون آڏوت
ڪين منجهئون ڪکور جيء تيڙا سچ ثابوت
مرد سي مظبوطہ جي ڪينءِ ڪمائي ڪين ٿياء

•

مارن مشتاقن ڪيء تنهنجي پنبڙين جا پئيڪان
سوين هن سنسار ۾ء تنهنجي حسن ڪيا حيران
شمع وارا شعاع تي پڇي ٿيا پروان
سڪندر جهڙا سلطان گهور گوهر شاهہ گهائيا

ذِڪر فڪر جي ذوق ۾ پڳا سيئي پول
لاپرِ جئون الاالله آهي قرآني قولِ
وِتعزِ من تشاءُ و تذِل من تشاءُ ڀڳڻ ڪيا ڀولِ
چشم اندر جا چولء تو ۾ ڳوهر شاهه گر آ

●

بيت

## متفرقات

ٻنا عشق الله جيء ٻي ساري سئنا سچ
عليه فتو ڪلوا ، ان ڪنتم مؤمنين، جهاڳ رمز اُنهيءَ سان رچ
واقف ٿي وحدت جي وڻڪار سندي وچ
پت هئڻ جني پنج، ته ڏسين ڳوهر شاهه گرڪي

●

ڪنفيڪون جي ڪنجي آهي ڪا ملن ڪل
هت پڏاسون ڪيتراء جيڪي هلن پيا مل
هيڪڙائي ۾ هڪ هياسين، شفيع سان شامل
ڳوهر شاهه ڪي گل آهن ڦريل ڦرين ڏينهن ڪان

●

جني پاڻين جوڳي ٿيان ته ڏسج ڏيان ڏري
مسعون طائفون من الشيطان ڪر پليت ڪي پڙي
عاشق ٿي انصاف جو تون ڪامل قرب ڪري
پرتئون پير پريء گهڙ ڳوهر شاهه انهي گهيڙ ۾

قريا جي فرمان کان، سيَ سبق کين سکندا
جن چسڪا ورتا چوسول جام سي روزا کين رکندا
اُهي پيڙ جيان بکندا، جي گوهرشاهہ گلزار ٿيا

●

سوا گهڙي جيَ گذران لاءِ سارو زمانو تنگ
ڪاڪا صورت قربُ واريءَ، نہ تہ جوفي ۾ آهي جنگ
درويشن ورتو دم ڏيان سان دره وارو دگ
سورهہ ماري سگُ، گوهر شاهہ گلزار ٿيا.

●

حُر هلي آيو ڪٽي ڪوفين مٿان ڪورو
ڪربلا ميدان تيءَ، ڪيائين ظالم تني زورو
ڪٽيائين خلقت ۾ جنت جو چورو
گوهر شاهہ گهوَرو حيدري حسينن جو

●

حُر هلي آيو رکي شهنشاهي شناس
حقي حيدري ٽولي ۾ ٿيو پهريون نمبر پاس
علي جي اولاد جو، هٿو ماڻهو خاص
تنهن سورهہ کي شاباس، گوهر شاهہ غازي ٿيو

●

حر هلي آيو هٽي نينهن سندو نعرو
ڪربلا ڪنڪ ۾ پيغمبر کي پيارو
جنگ جي ميدان ۾ ڏسو حيدري نعرو
گوهر شاهہ گذارو، غازين جو گلستان ۾.

●

سيد علي گوهر شاهہ جو جنم ساھتيءَ جي خطي ۾ نوشھري فيروز جي ويجھو ڳوٺ ”نانگو شاهہ“ ۾ سال 1916 ۾ ٿيو. سندن والد جو نالو سيد امير علي شاهہ هو. پاڻ اڃا ننڍي عمر جا هئا تہ سندن والد لاڏاڻو ڪري ويو. ان ڪانپوءِ پاڻ نانگو شاهہ ڇڏي ڪڇي ۾ رهڻ لڳا. درياهي ٻوڏن ۽ وهڪرن جي رُخ مٽجڻ ڪري ڪڇو ڇڏي منياڻيءَ ويجھو ڳوٺ ”ڪاريجا“ ۾ اچي رهيا ۽ پنھنجو فيض شروع ڪيائون. قرآن شريف ۽ ابتدائي تعليم آخوند ڪمال وٽ پنھنجي اوتاري تي ورتائون.

سيد علي گوهر شاهہ، محمد فقير کٽياڻ، مهدي سائين، صابر فقير ۽ محمد فقير هيساڻي جي صحبت ۽ اثر ۾ اچي شاعري ڪئي. سيد علي گوهر شاهہ جي شاعري سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري جو تسلسل آهي. هن جي شاعري تي فڪري طور وحدة الوجود واري لاڙي جو مڪمل اظهار آهي. هن جي شاعريءَ ۾ عشق، پيار ۽ محبت جو جذبو بہ ڀرپور نموني سان موجود آهي. سنڌ جي لوڪ داستانن کي پڻ تمثيل بڻائي سيد علي گوهر شاهہ وايون، ڪافيون ۽ بيت تخليق ڪيا آهن.

سال 1934ع ڌاري پاڻ ننڍي کنڊ جو سير ڪيائون. خواجہ نظام الدين، سرمد، فريدڻ سائين، لاهوت، ۽ هنگلاج جو سفر ڪيائون. ورهاڱي کانپوءِ وري بہ هندوستان جو سير ڪيائون. سيد علي گوهر شاهہ پاڻ ڳائيندا بہ هئا.

سيد علي گوهر شاهہ جي زندگيءَ ۾ ڪئين فڪري لاهہ، چاڙها آيا، پر سندن مکيہ مقصد سدائين ساڳيو رهيو. اهو هو خدا جي هيڪڙائي ۾ يقين رکڻ ۽ انسانن جي خدمت سان رب کي راضي رکڻ، پاڻ سڃاڻڻ ۽ پنھنجي رب کي سڃاڻڻ.

سيد علي گوهر شاهہ 2 فيبروري 1990ع بمطابق 6 رجب 1410هہ، ڇنڇر جي رات 74 سالن جي عمر ۾ ڪاريجا ۾ وصال ڪيائون. سندن روضو مبارڪ بہ اتي تعمير ڪرايو ويو آهي. جتي هر سال سندس ورسي جي موقعي تي ميلو لڳندو آهي.

— ادريس جتوئي

نوان جتوئي

Graphics & Printed by: Intel Communications, Hyd.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَھڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)